## نمازِ قبول نيست. آکر بيازاري.

**ارٿ**:- هزار هزارين وُترائي ۾ آهن ۽ هزار هزارين سنتوکه ۾ آهن ۽ هزار هزارين رات جي جاڳڻ ۾ آهن. سي سڀ کٽي هجن ۽ هڪ پهري نماز پڙهڻ وقت هزار پهرا سجدو ڪرين ته به پرميسر جي در لئي قبول نه آهن، جيڪڏهن ٻئي کي ڏکوئيندو هجين.

**ڪٿا**:- هڪڙو مهاتما هن ۾ ڏاڍي تپسيا ڪندو هو. ونس هڪڙو سو مهاتما آيو. ٻاهر سنت سنگ ڪندا هئا. ٻئي مهاتما جيو ته پرميسر جي ڪرپا سيئي ڌرمن ۾ سرشٽ ڌرم آهي. تپسيءَ کي سنسو ٿي پيو. ايشور جو آواز ٿي ڪيائين. ڀڳوان درشن ڏنس ۽ چيائينس ته منهنجي ڪرپائي اُتم ڌرم آهي. تپسيءَ چيو ته مان ڏسڻ ٿو چاهيان ته سڀ کان وڏو پاپي ۽ سڀ کان وڏو پنيوان ڪير آهي. ڀڳوان چيس ته سڀان صبوح هو ڳوٺ ۾ وڃج. هو لوڪ پهريائين گڏجي اُنکي وڏيڪ پاپي سمجهج. تپسي صبوح جو ڳوٺ جي طرف ويو. رستي ۾ هڪڙو سفيد پوش مالها، تلڪ لڳايل گڏيس. سندس نالو پڇيائين. هن پنهنجو نالو هري چندر ٻڌايو ۽ چيائين ته مان سڀ کان زياده پاپي آهيان. پر تپسيءَ کي شڪ ٿيو. ڳوٺ مان وڃي پڇيائين. سڀني چيو ته هو مهاپاپي آهي. تپسي هن جي گهر ويو. هن جي استريءَ کان پڇيائين ته سچ چئه، تنهنجو پتي ڪيئن آهي. هن چيو ته مهاراج تپسي جي! مان پتيءَ جي نندا نٿي ڪري سگهان، پر توهان سچ ٿا پڇو ته هن وقت هو مهاپاپي آهي. ايشور ڪرپا ڪندو ته ڌرمي ٿي پوندو. اڳهاڙو جڏهن هري چندر تپسيءَ کي چيو هو ته مان مهاپاپي آهيان ته ان وقت تپسيءَ اُن لئي ڌڪار ڪيو هو ۽ چيو هئائينس ته تون پرميسر جو سمرڻ ڪيو ڪرين ته ايشور تو لئي ڪرپا ڪري. تڏهن هن جي من ۾ ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو. هو اُنهي

 پرميسر جي گهر ۾ لياءِ
ڪئي - پوءِ اتي پلنگ اچي پيٺي. ست اُي مري ويا- مائيءَ
جون ست اُي لڪون وڏ واٽون تي پيئون- اهي مائيءَ کي جليل
چڪيا والگر جلائيندا يون رهيون. مائيءَ ڏاڍو ڏک پاتو- تڏهين
اڻهي مولي مهاتما وري ڳالهايو، چيائين ته رام جي گهر نياءَ
ته آهي، پر دير سان ٿو ٿئي-
هڪڙي مسلمان فقير پنهنجي شاگرد کي چيو ته :- پرماڻ-
جو ڏنا پرپان ڏي ڪٿيا اٿر له ڏاهي ڪهي ڏا.
[ سلوڪ فريد صفحه ١٣٩٥

آه ظالم غريب نه ستا- غريب رو ديئنگا
سڏيدگا اُسڪا مالڪ- تجهي جڙسين کوهه ديئنگا.

ساڳئي فقير شاگرد کي چيو ته جيڪڏهن ڪنهن جو چت
دکائي تون موت ويندين ته مان توکي ڪڏهن به معاف
نه ڪندس. ٻيا پاپ ڪري ايندين ته معاف ڪندوسانءِ.
**پرشن :-** ڪهڙا ڪهڙا پاپ معاف ڪندا؟

**اُتر :-** مئي بخور مصاحب سوز. آتش اندر ڪعبه کن
ساکن بت خانه باش- مردم آزاري مکن.

**ارٿ :-** شراب پيڻ پاپ آهي. قران ساڙڻ ۽ مڪي کي
باه ڏيڻ، اهي مهاپاپ آهن ۽ هندن جي مندر ۾ وڃي رهڻ
مهاپاپ آهي- اهي پاپ مان معاف ڪري ڇڏيندس، پر
جيڪڏهن ڪنهنجي دل دکائيندءِ ته مان معاف نه ڪندس-

**پرماڻ :-** هزار گنج عقوا- هزار گنج قناعت
هزار گنج شب بيداري- هزار سجدا هر سجداري.

راجا- پرلوڪ جي ڳالها ٻي.
مورک- مونکي ڪڏهن ايندا.
راجا- مونکي ڪونه ايندس.
مورک- ڪيترا ڪوهه دور وڃڻو اٿو.
راجا- ”جهه مارگ ڪي گمي جاءِ نه ڪوسا“
مورک- پلا، توهان سان ڪير هلندو. ڪيترين راڻيون ڪيترا راڄڪمار، ڪيترا خزانا ڪيترين موهون وغيره.
راجا- ڪوئي نه نه، اڪيلو ويندس. ساٿ ڪوئي ونلي وڃي نٿو سگهان. خزانو به ساٿ سان ڪونه ڪڻي ويندس.
مورک- کان، پان، پکوان ساٿ سان ڪڻي ويندا.
راجا- ڪجهه نه. اڪيلو، اگهاڙي پيرين ويندس.
مورک- توهين وڏا مورک آهيو. ڪم نه پيم دان ڪونه ڪيو. هن دنيا ۾ ڪوئي بس ڪونه ڪمايو. هن لٺ جا توهين لائق آهيو.
اُوڙهن براڻن ۾ سري وياس جيءَ سار ڳالهيون به لکيون آهن. پراپڪار ڪرڻ وڏو پم آهي ۽ ٻئي کي دکائڻ وڏو پاپ آهي.
**ڪٿا ــ** هڪڙي سيٺياڻيءَ کي اولاد ڪونه هو. اولاد واسطي گهڻائي جتن ڪيائين. سنتن کي ڏان و تنگ ڪيائين. پڇن ۾ وهڻ ڪاڻ ڏيندي هئي. آخر ڪاوڙجي هڪ سنت چيس ته ڪيترا غريبن جا گهر ساڙيندئين اولڙا پٽ لبندءِ. مائي هئي مورک هن ڳالهه جو پاو نه سمجهيو. غريبن جا سنت گهر ساڙي ڇڏيائين. سنت پٽ جاوس. اُلي هڪڙو مولي مهاتما رهندو هو، سو ڳالهائي ويٺو، نه رام جي گهر نه لياءِ ڪوئي. ڇڏهن ڪم وقت ۾ ڇوڪرا وڏا ٿيا نه ستن ئي شادي

شينهن جي ڳالهه ٻڌي گڏهه کي ڌيرج آيو ۽ چيائينس ته مان هڪ ڀيرو ٻهنجي ڳاٻيءَ کي ڏارائي تي اچان- ڏارائي آئي- شينهن هن جو سچ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُنکي ڇڏي ڏنائين-

اِنهن وچنن ۾ پاپ پنج جو ويچار آهي- پنج پاپ ٻن ٻن قسمن جا آهن- پرميسر جو سمرڻ ڪرڻ پورن پنج آهي يعني رپئي جو رپيو- پر اُپڪار ڪرڻ اڌ پنج آهي يعني اُٺ آنا، باقي دان ۽ پنج، يگيه، وغيره چو آني پياني، آنڪ، ٽڪي، پيسي برابر آهن- اهڙيءَ طرح پاپ به آهن- پرميسر کان بي مک ٿيڻ پورڻ پاپ آهي- ٻئي کي دک ڏيڻ اڌ پاپ آهي- باقي جيڪي پاپ آهن سي چو آني، دو آني وغيره جي برابر آهن-

**ڪٿا**- هڪڙو راجا هو، جو نام کان بي مک هو- سندس راڻي ڀڳتڻ هئي- راجا کي گهڙيءَ گهڙيءَ نام جپڻ لاءِ چوندي هئي- پر راجا اُن طرف نه لڳندو هو- آخر راڻي ڪاوڙجي چيس ته توهين ڏاڍا مورک آهيو، ڇو جو نام نٿا جپيو- راجا ويچاريو ته مونکي مورک چيائين، اِنهي جو سبب ضرور هوندو- مون ۾ مورکتا ڪهڙي آهي- پنهنجي ملڪ جا مورک ڪٺا ڪيائين -طرحن طرحن جا مورک آيا- انهن سڀني هڪڙو وڏو مورک يا ڏاهري هو- ان جي هٿ ۾ هڪ لڪڙيءَ جي لٺ ڏنائين ۽ چيائينس ته جو توکان وڏو مورک هجي، انجي هٿ ۾ هيءَ لٺ ڏج-

راجا بيمار ٿي پيو- وزيرن کي چيائين ته هن لٺ واري کي سڏيو- هو آيو- راجا هنکي چيو ته مان هاڻي جلدي وڃان ٿو- تون پاڻ کان ڪو وڏو مورک وٺي آءُ- اُن مورک چيو:-

مورک- توهين ڪيڏانهن ٿا وڃو-

ڪئين اٿر- اهڙيءَ طرح وشنمر جي ٻڌڪيا ڪري اهو مهاتما موني وشڪمش آيو- سيني کي سچو حال ٻڌايائين ته نڪ وشنمر سيني کي ٻالي ٿو-

هڪ جهنگل ۾ هڪ شير رهندو هو، جو اڳئين جنم ۾ لسٽي هو- ڪنهن مهاتما جي سراپ ڪري شير ٿيو هو- پر اڳئين جنم جي ياد گري هيس- اهي ڪري ڏاڍو پڇتائيندو هو- ۽ هن جوليءَ ۾ نه تسنيا ڪندو هو- يعني ٽئين ٽئين ڏينهن سندس آشرم ۾ جيڪو جانور اچي ويندو هو تنهنکي کائيندو هو- اهي ليمر الوسار ٽئين ڏينهن هڪ ڳانءِ هن جي آشرم لي اچي ويئي- تنهنکي ماريائين ٿي ته ان جيس ته موکلي نه مار- منهنجي اڄ ڏينهن جي هڪڙي ڳابي آهي الڪي ڪير پاليندو- شير جيس ته پالڻ وارو پرميسر آهي- اون ڳابيءَ جو خيال ڇڏي ڏي- ڳئوءَ جيس ته ڪو درشناب ٻڌائير جنهڪري موڪلي ڪ ٿئي- تڏهن شير ٻڌايس ته:-

**ڪٿا:—** هڪڙو سوداگر استريءَ سوڌو جهاز ۾ چڙهي ولايت ويو- موٽندي هڪڪي پٽ ڄائو- اهي ڏينهن طوفان اچي لڳو- جهاز ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو- هڪڙي ٽڪر تي ماءُ ۽ لئون جاول پٽ رهجي ويا- پوءِ ماءُ نه ٻڏي ويئي- اڪيلو پٽ بچيو- او بدهنجي پير جو آڱوٺو چوسڻ لڳو- لڙهندو وڃي ڪناري سان لڳو- آلي هڪ راجا جو محلات هو- متان ماريءَ ۾ راڻيءَ ڏٺو- نوڪرن د ڏاران ٻالڪ ڪهرايائين- پٽ ڪري پالپائيس- جڏهن وڏو ٿيو تڏهن پاڙهي منگايائينس- سندس واسطي محلات ٺهرايائين- شادي ٿيڻ ۾ اُٺ ڏينهن رهيا هئا- اهو ٻالڪ پنهنجو نئون محلات ڏسڻ ويو ته متان ڪري مري ويو-

آهي ته وشنمبر پرماتما سڀني کي پالي ٿو. پر اسين پنهنجو پاڻ
بکيا مڱڻ ڪاڻ ٿا. پنهنجو اُدم پاڻ ڪريون ٿا. ڪيئن خبر
پوي ته وشنمبر سڀ کي پالي ٿو. اِنهيءَ ڳالهه جي پرکيا
ڪرڻ گهرجي - اِنهيءَ لاءِ مان سياڻي هڪ اڪيلي بن ۾ هليو
ويندس ۽ ٽن ڏينهن تائين ڪجهه کائڻ پيئڻ جو اُدم ڪونه
ڪندس - پاڻي به پاڻوت نه رکندس، جيڪڏهن ڪو آڻيندو
ته ڪين کائيندس ۽ نه ڳالهائيندس - جيڪڏهن ڪو وات ۾
اچي وجهندو ته ڏند بند رکندس - جيڪڏهن ڪو ڏند پٽي
وات ۾ وجهندو تڏهن پڪ ٿيندي ته وشنمبر سڀني کي پالي
ٿو. ائين چئي، ٽاٽون نالي لڳ وڃ گهور بن ۾ هليو ويو.
ڏاڍو ڀيانڪ جهنگل هو. اتي هڪ بانس جو گهاٽو وڻ هو. ان
جي هيٺان ڇڳهه ڪوٽي ويٺو. ٽي ڏينهن ويٺو هو. ڪو ڪونه
آيو. چوٿين ڏينهن گرام جي چودريءَ جي ڳانءِ گم ٿي ويئي -
هن شستر ڏيئي پنهنجا گهڻا آدمي ڳئونءَ جي ڳولڻ لاءِ جهنگل
۾ موڪليا. اُها ڳئو ڳاڙهي رنگ جي هئي. غفا وڃ اچي
ڳاڙها ڪپڙا ڏسي شڪ پيو ۽ الد رويا، ته مهاتما ويٺل ڏٺائون
تڏهن ڏاڍو خوش ٿيا. خوشيءَ ۾ ڪي آدمي اُتي ويٺا،
ڪي گرام ۾ ڊوڙي ويا ۽ وڃي ٻڌائون ته هڪڙو مهاتما پنج
سو ورهين ڪان ويٺل ڏٺو اٿئون - هلو هلي درشن ڪريو. اِها
ڳالهه ٻڌي سڀني کي خوشي ٿي. سڀ درشن ڪرڻ واسطي
ڊوڙيا - ڪنهن کير، ڪنهن ڏڌ، ڪنهن پوڄن ڪنيا. سڀ
اتي پهتا - هڪدم صفائي ڪري مٿدان بڻائي ڪپڙا وڇائي
ڪجهه ۾ ويٺي مهاتما کي ڪٽي ٻاهر آيا. مالشون ڪيائون -
وات ۾ کائڻ پيئڻ جون شيون وجهڻ لڳس، پر مهاتما ڏند
بند ڪري ڇڏيا. انهن سرائي وجهي وات کولي وات ۾ کير
وغيره ڇڇڙ سان وڌس تڏهن مهاتما کلي ڏنو ۽ چيائين ته
مان ته هتي ٽن ڏينهن کان ويٺو آهيان. وشنمبر جي پرکيا

پروڏا ته هڪدم حل صاف ٿي ويو. راجا ڪان آد ولي
سيمي پيڪڙ جي پوجا ڪئي ۽ گهڻا پدارٿ هنڪي پيٽا ڏنائون
۽ هٿ جوڙي جيالوس ته پيو هڪي آگيا ڪريو. پيڪڙ
چيس ته مچيندا؟ راجا چيس: ته جوڻ مچيندا آهن. اهڙيءَ طرح
ٿي پيرا برلگيا ڪرائي چيائين ته ڪانسن جي جڪما ناهي مونکي
پاڻ ڏيڻي جڏ بو. راجا ڪارڻ پڇيو، پر هن نه ٻڌايو. آخر
جڏهن گهڻو هٺ ڪيائون تڏهن چيائين ته منهنجي گهر وٽ
لوهاڻي وڃڻ ڪري منهنجي پٽيءَ کي شڪ ٿي پيو آهي
ته منهنجي جوڻ ڪري لوهڻ هٿي وينا هنا. اُن ڪري
راڄ تي مونکي آگيا ڪيائين ته وڃي هنن جو جل صفا ڪر.
اُنس ڪمن جهانين ته حل صفا ڪري اچ ۽ سندن آگيا ڪالسواءِ
مان مونکي وڃي ٿي سگهان، پيءَ جاءِ تي نه رهي ٿي سگهان
اهوءَ ڪري حلي مرڻ پوڳه آهي. راجا سندس اشارو
سمجهي اُن پيڪڙءَ کي وڃڻ ڏنو. تڏهن هن جو ته مان
لولي خوش آهيان لوڻ گهر حل تڏهن آگيا مچي گهر وٺي.
هٺ استري پٽيءَ جي آگيا مچي ٿي، تن ايشور جي آگيا
محڙ وارا ايشور جي اگهان سچارلين ٿا ۽ هنن جا ڪوڙ جا
پردا ٿئي وڃن ٿا.

اِهڻ وچڻ جي ڪري پرتيت ٿئي ٿي ته وشمر ٿي
سب کي پالي ٿو. پر جو جوڻ ٿو ته مان پنهنجي اُدم سان
پنهنجو ۽ پنهنجي ڪٽنب جو پالڻ ڪريان ٿو. اِهڻ ٻنهي ۾
سچي ڳالهه ڪهڙي آهي؟

**اُتر:-** رڪبڪش جهازيءَ ۾ پرڏاهه ورڪ مهاتمائون اُن
وقت رهندا هئا. هڪڙي ڏينهن سڀ گڏجي وچار ڪرڻ
لڳا ۽ چيائون ته سڀئي پنهنجي پنهنجي هٿ جي ڌشا ٻڌايو.
اُنهن مان هڪڙو پدو مهاتما ڍ پالسنگهه ناليءَ جو ڀاڱو ته لڪل

آهي ته وشنمبر پرماتما سڀني کي پالي ٿو. پر اسين پنهنجو پاڻ
بکيا منگي کائون ٿا. پنهنجو اُدم پاڻ ڪريون ٿا. ڪيئن خبر
پوي ته وشنمبر سڀ کي پالي ٿو- اِنهيءَ ڳالهه جي پرڪيا
ڪرڻ گهرجي - اِنهي لاءِ مان سياڻي هڪ اڪيلي بن ۾ هليو
ويندس ۽ تن ڏينهن تائين ڪجهه کائڻ پيئڻ جو اُدم ڪونه
ڪندس - پاڻي به پاڻوت نه رکندس. جيڪڏهن ڪو آڻيندو
ته ڪين کائيندس ۽ نه ڳالهائيندس - جيڪڏهن ڪو وات ۾
اچي وجهندم ته ڏند بند رکندس - جيڪڏهن ڪو ڏند پٽي
وات ۾ وجهندم تڏهن پڪ ٿيندي ته وشنمبر سڀني کي پالي
ٿو- ائين چئي، ٽاڻون نالي نگر وٽ گهور بن ۾ هليو ويو-
ڏاڍو پيانڪ جهنگل هو- اتي هڪ بانس جو گهاٽو وڻ هو- ان
جي هيٺان جڳهه ڪوٺي ويٺو- ٽي ڏينهن ويٺو هو- ڪو ڪونه
آيو- چوٿين ڏينهن گرام جي چودريءَ جي گانءِ گم ٿي ويئي -
هن شستر ڏيئي پنهنجا گهڻا آدمي گئوءَ جي ڳولڻ لاءِ جهنگل
۾ موڪليا. اُها گئو ڳاڙهي رنگ جي هئي. غفا وٽ اچي
ڳاڙها ڪپڙا ڏسي شڪ پئي ۽ اندر ويا، ته مهاتما ويٺل ڏٺائون
تڏهن ڏاڍو خوش ٿيا. خوشيءَ ۾ ڪي آدمي اُتي ويٺا،
ڪي گرام ۾ ڊوڙي ويا ۽ وڃي چيائون ته هڪڙو مهاتما پنج
سو ورهين کان ويٺل ڏٺو اٿئون - هلو هلي درشن ڪريو- اِها
ڳالهه ٻڌي سڀني کي خوشي ٿي. سڀ درشن ڪرڻ واسطي
ڊوڙيا - ڪنهن کير، ڪنهن ڏڌ، ڪنهن پوڄن ڪنيا. سڀ
اتي پهتا - هڪدم صفائي ڪري ميدان بڻائي ڪپڙا وڇائي
ڪجهه ۾ ويرهي مهاتما کي ڪڍي ٻاهر آيا. مالشون ڪيائون -
وات ۾ کائڻ پيئڻ جون شيون وجهڻ لڳس، پر مهاتما ڏند
بند ڪري ڇڏيا. انهن سرائي وجهي وات کولي وات ۾ کير
وغيره ڇڇن سان وڌس تڏهن مهاتما کلي ڏنو ۽ چيائين ته
مان ته هتي ٽن ڏينهن کان ويٺو آهيان. وشنمبر جي پرڪيا

پروڙيا ته هڪدم جل صاف ٿي ويو. راجا ڪان آڏ وٺي
سينئي ٻيگڻ جي پوڄا ڪئي ۽ گهڻا پدارٿ هنڪي ڀيٽا ڏناءون
۽ هٿ جوڙي حبائولس ته ٻيو جيڪي آگيا ڪريو. ٻيگڻ
چيس ته سمجهندا؟ راجا حسن! ته چوڻ سمجهنداسين. اهڙيءَ طرح
ٽي پيرا ٻرلگيا ڪرائي چيائين ته ڪالهن جي حڪيا لاهي موڪي
باه ڏيئي ڇڏيو. راجا ڪارڻ پڇيو، پر هن نه ٻڌايو. آخر
جڏهن گهڻو هٿ ڪيائون تڏهن چيائين ته منهنجي گهر وٽ
لوهاڙي وهڻ ڪري منهنجي ٻچيءَ کي ڌڪ ٿي پيو آهي
ته منهنجي جوڙ ڪري لوهين هڻي ويا هئا. اُن ڪري
راڄ ٿي موالڪي آگيا ڪيائين ته وڃي هن جو جل صفا ڪر.
اُنن ڪين چيائين ته حل صفا ڪري اچ ۽ سيدن آگيا ڪالسواءِ
مان موٽي وڃي لئي سگهان ۽ ٻيءَ جاءِ ٿي ته وڃي لئي سگهان
اهوءَ ڪري حلي مرڻ پوڳي آهي. راجا سيدس اشارو
سمجهي اُن ٻيگيءَ کي وڃي ملايو. اڏهن هن چيو ته مان
ٽولي خوش آهيان توهان گهر هل لڏهن آگيا ملي گهر ويئي.
جڏن اسٽري ٻنيءَ جي آگيا ملي ٿي، تڏن ايشور جي آگيا
ملڻ وارا ايشور جي اڳيان سچا رکن ٿا ۽ هن جا ڪوڙ جا
پردا ٽٽي وڃن ٿا.

اُهن وجن جي ڪري پرلبت ٽٽي ٿي ته وسمرتي
سب کي پالي ٿو. پر جيو چوي ٿو ته مان بدهجي آدم سان
بدهجو ۽ بدهجي ڪٽنب جو پالڻ ڪرياٿو. اُهن ٻئي ۾
سچي ڳالهه ڪهڙي آهي؟

اُتر:- رڪبڪش حهازيءَ ۾ بدجاهه ورڪ مهالمائون اُن
وقت رهندا هئا. هڪڙي ڏينهن سڀ گڏجي ويچار ڪرڻ
لڳا ۽ چيائون ته سڀنو بدهجي بدهجي جب جي دشا ٻڌايو.
اُنهن مان هڪڙو بدو مهاتما د ياسڱهه ٿالي جوڻ لڳو ته لڪيل

مونکي وار وار هيٺ پٽي موڪليو. ڪڏهن چوي ته فلاڻي شيءِ ڪٽي آءِ. هي آڻ، هي آڻ. مان ٿي پيرا ڏ. هيٺ ويس. چوٿين پيري چيو نه مڃيم. گهڻي چوڻ تي به نه ويس. پڙ پڙ ڪندي رهيس. جڏهن پتيءَ جي گهڻا پيرا چوڻ تي به نه مڃيم تڏهن پتيءَ چيو ته تون پتورتا نه آهين.

پوءِ ڇهين پتورتا وٽ ويا. اُن چيو ته اُنٺ ڏينهن ٿي ويا آهن جو منهنجي طاقت ڪانه رهي آهي. منهنجي پتي ديو جو پيهنجي نعدي پاءِ سان ڏاڍو پريم هو. هڪڙي ڏينهن پٽي اچي پلنگ تي ويٺا. مون وڃڻو ڪري واءُ ڪيو مانِ. منهنجو پاڻُ منهنجي ڏير کي لڳو پٽي. پتي جيءَ گهڻا دفعا چيم ته سنڀال. منهنجو اُن پاسي خيال ئي ڪونه ويو. نيٺ ڪاوڙ ۾ چيائين ته گهري گهري چوڻ تي به تون سمجهين نه ٿي، وڃ تون پتورتا نه آهين. اُنجي چرڻ ڌوئي وجهڻ سان تورو جل صاف ٿيو، پر پورو جل صاف نه ٿيو. آخر ستين پتورتا هڪ پنگڻ جو پتو مليس. اُن وٽ ويا. پر هن دروازو ڪونه کوليو. اندران ئي چيائين ته جيڪي مونکي چوڻو اٿو سو منهنجي پتيءَ کي چئو. راجا وزيرءَ امير اُتي ٻاهر ويهي ويا. ڇٽي طرف ڏرگندي آئي پٽي پر ويهي رهيا. جڏهن هنجو پتي پنگي آيو تڏهن راجا ڪان وٺي سڀ اُتي ڪٺا ٿيا، ڇوجو مطلب جي واسطي سڀ کي داس بڻو پوي ٿو. پنگيءَ کي چيائون ته تنهنجي استري پتورتا آهي. هنجا چرن ڌوئي جل گهر جيئون. تلاوَ ۾ وجهنداسون تڏهن جل شڌ ٿيندو. پنگيءَ کي شڪ پيو ته شايد منهنجي استريءَ هنڪي ڇٽي وهاريو آهي. تڏهن هن من ۾ رنج رکي مٺاڇري من سان چيس ته وڃ. پير ڌوئاري تلاوَ ۾ پائي جل صاف ڪر. پنگڻ پاو سمجهي آگيا مڃي ويٺي. راجا آڌڪن چرن ڌوئي تلاو

ڪر پنهنجي ويٺي. مون ڪروڌ جي وس ٿي گهڻا ڏر وچن
چيا. پتيءَ چيو ته تون پتورتا نه آهين. بس انهيءَ وقت کان
منهنجي پتورت ڌرم جي طاقت ناس ٿي ويئي آهي.

وري ٽينءَ پتورتا وٽ ويا. اُن به چيو ته جنهن مهل کان
مون ۾ طاقت نه رهي آهي، جڏهن مون اهنڪار جي وس ٿي
سس سان ڏاڍو جهيڙو ڪيو. ڪجهه هٿڪي ماريو به. پتي ديو
جي سمجهائڻ تي به نه سمجهيم. لاچار ٿي پتيءَ سراپ ڏنو
ته تون پتورتا نه آهين. انهيءَ طرح مون ۾ به طاقت نه
رهي آهي.

وري چوٿين پتورتا وٽ ويا. هن به چيو ته جڏهن مهني
کان منهنجي طاقت گم ٿي آهي، جڏهن مان موه جي وس ٿي
پتورت ڌرم ڇڏي ويٺي آهيان. منهنجي اولاد ڪونه ٿيندو
هو. ڏاڍن يتن ڪرڻ تي پٽ پيدا ٿيو. مان اڳيان وس
ٿي پتيءَ کان به پٽ کي پيارو سمجهڻ لڳيس. هڪڙي ڏينهن
پٽ هٺ ڪيو ته مون کي انب آڻي ڏيو. انهيءَ وقت انبن
جي موسم ڪانه هئي. انب ملڻ مشڪل هو. پتا گهڻو
سمجهايس، پر ٻالڪ هٺ جي ڪري نه مڃيو. تڏهن پتا
هڪڙي هٿڪي ماريو. مان ٻاڻ روڪي نه سگهيس. ڏک
ڏيئي پتي ديو کي ڪراڙي چڙهيم ۽ پٽ کي چڙهايم. ڪرڻ
جي ڪري پتي ديو کي حوت آئي. تڏهن پتي ديو چيو ته
تون پتورتا استري نه آهين.

پوءِ پنجين پتورتا استريءَ وٽ ويا. اُن چيو ته پندرهن
ڏينهن کان مون ۾ طاقت ڪانه رهي آهي، جڏهن پتي ديو
بيمار هو. مان سندس آڱتا پالن ڪري نه سگهيس. هڪ
ڏينهن گرميءَ جي ڏينهن ۾ پتي ديو رات جو بيماريءَ جي
حالت ۾ ڪڏ تي لڱيا پيا هئا. هن منهنجي پريکيا واسطي

موڪلي وار وار هيٺ پٽي موڪليو. ڪڏهن چوي ته فلاڻي
شيءِ ڪٿي آهه. هي آڻ، هي آڻ. مان ٽي پيرا ته هيٺ ويس.
چوٿين پيري چيو نه مڃيم. گهڻي چوڻ تي به نه ويس. پيڻ
پڻ ڪندي رهيس. جڏهن پتيءَ جي گهڻا پيرا چوڻ تي به
نه مڃيم تڏهن پتيءَ چيو ته تون پتورتا نه آهين.

پوءِ ڇهين پتورتا وٽ ويا. اُن چيو ته اَٺ ڏينهن ٿيا ويا
آهن جو منهنجي طاقت ڪانه رهي آهي. منهنجي پتي ديو
جو پنهنجي لنڊي پاءُ سان ڏاڍو پريم هو. هڪڙي ڏينهن
ٻئي اچي پلنگ تي ويٺا. مون وچڙو ڪري واءُ ڪيو مانِ.
منهنجو پلؤ منهنجي ڏير کي لڳو پئي. پتي جيءَ گهڻا دفعا
چيم ته سنڀال. منهنجو اُن پاسي خيال ئي ڪونه ويو. ليڪن
ڪاوڙ ۾ چيائين ته گهڙي چوڻ تي به تون سمجهين نه
ٿي، وڃ تون پتورتا نه آهين. اُنجي چرڻ ڌوئي وجهڻ سان
ٿورو جل صاف ٿيو، پر پورو جل صاف نه ٿيو. آخر ستين
پتورتا هڪ پينگڻ جو پتو مليس. اُن وٽ ويا. پر هُن دروازو
ڪونه کوليو. اندران ئي چيائين ته جيڪي مونکي چوڻو اٿو
سو منهنجي پتيءَ کي چئو. راجا وزير ۽ امير اُتي ٻاهر ويهي
ويا. چئني طرف ڏرگندي آئي پئي پر ويهي رهيا. جڏهن
هنجو پتي پينگي آيو تڏهن راجا ڪان وٺي سڀ اُٿي ڪڙا ٿيا،
ڇوجو مطلب جي واسطي سڀ کي داس ٻڻڻو پوي ٿو. پينگيءَ
کي چيائون ته تنهنجي استري پتورتا آهي. هنجا چرن ڌوئي
جل گهر جيئون. تلاءُ ۾ وجهنداسون تڏهن جل شڌ ٿيندو.
پينگيءَ کي شڪ پيو ته شايد منهنجي استريءَ ڪنهنکي چٽي
وڌاريو آهي. تڏهن هن من ۾ رنج رکي مٿاڇري من سان
چيس ته وڃ. پير ڌوئاري تلاءَ ۾ پائي جل صاف ڪر. پينگڻ
پاو سمجهي آگيا مڃي ويئي. راجا آدڪن چرن ڌوئي تلاءُ

ڪم پنهنجي ويٺي- مون ڪروڌ جي وس ٿي گهڻا ڏر وڃڻ
ڏنا- ٻيءَ جيو ته تون ڀيرونا نه آهين- بس اُنهيءَ وقت کان
منهنجي ڀيرونا ڏرم جي طاقت ناس ٿي ويئي آهي-

وري ٽينءَ ڀيرونا وٽ ويا- اُن به جيو ته جڏهن مون کان
مون بر طاقت نه رهي آهي، جڏهن مون اهنڪار جي وس ٿي
مَس سان ڏاڍو جهيڙو ڪيو. ڪجهه هنڪي مارڻ به ٻئي ڏيو
جي سمجهائڻ لي به نه سمجهيم- لاچار ٿي ٻئيءَ سراپ ڏنو
ته تون ڀيرونا نه آهين. اِنهيءَ طرح مون ۾ به طاقت نه
رهي آهي-

وري چوٿين ڀيرونا وٽ ويا- هن به چيو ته جڏهن مئي
کان منهنجي طاقت گم ٿي آهي، جڏهن مان موهه جي وس ٿي
ڀيرونا ڏرم کوهي ويني آهيان. مون کي اولاد ڪونه ٿيندو
هو- ڏاڍون ٻنهن ڪرڻ تي پٽ پيدا ٿيو- مان اڳيان وس
ٿي ٻئيءَ کان به پٽ کي پيارو سمجهڻ لڳيس- هڪڙي ڏينهن
پٽ هٿ ڪيو ته مونکي انب آڻي ڏيو- اُنهيءَ وقت انب
جي موسم ڪانه هئي. انب ملڻ مشڪل هو. پتا گهڻو
سمجهايس، پر بالڪ هٺ ئي ڪري نه مڃيو. تڏهن پتا
ٻڪڙي هنکي ماريو. مان ٻالڪ روڪي نه سگهيس- ڏکو
ڏيئي ٻئي ديو کي ڪرالي چڙهيم ۽ پٽ کي چڙايم. ڪرڻ
جي ڪري ٻئي ديو کي ڪاوڙ آئي. تڏهن ٻئي ديو چيو ته
تون ڀيرونا استري نه آهين.

پوءِ پنجين ڀيرونا استريءَ وٽ ويا. اُن چيو ته پڻ ڏهن
ڏينهن کان مون ۾ طاقت ڪانه رهي آهي، جڏهن ٻئي ديو
بيمار هو. مان سندس اڳيان پالنا ڪري نه سگهيس ڇو ته
تنهن گرميءَ جي ڏينهن ۾ ٻئي ديو راڻ جو بيماريءَ جي
حالت ۾ ڪڏهن لنگهيا پيا هئا. هن منهنجي ٻارڪيا واسطي

ته هو سڀ روئي ڪاٽي ويندو. جيڪڏهن اڄ رکيم ته به ٺيڪ نه آهي، ڇو جو پتورتا استري جو ڌرم آهي ته سڀ ڪا شيءِ پتيءَ جي اڳيان رکي. اهڙا گهڻا سنڪلپ وڪلپ ٿيا، آخر ڇت فيصلو ڪيو ته پتيءَ کي ڏيان ٿي نه. مان ئي سڀ ڪاٽي وڃان. پتي ديو کي روئي ڪاراٻر. انب جي ڳالهه ٿي ڪانه ڪيم. جڏهن پتي ديو دڪان تي هليو ويو تڏهن دروازو پنهنجان بند ڪري مان انب ڪائڻ ويٺيس. انب اڃان اڌ مس ڪاڌو هوم ته اينتري ۾ پتي ديو کي هن آدميءَ چيو هو ته مان توهانجي گهر انب ڏيئي آيو آهيان. پتي جي منهنجي پريکيا واسطي موٽي آيو. مون جهٽ دروازو کوليو. ٽڪڙ ۾ انب لڪائي نه سگهيس. پتي ديو چيو ته انب ڪٿان آيو آهي، مونکي چونه ڏنءِ. مون چيو تہ انب منهنجي پيڻ موڪليو هو. ۾ توهين روٽي ڪائي ويا هئا. پوءِ انب مليو آهي. اٿين ڪوڙ ڳالهاٻر. تڏهن پتي ديو چيس ته سچ ڳالهاءِ انب ڪڏهن مليو آهي. مون چيو ته توهانجي وڃڻ ڪانپوءِ. تڏهن پتي ديو اُن آدميءَ کي وٺي آيو. هن چيو ته مان صبوح جو توکي انب ڏيئي ويو هوس. تڏهن مان شرمندي تي ويس. پتي جيءَ مونکي لعنت هنئي. اُهي ڏينهن ڪان منهنجو تپ ڪيڻ تي ويو آهي. چرڻ ڌوئي وڌائون ۾ جل شڌ نه ٿيو.

پوءِ ٻيءَ پتورتا وٽ ويا. اُنکي عرض ڪيائون تہ هن به چيو ته به مهنا تي ويا آهن تڏهانڪر مون ۾ طاقت نه رهي آهي، ڇوجو اسين غريب آهيون، ڪٽنب وڏو آهي، آمدني ٿوري آهي، پتي جيءَ جو گرو اچي ويو. اُهو ورڪت هو. اُنهيءَ ڪري هن کي وستر، پستڪ، ڪڙايو وغيره ڏيڻو هو. پتيءَ جي مونکي شيوا واسطي چيو. پر مان منع ڪندي رهيس. آخر پتي جيءَ مونکان لڪائي شيوا ڪئي. مونکي

ڪوني ڏيکاريائينس، وزير جي ڪنيا ڏيکاريائينس، پٽ
ڏيکاريائينس. ڏسي حيران ٿيو ۽ سڀ نشانيون، جي لوڪ
ڪندي هئي سي سڀ ٻڌايائينس. تڏهن راجڪمار اچرج ۾
پئجي چيس ته توهان ٻيءَ جي ڏيءَ ابتڪ آهين. تو منهنجي
ذاڊي رکيا ڪئي آهي. مان توهنجو هميشه لاءِ احسانمند
رهندس. اهڙيءَ طرح جڏهن هن چندرپريا پنهنجي پتيءَ
جون الڳون پلڳون آڳيائون ميڙيون، اتي ايشور جي آڳيا
مڃڻ گهرجي.

آڳيا مڃڻ نسبت ٻي پتورتا جي ڪٿا. جهوناڳڙهه راجڌاني
۾ راجا کي پنڊتن چيو ته توهانجي راڄ ۾ ٻارهن ورهيه ڏڪار
پوندو. منهن ڪوله وسندو، پاڻي موجود رکو. راجا تلاو
ٺهرائي منجهن برسات جي جل گڏ ڪرايو. اُن ۾ ڪيتان پئجي
ويا. جل صفا ڪرائڻ جو اُپاءُ جوتشين چيو ته ڪو سڌ پرش
مهاتما هجي ان جا چرڻ ڌوئي اُن ۾ وجهجن. يا ڪا پتورتا
استري هجي اُنجا چرڻ ڌوئي وجهجن، تڏهن ڪيتان کان
جل صفا ٿئي. پر پرهيزگار جو ملڻ مشڪل هو. پوءِ پتورتا
استرين جي ڳولا ڪيائون. اُتي هڪ پتورتا استري مليس.
اُن وقت راجا، وزير، امير سڀ گڏجي ويا. هن چيو ته مون
۾ پوريائين طاقت هئي، پر هاڻي هڪ ميهو ٿيو آهي جو اُها
طاقت هاڻ نه رهي آهي، ڇو جو مان اَنب (کائڻ جي لالچ)
جي وس ٿي پتيءَ جي ٻنسان چوريءَ سان اَنب کاڌو. هن
ٻڌايو ته منهنجي وڏي ڀيڻ بمبئي مان ئي موسمي هڪ اَنب
موڪليو هو. ڪٽي اچڻ وارو صبوح جو ڪٽي آيو. اَنب ڏسي
منهنجو چت چلائمان ٿي ويو. پتي نه پڇي سڀان ڪرڻ ويو هو.
مون پنهنجي چت کي گهڻو روڪيو ۽ چيم ته پتيءَ کي کارائي
پوءِ کان. خيال ٿيم ته سچو ڏياس ها اڌ. سچو ڏينديسانس

هن راجڪمار جي استريءَ جو فوٽو ڏسڻ گهران تي، متان
هن راجڪمار سان دوکو نه ٿي وڃي. فوٽو ڏسي ويشيا کي
ڏنائين، ۽ ٻڌايائين ته هيءَ چندرپريا نه آهي، ڇو جو پنهنجي
نالاڻي جو نالو ويشيا کي ڪو نه ٻڌايو هئائين. ويشيا نالاڻي جو
نالو نه ٻڌائي سگهي- ويشيا کان ماري ڪُٺي پڇيائون- تڏهن
ٻڌائين ته مان ويشيا آهيان، چندرپريا نه آهيان. راجڪمار
جي وزير جي ڌيءَ سان شادي ٿي ويئي. چندرپريا ڏي
ڪم ڪيا، باغ ٺهرايائين، کوهي ٺهرايائين، وزير جي ڌيءَ
سان پتيءَ جي شادي ڪرايائين. باقي پتر پيدا ٿيڻ رهجي
ويو. جڏهن شادي ٿي، تڏهن شهزادي جي ديس ۾ چندرپريا
اُن راجڪمار (سعدس پتي) ٻنهي جي پاڻ ۾ پريت وڌي
ويئي ۽ کائڻ، پيئڻ، پهرڻ سڀ هڪجهڙو ٿين. هڪ ٻئي
کي پنهنجون شيون نشانيءَ طور ڏنائون ورتائون ۽ جي ڳالهيون
هر روز ٿينديون هيون سي سڀ چندرپريا نوٽ ڪندي
ويندي هئي. ٻرابر ۾ هڪڙيءَ ريت گهڻو وقت گذري ويو-
آخر وزير جي ڪنيا گرڀوتي ٿي- پٽ ڄائو- ۽ چوٿين ڳالهه به
پوري ٿي. تڏهن شهزادي جي ديس ۾ چندرپريا شهزادي
کي چيو ته پنهنجي ديس ۾ هلي پنهنجي استريءَ چندرپريا
جو به درشن ڪراءِ- ٻئي هلندا سون اڳي پهچي- توهين پٺيان
اچجو، مان توهانجي استريءَ (وزير جي ڌي) ۽ پٽ کي
اڳيئي وٺي هلان ٿو. هن چيو ته بلڪل چڱو. اهڙيءَ طرح
چندرپريا اڳيئي پهچي ويئي ۽ اُنهي باغ ۾ استريءَ ۽ پٽ
کي رهايائين ۽ پاڻ اندر محلات ۾ رهي. راجڪمار آيو ۽ اچي
چيائين ته هنڪي پنج ڳالهيون ته ماريان. اچي پڇيائينس ته باغ
ٺهرايئه، کوهي ٺهرايئه، وزير جي ڪنيا سان شادي ڪرايئه،
پٽ ڪٿي آهي؟ هڻاءِ جتا نه. تڏهن چندرپريا چيس ته
ڏيرج ڪريو. سڀ ڪجهه ٺهرايو اٿم. ڏسو. باغ ڏيکاريائينس

پوريءَ پتورنا آهي. راجا جي وزير هٺ ڪيو ۽ چيائين ته
مان اُن چندر پرڀا کي پنهنجي استري بڻائي آڻيان ته ڪهڙي
شرط رکو ٿا. هن چيو ته چندر پرڀا اچي ويٺي ته موڪلي قاصيءَ
تي چاڙهي ڇڏجانءِ. جيڪڏهن نه آڻي ته مان پنهنجي ڪنيا
سان شادي ڪندس. لڪڙه تي ويٺي. راجا ساکي بڻيو.
وزير چندر پرڀا جو موتو ڪٽي ۽ گهڻو ڌن پاڻسان ڪٽي آيو ۽
ڌوٽن جي دنارن چندر پرڀا کي گهڻو جواراياتين. چندر پرڀا
جوائي موڪلس ته هن لمولي جي ڪوٺي بڻاءِ ۽ باغ بڻاءِ
پوءِ مان لو وٽ ايندس. وزير باغ ۽ ڪوٺي بڻرائي. پوءِ
وزير کي جوائي موڪليائين ته لو موڪلي ڪٿين سچالو آهي
ته مان چندر پرڀا آهيان. هن هيڏو فوٽو جو هنکي سندس
پتيءَ وٽان مليو هو، سو موڪليس. ڪڏهن هن جالو ته
منهنجي پتيءَ لي ڪائي مشڪلات آهي. چندر پرڀا شهر جون
سڀ ويشائون گڏ ڪيون. انهن مان هڪ هئي نه هئي چندر پرڀا
جهڙي عقل ۽ شڪل ۾ هئي. هنکي چندر پرڀا چيو ته تون
وزير سان پرڻ ڪر. استرين جهڙو پورو پرڻ ڏيکاريندس.
مان توکي گهڻو ڌن ڏينديس. پنهنجو پيد ظاهر نه ڪج. انهن
کيس وزير وٽ موڪلائين. وزير گهڻو خوش ٿيو. هنکي
پنهنجي ديس ۾ وٺي ويو. چندر پرڀا نه مردانه ڪپڙا ڪري
شهزادو ٿي سندس پيان ويٺي. وڃي ڏٺائين ته سندس
پتيءَ کي قاصيءَ تي چاڙهڻ جو حڪم ٿيو آهي. راجا وٽ
ويٺي ۽ پڇائينس ته ڪهڙو معاملو آهي. هن چيس ته هنجي
باٿم شرط رکيل هئي ته جيڪڏهن هيءُ وزير هن راجڪمار
جي استري وٺي آيو ته راجڪمار کي قاصي ۽ جيڪڏهن نه
آڻي سگهيو ته وزير هنکي پنهنجي ڪنيا ڏيندو. وزير هنجي
استري چندر پرڀا کي وٺي آيو آهي جو جو موتو اُن جهڙو
آهي. تڏهن شهزادي جي ويس ۾ چندر پرڀا چيو ته مان ته

رهڻ ٿي لائق آهي - اهڙو پربر يا اهڙي نيتي ڏسي جنا هٽي نه سگهيس - پنهنجي پيءُ جو پت ڀڄي نه سگهيو. وري هن خيال ڪيو ته هيءُ به ته پنهنجي پيءُ جي ڏيءُ نه ڀڃي، هن پير ضرور هٽطا اٿر - تڏهن هنجي مترن چيو ته هن ڪان رسوئي ناراهه - هڪڙي پٽائن جي ياجي پندرهن نمونن جي ٺهندي آهي - ڏهه نمونا هنکي ٻڌائيج ۽ پنج نمونا ڳجها رکج - کائڻ وقت هنکي چئجانءِ ته فلاڻو نمونو ڪٿي آهي - نه آڻي سگهي ته پڄ جتا هٽجانس - هن چيو ته ڏاڍو چڱو - هن اچي پنهنجي استريءَ کي چيو ته پوڄن تون ناهه - هن پنجويهن نمونن جا پٽاٽا تيار ڪيا - هنجو پتي پنهنجي مترن سوڌو کائڻ وينو - پندرهن نمونا گهري ڪٿي چپ ڪيائين - چندر پربا ڏهه نمونا پيا به ڏيکاريس. پتي شرمندو ٿيو. چيائين ته هيءَ مار ڪين کائي سگهندي. گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ هن خيال ڪيو ته ڪنهن طرح سان هنکي پيءُ جي ڏيءُ نه ڀڃڻ ڏيان - ويچار ڪيائون ته هنکي چئه ته مان ٻارهن ورهين تائين تيرٿ ياترا ڪندس - جيڪڏهن هن هٺ ڪري ته هٽجانس جتا - جي هٺ نه ڪري ته هن کان پڇجانءِ ته تون ڪهڙو ڪم ڪنديئن - جيڪڏهن چوي ته جيڪو چئو ته چئجانس ته منهنجي اچڻ کان اڳ، هڪڙو باغ اهڙو ٺاهه جنهن جهڙي باغ پر تون ٻڙهائيندي هجين ۽ اُنهي باغ پر هڪڙي عمدي کوٺي ٺهائجانءِ ۽ وزير جي کميا مان منهنجي دناران هڪ پت به پئدا ٿي وڃي - هن پر خرچ نه تنهنجو لڳي نه منهنجو لڳي - اِنهيءَ طرح راجڪمار اچي چندر پربا کي چيو - هن سڀ ڳالهه قبولي، ڪو هٺ ڪو نه ڪيائين - هنجي پتيءَ پنهنجو فوٽو هنکي ڏنو ۽ هنجو فوٽو پاڻ ورتائين ۽ اُتي هليو - هڪڙي راجا جي وڃي نوڪري ڪيائين - هڪڙي ڏينهن استرين جا پرسنگ هليا پئي - هن پنهنجي استريءَ جي وڏائي ڪئي - چيائين ته منهنجي استري

هڪڙو وڏو روڳي ڪوڙهيو ميڙن ڪپڙن وارو دست ۾ اُلٽيون ڪندو اُتي گڏيس. مهاتما جي وچنن تي نسچو ڪري براهمڻ کي سڏائي اُن سان شادي ڪيائين - روڳيءَ گهڻي مدح ڪيس ته مونسان شادي نه ڪر، پر هن چيس ته، تون منهنجو پتي آهين ۽ سندس شيوا ڪيائين - منت منت ۾ هنکي دست پيا اچن ۽ ڪڏهن اُلٽي پيئي اچيس پر هوءَ گهڻي پريم ۽ شرڌا سان پرگلان تي، هنجو مل موتر پيئي ڪڍي، پيرون پيئي ڏئيس- تن ڏينهن تائين هن ويشيا کي نه اشنان ڪرڻ جو وقت مليو ۽ نه اَن جل وٺڻ جو. شيوائي ڪندي رهي- ٽئين ڏينهن روڳي پتي مري ويس - تڏهن مڙل کي پنهنجي گرد ۾ وهاري چکيا تي چڙهي سٽي ٿيڻ لڳي - تڏهن سندس ڌرم کي ڏسي مڙل سري ۾ روڳيءَ مان ڀڳوان پرگهٽ ٿيو ۽ چيائين ته مان اُي تنهنجو پتي ٿيو هوس - تنهنجا وڏا ڀاڳ آهن - تنهنجو نالو سنسار ۾ پدرو ٿيندو - هاڻي تون لوڪن جي اُڌار ڪرڻ لاءِ ندي روپ ٿي پئه. تنهنجا نالا گنڊڪي ۽ شالگرامي پئي ٿيندا ۽ منهنجو نالو سالگرام ٿيندو ۽ تنهنجي ندي روپ سري ۾ مان پرگهٽ ٿيندس - تڏهن هوءَ ندي ٿي پيئي، جا هري هرکيتر جي مندر جي ويجهو آهي - اُنمان ٿي سالگرام نڪرندا آهن، جنکي ڀڳوان روپ جاڻي پوڄيو آهي - تنهنڪري استرين جو پرم ڌرم پتي شيوائي آهي -

چندرپريا جي وديارٿين مان هڪڙي ڪنيا چئي رهي هئي ته پتورتا ڌرم بدائڻ ڏايو ڪٺن آهي. اُئين چئي هوءَ روئي پيئي. چيائين ته منهنجو پتي ڏايو سخت آهي. تڏهن چندرپريا چيس ته پتي کهڙو به سخت هجي پنهنجي عقل سان اُنجي آگيا پالي سندس مار نه کائجي تڏهن هن چيس ته توکي اهڙو پتي ملي تڏهن خبر پوئي. راج ڪنيا چيو ته

اُتر- ”حڪم رضائي چلڻا“ ۽ ”مالڪ حڪمي جي بجهي
نه هؤمي ڪهي نه ڪوءِ.“ [ جپ جي صاحب صفحه ١

پرميسر جي حڪم يا آگيا ۾ رهڻ ڪري هؤمي نٽي وڃي
ٿي. جو ڪجهه ٿي رهيو آهي سو آگيا سان ٿي رهيو آهي.
حڪم اٽڙو مڃڻ گهرجي، جئن پتور تا استري پتيءَ جو حڪم
مڃي ٿي.

ڪٿا:- هڪڙو چندرڪيتوءَ نالي راجا هو. هنجي ڪنيا
”چندر پريا“ پنهنجي پتيءَ جي آگيا پالن ڪئي. راجا کي
ڌيءَ ئي هڪڙي هئي، سا به وڏن يگين ڪرڻ سان ڄائي
هيس. هن ڪنيا کي سندس ماتا ۽ پالڻ وارين داين خوب
پتي ورت ڌرم جو مهاتم پڙهايو ۽ اُن ڪنيا پنهنجي باغ ۾
ودياليه کولي پنج- سٽ سؤ ڇوڪرين کي پتورت ڌرم جو
مهاتم پڙهايو. هنجي سندر گڻن جي ڪيرتي ديس ديسانترن
۾ ڦهلجي وئي. هڪڙو راجڪمار هنجي ڏسڻ لاءِ آيو ۽ هن مالهيءَ
کي رشوت ڏيئي باغ جي بوٽن ۾ لڪي هنجي پڙهائي
( پاڙهڻ جي ريت ) ٻڌي.

هڪڙيءَ ڪنيا چندر پريا کان سوال ڪيو ته استرين جو
لنبيه ڪرم روپ سڀ ڌرم ڪهڙو آهي؟

اُتر- ڪنيائن کي وواه ڪري پنهنجي پتيءَ جي ئي شيوا
سڌرم آهي. ڪنيا ياوم رهڻ ڌرم نه آهي.

ڪٿا:- جنهن وقت بليدرجي تيرٿ ياترا ڪندو ڪندو
سرسوتي نديءَ جي ڪناري تي آيو، تڏهن رشين کان
سرسوتيءَ جو پرسنگ پڇيائين. رشين چيو ته اڳين جنم ۾ هيءَ
سرسوتي وڏي تپشيا ڪندي هئي. شادي ڪانه ڪئي
هئائين- سندس پتا شاديءَ لاءِ گهڻو زور ڪيس، پر هن پتا
جو چيو نه مڃي تپشيا ڪئي- تپ پل ڪري سرسو سودي

اڳتي موٽي ڪونٻانس لڏهن رڳواس (راڻن جي رهڻ جو مڪان) آڪتو. ان ۾ ڏبرج روڳي راڻي هئي. هن ڇهو لـ موهه روڳي شترو موڪلي دڪ ڏني تو. ان کان مهوهجي رکيا ڪر. جيگماسوءِ ٻسڪ يعني واڇار جي ٻرپاڙ سان موه کي جهتي ڏبرج جي رکيا ڪئي.

موٽي اڳتي ڪونٽانس لہ پت راڻيءَ جو محلات لڪتو. ان مان شالتي روڳي پت راڻي لڪتي. هن ٻيهو لہ مان هردي ۾ رهان ٿي ۽ اهڪار روڳي شترو موڪلي دڪ ڏني تو. اهي کي ماري مهنجي رکيا ڪر. اهيءَ طرح آلر ڳيان سان اهڪار کي ماري شالتيءَ جي رکيا ڪيائين ۽ شالتي ۽ ڏرلي (ڏبرج) ٻئي پت راڻيون ٺاياڻس ۽ ٻاقي ڪرلي، د ٻا، لڇا اهن کي ٻس سان ٻرٽاني جڏ ياڻين يعني سنسار ٻن کي ڏيئي جڏياڻس ۽ جيو جو اهي ٽيڪي موڪهن کي هٽ لہ گهرجن، جو جو گوٻن کي لڇا هئي لہ متڙا ۾ رهڻ واري ڪرشن مهاراج کي لج جي ڪري لہ وجي ملون. جڙٻرب ديا ڪئي هرڻيءَ جي ٻسيان، لہ ٿي حمر ٻالاڻين. ڪمرلي ۽ لوڪ واشنا ٻراڇي وجي تي. اها ٻہ ڳيان ۾ رنڊڪ وجهندڙ آهي.

ڪٿا ڪالموءِ ٻرهمن شڪا ڪئي لہ هڙمي ڪئن اورت ٿئي.

اُلر- ٻرمسر جي آڳيا لي هلڻ سان.

هئي هڪڙي ٻڳت ”ڪڙ سچارا هونٻئي. ڪڙ ڪوڙي ٿئي ٻال“ اهي لڪ هو ارت ٻڇيو. سوامي جن چيو لہ سري گرو انگد ديوجي سري گرو نانڪ ديوجيءَ کان ٻڇيو هو لہ هيهن جو نالو ست آهي لهڻي ٻرابيءَ وارو ڪئن ٿجي. لڏهن گرو جن چيو لہ حڏهن ڪوڙ جو يعني هڙميءَ جو ٻردو ٿئي. وري ٻڇيائين ”ڪڙ ڪوڙي ٿئي ٻال.“

شڪ پيو ته اڄان به هن وٽ وڌيڪ مال هوندو، جنهنڪري
چوي ٿو ته واڌي ۾ آهيان. ٻاڪن پڇيس ته تو وٽ واڌو
ڪهڙو آهي؟ جواب ڏنائين ته ڄمڻ مهل ته اُگهارو هوس،
هينئر لنگوٽي ته اٿم. اِهو ٻڌي چورن جي من ۾ به ويچار پيدا
ٿيو ۽ هن ۾ شرڌا ٿين. سڀ مال اسباب هنکي موٽائي ڏنائون،
۽ سندس شش ٿيا.

**ڪٿا:-** هڪڙي نرڌن جو پٽ سنتوش جي ڪري اُي سمد رشي
ٿي پيو. سوهن طرح جو هڪڙو ماڙواري سيٺ هو. هنکي ڪو اولاد نه
هو. هن پنهنجي جاتيءَ واري ڪنهن غريب جو پٽ ناٽي تي خريد
ڪيو. ڇوڪري کي سکي رکيائين. قسمين قسمين دنيوي سک
ڏنائينس، يعني موٽر آدڪ وٺي ڏنائينس ۽ پڇيائينس ته گهر
سکي هوئين يا هتي وڌيڪ سکي آهين. هن جواب ڏنو ته
مونکي ته ٻئي جڳهيون برابر آهن. گهر ۾ به پوچڻ وغيره جو
چڱو گذر ٿئي ٿيو ۽ اهڙو گذر هتي به پيو ٿئي. ائين ٻڌي
سيٺ کي ڪاوڙ آئي. هن اُهو ڇوڪرو ٻيءَ مائيءَ کي وڪڻي
ڇڏيو، جنهنکي پنهنجو اولاد ڪو نه هو. انهيءَ سينياڻيءَ هن
سيٺ کان به وڌيڪ شيوا ڪيس. سينياڻيءَ کي هن سيٺ
سيکاريو ته ڇوڪري کان پڇ ته گهر ۾ سکي هوئين يا هتي
وڌيڪ سکي آهين؟ ڇوڪري ساڳيو جواب ڏنو جيڪو سيٺ
کي ڏنو هئائين. سينياڻيءَ به ڪروڌ ڪري هنکي ڪڍي
ڇڏيو. سينياڻيءَ راجا کي وڪڻي ڇڏيو. هنکي به اولاد ڪو نه
هو. راجا ڌرماتما هو. ڇوڪري جو سنتوشي سڀاءُ ڏسي هن
کي راڄ ڏيئي ڇڏيائين. وري انهي سيٺ اچي پڇيس ته تون
گهر ۾ سکي هوئين يا هتي وڌيڪ سکي آهين؟ ڇوڪري
اُهوئي اُتر ڏنو جو پهريائين سيٺ ۽ سينياڻيءَ کي ڏنو هئائين.
اهڙيءَ طرح سنتوش جي پرتاپ سان لوڀ کي ماري ڪيترن ئي
جي رکيا ڪيائين.

مهاتما ڪيا تن سان ۽ مٺن وچن روپي ٺار سان ڪروڌ روپي
شترو کي به ماري ڏيا جي رکيا ڪئي. جنهن ڪيا روپي
شستر جنهن جي هٿ ۾ آهي تنهن جو ڇا ڪوئي بگاڙي سگهندو؟
جنهن جتي ڪاهه، ۽ بوهه نه آهي ۽ ڪانئون نه ڪينهن، انهي
ڪاه لي ڪريل ناهه پاڻهي وسامي ويندي. پرمان —

**رجب ڇلي نه ڪروڌ پل — رهي ڪميا ڇڏهن — ڪا**
**جنهي دامن ڌريا پر — ڪتسي ڪون آيا ڪا**

جڏهن ماڻهن ۾ پرٿويءَ جهڙي ڪيا وارو ڪو ماڻهو
نه هجي ته منجهن مبلاب ٿي نه ٿي سگهي، ڇو جو ڪروڌ
جي ڪري لڙائي ٿئي ٿي. اندر جي لوڙي باهر هجي،
ڪنهن نه وقت ڏک ٿئي ته نه ڪاوڙ ڪري، نه ڪنهن کي
ماري. انهي جو نالو ڪيا آهي. اسمرٿ پرش جو تل ڪيا
آهي. ۽ سمرٿ پرش جو بل ۽ پوشڻ نه ڪيا آهي. ڪيائي
وسڪرڻ منتر آهي. ڪيا مان ڇا لڏو پراپت ٿئي انهيءَ
طرح ڪيا جي بل سان ڪروڌ کي ماري ڏيا جي
رکيا ڪيائين.

وري ڪونڻ لڳو ته مطلب جو دروارو ڪٿو. انهان هڪ
ڪمرليءَ نالي واري براهمڻي اڪئي. آن به جو مهاراج! مان
هتي رهندي آهيان. اوب نالي وارو سترو مونکي تنگ
ڪريٿو. توهين هن ڪان منهنجي رکيا ڪريو. جڳياسوءَ ستوڪ
۽ ادارتا جي تل سان اوب کي ماري ڪمرليءَ جي رکيا
ڪيائين. جنهن هڪڙي ستر ئي شاهه ستوڪ جي تل سان لوب
کي جيتو هو. هڪڙي پيري ڪنهن ستري شاهه وٽ ڌاڙو
آيا. سب ڪجهه ڪٽي ويس. فقط لانگوٽي وڃي رهيس.
ستروساهه خوش ٿي چوڻ لڳو ۽ جوڻ لڳو نه وري به ته واڌي
۾ آهيان، گهاٽي ۾ نه ڪونه آهيان. تڏهن انهن ڌاڙن کي

متر آهي. اڄ جيڪي هومو ائين گهرندو سومان هنکي ڏيندس.
زميندار چيو ته مهاراج! ديس ۾ ڏڪار پئجي ويو آهي، پسون
پيا بک مرن. چار وکيي ويا آهي. انهي لاء چار ڳوٺيون بوسي
جون ڏياريو. اها ڳالهه ٻڌي سڀي سيا کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي
۽ چيائون ته ڪهڙو نه مورک آهي. راجا کان پريءَ سيا ۾ بوسو
گهري سندس عزت وڃائي اٿس. سيا مان ڏڪا ڏيئي
ڪڍي ڇڏيائونس. تنهنکري ٻرهمر ويتا مهاتما وٽ وڃي
ڪڏهن ٻه اناتم پدارٿ منگڻ نه گهرجن. اهي وچن ٻڌي
شش چيو ته مهاراج! منهنجو سچو ڏن نام روپي ڏيو. مهاتما
چيس ته سربر روپي هڪڙي براٽي دب آهي تنهنکي ڳول
يعني ويچار ڪر، ته انمان آتم روپي خزانو ڪري ايندو. شش
ويچارو سربر روپي براٽي دب کوٽڻ لڳو. جڏهن ٻهر پائين
يگيه شالا ڏسڻ ۾ آئي، يعني نيترن جو ويچار ڪيائين - اُنمان
هڪ براهمڻي استري نڪتي، جنهنجو نالو لجا هو - هن پرار تها
ڪئي ته هي استان منهنجو آهي - هن ۾ هڪ ڪام روپي چور
اچي ويو آهي - اُن کان منهنجي رکيا ڪر - جنهن کي ڪام
جيئڻو هجي سو نيترم رهندڙ ڪام کي روڪي، يعني استريءَ
جي طرف نيتر وجهڻ نه ڏئي. هجي ڪهڙن ٻه انگ کي نه
ڏسي ۽ من سان استريءَ جو سنڪلپ نه ڪري - ماڻهن جو
ڏبرج ناس ڪرڻ وارو ڪام استرين جي سنڪلپ سان
پيدا ٿئي ٿو - ڪام جي جئه ڪرڻ جو اُپاءَ من ۽ اندرين کي
روڪڻ آهي. انهي اُپاءَ دئاران ڪام کي جيتي لجا روپي
استريءَ جي رکيا ڪيم - پوءِ سربر روپي دب کي وڌيڪ
کوٽيم تڏهن ڏ ر...الا هڪڙو استان ڏٺم، جنهنجو نالو مکه هو.
اُنمان هڪ ديسا نالي واري استري نڪتي. اُنهي پرار تها
ڪئي - ته مهاراج! ته مان هن مکان ۾ رهان ٿي. انمر هڪ
ڪزوڏ روپي چور اچي ويو آهي. اُن کان منهنجي رکيا ڪريو-

**ارٿ** — چوڻيءَ ڪِنا لفظن ڪرم يعني لش ڪام رولي ڪائيون ڪٽي اچي ؛ ”باغ“ يعني سڪامي ڪم ؛ ”لرڪ“ يعني لشد ڪم لنهي لڙ ڏيک نه وڃي. ”سڪي“ يعني هن لوڪ جي واشنا ؛ ”گلر“ يعني اوهر لوڪ جي واشنا ڇڏي اچي ؛ لش ڪامنا جي پوري اڏي اچي.

اهڙيءَ طرح گروءَ اشارو ڪيو ته سنتن وٽان اهي شيون وٺي اچي ؛ ماڻڪ لعل شيون سنتن وٽان نه گهورڻ ڪين. جيڪو اهي شيون سنتن کان گهرندو، سو مان نه پائيندو. اُلوڪار جو لائق ٿيندو. اهڙي ئي گيانِي لوڪ هئا ؟ ڪٿا ڪيندا آهن ته:-

هڪڙو راجا شڪار ڪرڻ ويو. هڪڙو هرڻ هن کي پري وٺي ويو. راجا ٿڪجي پيو. هن کي گهڻي اُڃ لڳي. پراڻ نڪرڻ تي هئس. هڪڙو ڪوهه نظر آيس جنهن تي هڪ زميندار ويٺو هو. هن کي چائين نه مولکي پاڻي پيئار. هن ڪجهه کرائي قند ۽ ٻڪلي پيئاريس. راجا گهڻو خوش ٿي پڇيو مٿو ڪيس ؛ پڇو لکي ڏئانس ؛ جوابيس ته ڪنهن به شيءِ جي ضرورت پوندي ته مولوت اچي. ڪجهه وقت گذريو ته اهي ڏڪر پيو. زميندار وٽ ٻجن واسطي جار ڪو نه رهيو. ڏهن هن خيال ڪيو ته مٿو وٽ وڃان. هن کان چار گهوڙن لوسي هون وٺي اچي. زميندار راجا وٽ آيو. اُتا سند ڏيکاريائينس. راجا ڏاڍو سنڪار ڪري پنهنجا سڀ خزانا، محل، ماڙيون موجود وغيره ڏيکاريائينس ؛ پاڻ ساڻ گڏ وهاري جائينس ته هي سڀ ڪجهه تنهنجو آهي. زميندار ٿورا ڏينهن رهي جيو ته موڪل ڏيو. راجا چيس ته چگو مان سڀاڻي سڀ ايڪٽيندس. اُتي جيڪي توکي گهرجي سو وٺج. ٿي ڏينهن راڻ سيا لڳي. راجا سيڻي ڪي جيو ته هي مهڙو

اڇج ۽ اڇڻ ۾ جهولي پري، يعني پڌي روپي جهولي ۾
برهم جي ايڪتا روپي گيان سان ڪماڪن پري اڇڻ.

**(مول)** ٻوجي پکيا جل ڪي ليپاڻا –
ڪوپ باولي پاس نہ جاڻا
تال تلائي چھوڙڪي آنا – ليپاڻا پي ٿوڻا پرڪي .

**ارٿ :-** ٻي پکيا ”جل“ يعني نام روپي جل، ايشور ۾
ڌيان ڪري ”ڪوپ باولي“ يعني ديوتا ۽ ديوين تنهن
ڌيان نہ ڪجي، يعني ايشور جوئي انمين ڌيان ڪجي.
”تال تلائي“ يعني استري ۽ پتر آدڪن جو پرام چڏي
ايشور جي طرف اڇڻ ۽ چت روپي تمبو ايشور جي پرام
روپي جل سان ڪماڪن پري اڇڻ. **(مول)**
ٽيجي پکيا ماس ڪي ليپاڻا –
جيو جنت ڪي پاس نہ جاڻا
زنده مردا چھوڙڪر آنا – لي آنا پي هانڊا پرڪي .

**ارٿ :-** ٽين پکيا ”ماس جي“ يعني مدو ناس (سمدرشٽي)
جي آڻج ۽ پيد پڌيءِ سان ”جيو“ يعني برهما، ”جنت“
يعني ڪيٽلي يعني برهما ڪانوني چيٽيءِ تائين ڪنهن وت نہ
وڃڻ، پاو پيد پڌي نہ ڪجي ۽ ”زنده“ يعني برهم
گياني ۽ ”مردا“ يعني اگياني اها پيد پڌي ۾ چڏي اڇج
۽ من روپي ”هانڊو“ يعني ٿانو سمدرشٽيءِ سان پري اڇج.

**(مول)** چوٿين پکيا لڪڙي ڪي ليپاڻا –
باغ برک ڪي پاس نہ جاڻا
سڪي ڪلي چھوڙڪر ليپاڻا – لي آنا پي ڪٿا پرڪي .

ڀائي صاحب سنگتن ۾ انهيءَ ڳالهه ۾ زور رکندو هو ته ڪين سنگتوءَ جي
آگيا پالڻ ڪرڻي ضروري هئي. اڪري گهر ۾ اچي ڀيڻجي
استري کي سان سڀ حال ڪيائين. اُن ۾ گرو جن کي ساکي رکي
سنگتوجيءَ جي سيوا جي عيوض ڀيڻجي ڌيءَ ڏني.
ڀائي جي ٻئي ڇوڪرائون وٺي جهيور وٽ ويو. تڏهن مهاڻي
هڪڙي طوطو ڏنو. طوطو ڪٽي سنگتوءَ ڏانهن هليو. هو ڏانهن
مهاڻو ٻئي ڇوڪرائون وٺي ڪهر ويو. سندس زال مٿس ڦٽڪار
وڌي ۽ چيائينس ته توهيءَ وڏو پاپ ڪيو آهي. ڇو جو
گرو صاحب جڳت جا اوتار جاڻي جاڻڻ هار آهن، جڏهن
هيءَ خبر پوندا تڏهن خبر نه آهي ته اسانجي مٿان ڪهڙي
آفت ايندي. تنهنجو مهن ٻنهي جهان ۾ ڪارو ٿيندو. تنهن
ڪري تون هينئر سنگتن جي پيري پئه ۽ ٻنهي ڪنيائن کي
۾ پيري پئه ۽ زبان مان چئه ته توهين ٻئي منهنجون ڌيئر
آهيو. مان سڄي عمر توهانجي پوڄا ڪندس. هاڻي وڃ
سنگتن جي سرن ۾ وڃي پئه. پنهنجو اپراڌ بخشاءِ. هو ڀڄندو
ڀڄندو سنگتوءَ جي شرن ۾ ويو. گناهه بخشايائين. چيائين
ته هيءَ ٻئي منهنجون ڌيئر آهن. سنگتو ٻڌي چپ ۾ اچي
ويا. ڀائي هرپال ۾ اڃان طوطو ڪٽي نه آيو هو. مهاڻو پهريائين
پهچي ويو هو. اِهي وچ ڀائي جي ۾ طوطو ڪٽي آيو. سنگتوءَ
جي چرني لڳو. چوڻ لڳو ته سنگتو! طوطو حاضر آهي.
سنگتن اکيون کوليون ۽ ڀائيءَ کي ڪنٺ سان لڳايائون ۽
چيائون ڌن تنهنجي ڪمائي. ڀر هڙو ڪم موٽي نه ڪجاءِ.
تو ته حد ڪري ڇڏي. اڄ کان وٺي هي اسانجون ڌيئون
ٿيون جهڙيءَ طرح پهرين وڏڙ اسانجي ڌيءَ آهي تئن هي ٻئي
آهن. اسين ئي هنن جي شادي ڪرائينداسين. اڄ ته ٽيئي
وڏڙ تي پيئون. سنگتو جي آکڻ جون پريمي سکن سان
شاديون ڪري ڇڏيون. اڄ کان وٺي ڀائي هرپال جو گرو ۽

جڏهن سري گرو هرگوبند صاحب سان ڀائي هرپال پريت ڪئي هئي. هو گرو صاحب جو اننيه ڀڳت هو. جڏهن لوهه جنگ جي ميدان هلندو آهي ان هو سنگرن جي چرنن ۾ هميشه رهندو هو. هڪڙي ڏينهن سنگرو شڪار تي ويا. موٽندي رستي ۾ مهاڻي هڪ طوطو کسو ويو هو. طوطي جو منو منو آواز ٻڌي گرو جن ٻرسن ٿيا. طوطو ڀاڳي ٻڙهيل هو. گرو جي انکي ڏيئي ويا. جياتون واهه، وڏيا چڱي ٻڙهي اٿس. ڀڪيءَ مان ماٺهو تي ٻيو آهي. ائين جئي اتي هليا. ڀائي هرپال ٻڌس نه ڪنڌ هن توهانجي اڳيا هجي نه هيءَ خريد ڪٽي ڪريون. توهانجي ڪچهريءَ ۾ ٻيو نه ڪو ٻيو هوندو؛ منيون منسون لاتون ٻيو ڪندو. گرو صاحب چيو ته هيءَ ويچارو بي قصور قيد آهي. مهاڻي کي ناڻو ڏيئي ويءِ آءِ ته ويچاري کي آڏائي ڇڏيون. ائين جئي ٻاڻ هليا ويا. ڀائي طوطو خريد ڪ ويو. پر مهاڻي جهس ته هيءَ ٻڌس تي ڪبن وڪامندو. انهي عوض مونکي پنهنجي پٽ ڏيندين تڏهن مان طوطو ڏيندو سانءِ. ڀائي هي پنهنجي گهر ويو. ماءُ کي چيائين ته گرو صاحبن لاءِ طوطو خريد ڪرڻو اٿم. انهي ناڻي بدران ڇهون پٽ تو گهري. تڏهن ڀائيءَ جي ماتا چيو ته گرو جن جي شيوا کان وڏيڪ ٻيو ڇا آهي. مون ته تن، من، ڌن سروس گروءَ کي ارپن ڪري ڇڏيو آهي. گروجيءَ کي ساکي رکي مان پنهنجي ڪپا ٿروجيءَ جي شوا ۾ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. تون گروجيءَ جو اننيه شيوڪ آهين. ايڪ پنهنجي پٽ مهاڻي کي ڏيئي گروءَ جو ڪم ڪر. ڀائي جي پنهنجي پٽ وني جهبور وت آيو. جهبور هنکي سوڙهي سياءِ وارو ڏسي چيو ته هاڻي پنهنجي لاڻي ٻه ونيءَ آءِ، تڏهن طوطو ڏيندو سانءِ. ڀائي هرپال گهڻو سمجهايس. پر جڏهن هٺ ڪيو، ته تڏهن ڏيءَ آڻيندين تڏهن طوطو ڏيندو سانءِ.

ڇوڪرو برتن ڪري مهاتما جي روٽي ڇڪي تي ڪٽي رکندي هئي - پوءِ جڏهن مهاتما ايندو هو تڏهن پريم سان روٽي ڪٽي کارائيندي هين. مهاتما پاٽيهي ڏيرڪري ايندو هو- هڪڙي ڏينهن استريءَ مهاتما کي چيو ته اڳتي پاٽيهي روٽي لاهي کائيندا ڪريو. مهاتما روٽي ڪٽي کائيندو هو. جڏهن ڇهن مهنن مان باقي هڪ ڏينهن رهيو ته مهاتما آيو ئي ڪين- اُن ڏينهن شاهوڪار جي ڳالهه جو ڇوڪرو گم ٿي ويو هو- استريءَ دڪان تي چوائي موڪليو ته اڄ ڇوڪرو ڪونه آيو آهي - شاهوڪار ڳوليندي ڳوليندي مهاتما جي ڪٽيا تي اچي پهتو- نمسڪار ڪري اچي چيائين ته مهاراج! اڄ ڇوڪرو گهر ڪونه آيو آهي انکي ڏسڻ آيو آهيان. هت ته ڪونه آيو- مهاتما چيس ته هت ته ڪونه آيو. پر مان به ته تنهنجي گهر اڄ ڪونه آيو آهيان- مونکي ڏسڻ ڪونه آئين. ڀڳت چيو، هري هري، توهين اڄ روٽي کائڻ ڪونه ويا آهيو- گرو جيءَ چيو ته مون ته توکي ڀهرئين ڏينهن ئي چيو هو ته ڇوري جيترو پريم به نه رهندو- اهو چنڊ جو درشٽانت ڇيو ويو- هاڻي سورج جو درشٽانت ڇٽجي ٿو- جئن سورج اُيرڻ مهل اُس جو پاڇو تمام ڊگهو ٿي ويندو آهي - جئن جئن سورج مٿي چڙهندو ويندو آهي تئن تئن پاڇو وڏو ٿيندو ويندو آهي- منجهند جو ذرو به نٿو رهي- تئن ڪل پرشن جي پريت شروعات ۾ گهٽي ٿيندي آهي پر پوءِ گهٽجي گهٽجي ويندي آهي ۽ اُتم پرشن جي پريت ڏينهن جي پوئين پاسي ۾ ماڻهوءَ جو پاڇو جئن ٿورو ٿورو وڌندي وڌندي شام جو گهڻو وڌي ويندي آهي- تئن اُتم پرشن جي پريت پهريائين ٿوري ٿيندي آهي پر پوءِ وڌندي وڌندي وڌي ويندي آهي-

سو تنهن ڏينهن نه رهيو. ٻئي طرح ٻهرئين مهني وارو ٻئي مهني پر نه رهيو. جڏهن ٻيو گهنجي ويو تڏهن شاهوڪار پنهنجي استريءَ کي چيو ته مان گروجيءَ کي ٻهربانين نه وٺڻ تو وڃان. موٽي ڀوڄن ڪرائي جڏهن تو وڃان وقت گهڻو لڳي ٿو وڃي. تون گروجيءَ کي جيئن ته ڪريا ڪري پاٺهي ڀوڄن جي سمي گهر پر ايندا ڪن. ٻئي ڏينهن استريءَ پرارٿنا ڪئي ته مهاراج! توهانکي وٽي اچڻ پر ۽ موٽي پهچائي اچڻ پر سمو گهڻو ٿو لڳي وڃي. سيٺ جيءَ کي دڪان تان فرصت ڏاڍي ٿوري ٿي ملي. انهي ڪري توهين پاٺهي اچي ڀوڄن پائي ويندا ته ڪهڙو هرج آهي. مهاتما جيو ته ڏاڍو چڱو، ڪو هرج ڪونهي. اڄ پاٺهي روٽي کائي ويندس. انهي ڪري وقت مهاتما پاٺهي ڀوڄن کائي ويندو هو. پر شاهوڪار پنهنجي هٿن سان گروجيءَ کي ڀوڄن ڪرائيندو هو ڪنهن وقت ڪالهه موٽي پنهنجي استريءَ کي چيائين ته مهاراجن کان پڇ ته جيڪڏهن پڪت ڪنهن ضروري ڪم ڪري نه اچي سگهي ته مان توهانکي ڀوڄن ڪرايان ته ڪهڙو هرج آهي، ڇو جو مان به توهانجي ڏيءَ آهيان. مهاتما جيو تون به اسانجي ڏيءَ آهين بيشڪ اسانکي ڀوڄن ڪراءِ. پوءِ تنهن پڪت درشن نه ڪوله ڪندو هو. استري ئي ڀوڄن ڪرائيندي هئي. ٿورن ڏينهن کالهه موٽي استريءَ کي چيائين ته گروجن کان پڇ ته موٽڪي ٻاهر اندر وڃڻو پوي ٿو. جيڪڏهن آگيا هجي ته توهان کان ڪڏهن اڪيلي ڀوڄن ڪري وڃي. مهاتما جيئن ته جي ڪندو ڪري. پوءِ استريءَ چيس مهاراج! جيڪڏهن توهان جي آگيا هجي ته توهان کان اڪيلي اٿ جي جوٺي ٿالهه پر هڻ نه روٽي کائيندي رهان. مهاتما چيس چڱو جيئن وڻيئي تيئن ڪر. پوءِ استري ٻهرپائين روٽي کائڻ لڳي.

وڏا اينديون پورڻ پريت ڪندا آهن. مورک جي پريت پهريائين
پورڻماسي جي چنڊ وانگر پورڻ ٿيندي آهي پر پوءِ ڏينهون ڏينهن
گهٽجي گهٽجي ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي آهي جئن پورڻماسيءَ جو
چنڊ ماگهٽبو گهٽبو اماس ڏينهن ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. هي
اڌ ڪاري! پهريائين نيچ پرشن جي پريت توکي ڏيکاريان ٿو.
هڪڙي شهر ۾ وڏو وئراڳي پرهم نشٺ مهاتما رهندو هو؛
بکيا ڪري گذر ڪندو هو؛ هڪڙو وقت شام جو ستسنگ
به ڪندو هو؛ اُن شهر جو هڪڙي شاهوڪار ڏ بکا ديکي پريم
پاو سان کين گرو ڌارڻ ڪيو؛ چيائينس ته سوامي جي! منهنجي
گهر ۾ چرڻ گهمائي پوتر ڪريو. مهاتما چيو چڱو. نيٺ وڏي
ڌوم ڌام سان مهاتما کي گهر وٺي آيو. سڄي برادريءَ کي
پوڄن ڪرايائين. سڄي برادريءَ جي سامهون ئي مهاتما کي
پرارٿنا ڪيائين ته توهين جيستائين هتي رهو تيستائين مون وٽ
پوڄن ڪندا ڪريو. پر مهاتما نه مڃيو. پوءِ پرارٿنا ڪيائين
ته گهٽ ۾ گهٽ ڇهه مهنا ته توهين منهنجي گهر ۾ اچي پوڄن
ڪري ويندا ڪريو. توهان ڪان پوءِ اسين پوڄن ڪائيندا سين
مهاتما چيس ته پهريائين ته اسانکي بڌاءِ ته تنهنجو مونسان
ڪيترو پريم رهندو. شاهوڪار چيو ته مهاراج! توهين منهنجا
پرميسر آهيو. توهان سان منهنجو پورن پريم رهندو. مهاتما
چيس ته پورن پريم ته پري رهيو پر تنهنجي گهر ۾ جو ڪتوءَ
جو وڇڙو آهي اُن جيترو پريم مون سان ٿي وڃيئي ته به چڱو
شاهوڪار چيو هري هري مهاراج! وڇڙو ڪهڙي چيز آهي.
توهان سان وڌيڪ پريم ٿيندو. توهين ڪرپا ڪري ڇهه
مهنا ته ضرور مڃيو. پر مهاتما ته نه مڃيو. آخر گهڻو پريم ڪري
چئن مهنن جو پوڄن منايائين. پر پريم ۾ فرق پئجي ويو. جو
پهرئين ڏينهن پريم سو ٻئي ڏينهن نه رهيو. ٻئي ڏينهن جو

روڪيس- هنومان جيءَ گهڻو سمجهايس ته مهنجي درشن ۾ يعني ١٢ ٻجن ۾ تورا منٿ رهيا آهن- جيڪڏهن موکي درشن نه ڏيندو ته مان سر ڇڏي ڏيندس ۽ هتي پگوان به سر ڇڏي ڏيندو- ته به سدرشن چڪر نه مڃيو- هنومان جيءَ درشن جي هلاس (خوشيءَ) ۾ اچي سدرشن چڪر کي پڪڙي ٻه ٽڪر ڪري ڇڏيو ته هنومان جي بل کي ڏسي سدرشن چڪر جو به ايمان دور ٿيو.

اِنهيءَ طرح گروءَ بنا ويد شاستر پڙهڻ ڪري ڪام ڪروڌ آدڪن جي لورتي لٿي ٿئي ۽ نڪي هوميءَ ئي لورت ٿئي ٿي- تنهڪري ست سنگ ڪرڻ سان ئي پهچ ٿي وس ۾ اچن ٿا- اهڙيءَ طرح ارت ٻڌائيندي سپتميءَ جو ميلو پورو ٿيو. اشٽميءَ جو سوير ڏوم ڏام سان سري گروگرنٿ صاحب جي سواري پنجاب سنڌ چيٽر ۾ ڪٽي آيا. پوءِ ميلو سماپت ڪري دسميءَ جي ڏينهن پاڻ سوير اڪيلو جهنگل دسا ڪرڻ لاءِ اٿڪل ڏيڍ ميل جهاريءَ کان پري وڃي جڏهن سوچ ڪري سوامي جن هٿ پير ملڻ لڳا تڏهن سوامي جن جي ڏائي ٻانهن هڪڙي ڪتي اچي پڪڙي، جنهنجو هڪڙو ڏند ڪپڙي جي پلو ۾ لڳو. ڪتو سوامي جن کي ڇڏي ڀڄي ويو. سوامي جن خيال ئي ڪونه ڪيو. رستي ۾ اچي ٻڌائون ته اهو ڪتو چتو ٿي پيو هو ۽ سترهن آدمين کي ڏاڙهيو اٿس- سوامي جن جي ڇتي ڪتي کان ڏارهجڻ جي خبر ٻڌي گهڻا پريمي درشن لاءِ آيا- سوامي جن کي ڪتي ڪو خاص ڪونه ڏاڙهيو هو، تنهڪري سوامي جن انهن آيلن سان خوش ٿي ڳالهائڻ لڳو. اشنان ڪريا ڪيائون. پوءِ راولپنڊيءَ جي هرمند روارن سيٺي پريمين، جي چيٽر جا ميمبر هئا اُنهن زور ڪين ته توهان کي ڪسولي پهاڙ تي وٺي ٿا هلون. اُتي چگي

پر اُلي ڀڄي ويو. وڃي ڏٺائين ته هنومان جي سيتارام، سيتارام
جي ڌُنيءَ ۾ اُلي ويٺو آهي. وڃي نمسڪار ڪري چيائينس
ته سيتارام جي توهان کي دوارڪا ۾ ياد ڪيو آهي.
توهين جلدي هلو. هنومان جيءَ چيس ته هاڻي آيو آهيان.
سوير جولو آئس. ڀڳوان کي ياد ڪندي ڪندي مون ته اڄان
ڏاڍين سماڌ نه کولي ڪئي آهي. ترس مان سماڌ ڪريان ۽
پوڄا ڪري پوءِ هلندس. تڏهن گرڙجيءَ چيس ته ڀڳوان ته
توسان ٻين سوير چڙهي ڏيندو. مثل ڪين ٿيندو. اُٺي هلي
سماڌ پوڄ ڪجو. هنومان چيس ته تون هلي ڀڳوان کي چئه
ته مان اچان ٿو اجهو. توهين شرير نه ڇڏيو. گرڙجيءَ چيس
ته مون کان سواءِ تون ڪين پهچندين. مون تي سوار ٿيءُ ته
توکي وٺي هلان. هنومان جيءَ چيو ته ڀڳوان جي سواريءَ تي
مان ڪين ويهندس. گرڙ گهڻوئي چيس، پر هنومان جيءَ نه
مڃيو. چيائينس ته هل ته مان اچان ٿو. گرڙ افسوس ڪري
ڏاڍو ولڪو هليو. پوءِ هنومان اشنان پوڄن ڪري هليو. دوارڪا
جي ويجهو گرڙ ڪان نه اڳي لنگهي ويو. گرڙ جو ايمان اُڀڙي
دور ٿي ويو. سمجهيائين ته مون ۾ هلڻ جي ڪهڙي طاقت
آهي. ڀڳوان جي ڀڳتن ۾ وڏي طاقت آهي. هنومان مولڪان
پوءِ آيو ۽ اڳيئي لنگهي ويو. هوڏانهن دوارڪا ۾ ستيا ڀامان
سيتا جو روپ ڌاري نه سگهي. تڏهن ستيا ڀامان جو ايمان
نه ٽٽي پيو. چيائين ته هنري وقت ۾ مان سيتا جو روپ
نه ڌاري نه سگهيس. ڀڳوان رڪمڻيءَ کي چيو ته تون جلدي
اچي سيتا جو روپ ڌار. هنومان جي اچي رهيو آهي.
سيتارام جو سروپ نه ڏسندو ته موٽي ويندو. سدرشن چڪر
کي ڀڳوان چيو ته تون دروازي تي بيهي رهه. جيستائين رڪمڻي
سيتا جو روپ نه ڌاري وٺي تيستائين هنومان جيءَ کي اندر
اچڻ نه ڏجانءِ. متان هنومان جي اچي وڃي. سدرشن چڪر

سدرشن چڪر چيو تہ مون ڪانسواءِ ڀڳوان گراھ ڪان ڪجھ جي رکيا نہ ڪري سگھيو هو- جل ۾ نہ وڃي سگھيو هو- ستياما کي ايمان ٿيو تہ مون جهڙي پياري راڻي ڀڳوان کي ٻي ڪائي ڪانهي - ڀڳوان ڪلپ ورڇ سرڳ مان منهنجي لاءِ آندو هو- انهي ريت ستياما ڀڳوان ۽ ٻين سڀني راڻين جو ترسڪار ڪندي هئي - ڀڳوان کي اها ڳالھ چڱي نہ لڳي - ويچار ڪيائون تہ هنن تنهي جو اهنڪار ڪڍي دور ڪجي - ويني ويني ڀڳوان ڏهين ٻجي ڏيهن جو روئڻ لڳو- وٽن هي مٿيان ٽيئي بيٺا هئا- هنن گھڻو پڇيو پر ڀڳوان نہ ٻڌايو - آخر گھڻي پڇڻ تي ڀڳوان چيو تہ منهنجو ڀڳت ڄگهدات پوريءَ ۾ رهي ٿو- اُن اڄ پرتگيا ڪئي آهي تہ ١٢ ٻجي جي اندر جيڪڏهن ڀڳوان سيتارام روپ ۾ درشن نہ ڏيندو تہ شرير ڇڏي ڏيندس- اهڙي ڀڳت جي مرڻ تي مان بہ پنهنجو شرير ڪين رکندس- دور هئڻ سبب نہ هو هتي اچي سگھي ٿو، نہ مان اُتي وڃي سگھان ٿو. پلا ڪنهن صورت ۾ ڪو هنکي وٽي بہ ايندو ۽ مان رام روپ بہ ٻجي ويندس پر سيتا بڻڻ واري ڪا بہ ڪانهي ، ڇو جو رڪمڻي ديويءَ جو پوڄن ڪرڻ ويٺي آهي سا بہ خبر نہ آهي تہ ڪڏهن اچي . ۽ ان ڪانسواءِ بي ڪا بہ سيتا جو سروپ ڌاري نہ سگھندي . ڀڳت کي ٻن ڪلاڪن جي اندر درشن نہ ٿيندو تہ ڀڳت سرير ڇڏي ڏيندو- الهي ڪري روئي رهيو آهيان- تنهنتي ستياما اهنڪار ۾ اچي چوڻ لڳي تہ سيتا بڻڻ ۾ ڪهڙي ڀارسي آهي - مان بڻبيس، روئو نہ- ڀڳوان چيس تہ سيتا وارا لڇڻ ، سياءَ تو ۾ ڪيئن- تڏهن هن هٺ ڪيو تہ مان سيتا جو سروپ ڌاريندس- وري ڀڳوان چيو تہ هنکي وٽي ڪير ايندو- وقت ٿورو آهي- گرڙ ايمان مان چيو تہ مان وٽي ايندو سانس ، روئو ڇو ٿا- ڀڳوان چيس تہ چڱو وٽي اچينس- گرڙ وٺڻ ويس- ٿورن منٽن

ڪير آهن؟ هن وري نه اهنڪار سان چيو ته ٿون مونکي
سڃاڻين ٿا. مان اڳني ديوتا آهيان. حالت وڏو منهنجو ٿالو
آهي. پرماتما جنهن ته تو ۾ ڪيڙو بل آهي. اهنڪار سان
چيائين ته مان ٽنهي لوڪ جلد ساڙي سگهان ٿو. ڀڳوان اڳني
اهنڪار ٽوڙڻ واسطي هڪڙو ڪک سندس اڳيان رکيو؛ چيائنس
ته اُن کي ته جلائي ڏيکار. هن گهڻي جوش مان پنهنجو سارو
زور لڳايو، پر ڪک کي جلائي نه سگهيو؛ لڄي ٿي موٽي
سڀا ۾ آيو. چيائين ته مونکي خبر نٿي پوي ته هي ڪير آهي.
ديوتائن وايوءَ کي چيو ته ٿون وڃي ڏس ته هيءَ ڪير آهي.
پر وايو ديو به حاڪي نه سگهيو؛ ته جي ويو. پرميسر پڇيس
ته ٿون ڪير آهين؟ اهنڪار ۾ اچي چيائين ته مان آڪاس ۾
وچرڻ وارو وايو آهيان. پڇيائينس ته تو ۾ ڪيڙو بل آهي؟
چيائين ته ٽنهي لوڪن کي جلد اڏائي سگهان ٿو. ڀڳوان هنجي
اڳيان به هڪڙو ڪک رکيو؛ چيائيس ته اُن کي اڏاءِ. وايوءَ
پنهنجي سموري بل سان اڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪک
نه اڏاڻو. تڏهن لڄي ٿي موٽي سڀا ۾ اچي چيائين ته مونکي
ته خبر ڪانه ٿي پوي ته هيءَ ڪير آهي. پوءِ سڀني ديوتائن
اندر کي وڃي چيو ته ٿون وڃي ڏسي اچ ته ڪير آهي. اندر
آيو. ڀڳوان اتي الوپ ٿي ويو. اندر کي درسن نه ٿيو.
لڄي ٿي ڀڳوان کي ياد ڪيائين. اتي اُما (پاربتيءَ) اچي
درسن ڏنس؛ چيائيس ته ڀڳوان اوهانجو اهنڪار ڪڍڻ ڪرڻ
لاءِ آيو هو. پوءِ اندر آدي ديوتائن جو اهنڪار دور ٿيو.

**ڪٿا (٣):-** ڀڳوان سري ڪرشن چندر جي دوارڪا ۾
رهندو هو. اتي گرڙ جيءَ سدرشن چڪر ۽ ستيا ڀاماجيءَ کي
ايمان ٿيو. گرڙ ايمان سان چيو ته جيڪڏهن مان نه هجان ته
ڀڳوان ڀڳتن وٽ وڃي انهن جي رکيا ڪين ڪري سگهي.

ہ نہ آهين. فقط ايماني آهين، جو پتا کي نمسڪار ئي ڪرين
اهڙا گهڻا وچن چئي تہ سڪار ڪري سيا کان ٻاهر ڪڍي
ڇڏ ياثيس- سوڀت ڪيترو گهڻو ڏکي ٿي اچي پنهنجي پتا
کي چيو تہ نيچ راجا جنہ وليہروان مهنجو ڏاڍو نراد ر ڪيو
آهي. پٽس چيس تہ هو ڏاڍو ودوان آهي. تون وڃي اهي
ود ياڻون هن وٽان سکي آءِ. تڏهن اهنڪار ڪري سوڀت ڪيترو
چيو تہ مان هن وٽ ڪين ويندس. پوءِ پٽس نرمان ٿي اُنهي
راجا وٽ وڃي هن کان اُها ود يا گهر يائين. راجا چيس
تہ سيان اچڻ پاو تہ شش ٿي اچڻ. اُدالڪ رشي سمجهي
ويو. ٻئي ڏينهن ٻہ مان ڪاٿين جي پري آٽي پيتا رکي
ڏنڊوت ڪيائين. راجا چيس بس بس، تون براهمڻ آهين،
مان کتري آهيان- مان توکان ڏنڊوت ٿو ڪرايان. پر شاستر
جي آگيا پالڻ بہ ضروري آهي. ائين چئي هنکي ساري
ود يا ڏنائين. پر سوڀت ڪيترو اهنڪار ڪري نہ ورتي ءَ
هن تي پرميسر بہ خوش نہ ٿيو.

**ڪٿا** — ڪنهن وقت دئتن ۽ ديوتائن جي وڏي جنگ
ٿي. ديوتائن هاراٻو. پرميسر وٽ پرارٿنا ڪيائون. پرميسر
اُنهن جي پرارٿنا ٻڌي، ٻل روپ ٿي سندن سرير ۾ پرويش
ڪيو، پر ديوتائن کي اها خبر ڪانہ پيئي. انهي ٻل سان
ديوتائن دئتن کي جيتيو ۽ ايمان ڪيائون تہ اسان پنهنجي ٻل
سان دئتن کي جيتيو آهي. جڏهن گهڻو اهنڪاري ٿيا، تڏهن
پرماتما کي سندن اهنڪار چڱو نہ لڳو. پرماتما يکش جو
يعني تيجسوي روپ ڌاري ديوتائن جي سامهون آيو. ديوتا
ڏسي ٻڃي ويا. سيا ۾ وبچار ڪري اگني ديوتا کي چيائون
تہ وڃي ڏس تہ ڪير آهي. اگني ديوتا يکش وٽ آيو ۽
ٻڃي ويو. ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيو. پرماتما پڇيس تہ تون

آهي- پتا جمس ٿ موٽي گروء وٽ وڃي اها ودیا پڙهي
آء. سوبت ڪبتو گروء وٽ وڃي براوتتا ڪئي ته موںکي
أها ودیا پڙهايو. گروء جمس ته مان به اها ودیا ڪانه جاڻان.
تمهنجو پتا اها ودیا جاڻندو آهي أنهي وٽ توں وڃ- هو
پنهنجي ايمان جي برباو ڪري پيو ڪان وديا وٺڻ چڪي ته
سمجهي أن وقت جي راجا جئولي بروان جي سيا م ويو.
سيا بر راجا پڇيس ناالڪ، توں ڪم پڙهيو آهين- بالکي
بالڪ لقط سان ڪوٺيل بدي حلي ڪامي وبو. جيانين ها،
مان پڙهيو آهيان- راجا جمس ته جا پڙهيو آهين هن جو
ته مان سڀ ڪم پڙهيو آهيان. راجا جمس ته مان پنج سوال
ڪريان ٿو. توں أنهن جا جواب ڏيندين؟ هن جمس ته ٻسنڪ
ڏيندس. راجا پڇڻ لڳو ته توں جاڻين تو ته هي لوڪ مان مري
أپاشڪ ء شب ڪرمي ڪهڙي رستي ڪان متين لوڪن ڏانهن
وڃن ٿا- سوبت ڪموء جو ته موںکي خبر ڪانهي. وري
پڇيائينس ته اها خبر اٿئي ته ڪرمي ۽ أپاشڪ متين لوڪن
مان موٽڻ وقت ڪهڙي رستي ڪان هيٺ مات لوڪ بر اچن
ٿا- سوبت ڪموء جيو ته موںکي ته خبر ڪانهي. (٣) ديويان
۽ بتريان پئي رستا جتي اچي ملن ٿا ۽ ملي جدا جدا ٿين ٿا
أنهيء جاء جي خبر اٿئي؟ ألو- پڳون! موںکي ته خبر ڪانهي.
(٤) توکي خبر آهي ته متيان برهر آدي لوڪ جيوتا آباد رهن-
جواب ڏنائين ته اها به موںکي خبر ڪانهي. (٥) توکي خبر
آهي ته ديوتا لوڪ مسں نظڻ جي راڄا ڪندي ڪهڙا ڪهڙا
پنج يگيه ڪن ٿا ۽ پنجين آهوتيء بر ڪهڙيء طرح ديوتا اچي
ماڻهو بڻن سا وديا توکي ايندي آهي- تڏهن سوبت ڪبتوء
جيو ته پڳون! اها به موںکي خبر ڪانهي. تڏهن راجا سيا بر
سوبت ڪمتوء جو براد ر ڪيو جيائينس ته توں پڙهيو ڪم

اُتر:- لوڀ پاپ جو آڌار آهي لوڀ مان ئي پاپ پيدا ٿئي ٿو. لوڀ ئي پاپ جو ڪارڻ آهي. لوڀ ڪري ئي ڪروڌ پيدا ٿئي ٿو. لوڀ ڪري ئي پرش دوھ ڪري ٿو. لوڀ ڪري ئي موھ، مايا، متسر ۾ لڳي ٿو. جيڪو چت جي سدائين شانتي چاهي ته سڀئي جتن ڪان ٻهر يائين لوڀ کي جڏ ڪري، ڇو جو چت کي چنچل ڪرڻ وارو لوڀ ئي آهي. لوڀ ناس ٿيو ته سڀ پاپ ناس ٿيا. لوڀ جي وڌي وڃڻ تي پاپ ٻه وڌي وڃن ٿا. لوڀ جي ناس ٿيڻ تي جنهن وقت سڀ اُپدرو (وگهن) ناس ٿيا ته چت ۾ ٻڌي پيدا ٿيندي، جا اُتپنت دُرلڀ ڌرم آهي.

تنهن ڪانپوء موھ جو ڪٿن ڪيائون. موھ ڪانپوء اهنڪار جو پرڀاوُ ڏيکاريائون تنهن بابت سام ويد جي، چاندوگيه اُپنشد ۾ هڪ ڪٿا ٻڌايائون.

**ڪٿا:-** هڪ اُدالڪ رشي هو. تنهنکي سويت ڪيتو پٽ هو. سو جڏهن ٻارهن ورهيه وديا هي ٻيءُ وٽ آيو ته وديا جي ايمان ۾ اچي ٻيءُ کي نمسڪار ڪونه ڪيائين. تڏهن پتا ويچار ڪيو ته هنکي اهنڪار ٿيو آهي پر ليڪ ۾ پٽ آهي پڪتي ڪري هنجو ايمان دور ڪرڻ منهنجو فرض آهي. پٽ کان پڇيائين ته تون وديا پڙهي آئين. هن ڏاڍي ايمان سان چيو ته ها، پڙهي آيو آهيان. پتا پڇيس ته ڇا پڙهي آيو آهين. هن چيو ته چار ويد، ڪت شاستر، ويد جا ڇهه انگ وغيره سڀ وديا پڙهي آيو آهيان. پتا برهم گياني هو. هن موٽي پڇيس ته ڪا اهڙي وديا ٻه پڙهي آيو آهين جو هڪ جي گيان ڪري سڀ جو گيان ٿي وڃي. هڪ جي ٻڌڻ ڪري سڀ ٻڌجي وڃي، ۽ هڪ جي مڃڻ ڪري سڀ جو مڃڻ ٿي وڃي. هن چيو ته مون اهڙي وديا ڪانه پڙهي

سنسڪار پاتا هئا، تنهڪري داس هنڪي نرمل آشرم واسطي
چيو- هن مڃيو- داس جي نالي ربيا موڪليائين- مڪان ٺهڻ
شروع ٿيو- سياري ٽائين مڪان ٺهندو رهيو- سياري ۾ سوامي
جن جهاريءَ ۾ رهيا ۽ مانگهه جي مهني ۾ شريمان ١٠٨ پنڊت
هريسنگهه جيءَ جو ميلو آيو. سوامي جي ڪٿا ڪندا رهيا-
سپٺيءَ تي پوڄ ٻوندو هو- سوامي جن (پاٺ پڙهيو آر بيد
بيچاريو) اِلهي شبد جي ڪٿا ڪئي- انمرتسر وارو پنڊت
بدواري دت جي براهمڻ جو ويدانت جي ڪٿا ڪرڻ ۾
لاثاني پنڊت هو، اُهو به اُتي ڪٿا ڪندو هو ۽ سوامي جن
جي ڪٿا ٻڌندو هو- ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندو هو- چوندو
هو ته اهڙو ودوان ٿيڻ ڏاڍو ڪٺن آهي- منئين شبد جي
هڪ تڪ جو ڪيترا ڏينهن ارٿ ڪندا رهيا- ان جو
تورو ڀاو هتي لکجي ٿو-

ڀاو ارٿ:- برهم ويتا گروءَ دئاران آتما جي ڄاڻ ڪانسواءِ
ڪيترا به پاٺ پڙهي، چاهي ڪيترا به ويد ويچاري ۽ يوگ
اُڀياس پيندگم (سڪمنا) ناڙيءَ دئاران ڪري ۽ نيولي ڪرم
ڪري ته به آتم گيان ڪان سواءِ نه چت شانت ٿئي ٿو، نه ڪام
ڪروڌ آدڪن جي نورتي ٿئي ٿي ۽ تنو گيان ڪانسواءِ ويد
آدڪن جو پڙهڻ نشڦل ٿئي ٿو.

**پرماڻ:** ڪت شانت پچرت مُکه کيا نا ....
[ مانجهه م: صفحه ٩٨...

مطلب ته برهم ويتا گروءَ دئاران پراپت ڪيل گيان
برهما پڳتي ئي پرماتما جي ملڻ جا مکيه ساڌن آهن- اُنهن...
سان ئي چت شانتي ۽ ڪام ڪروڌ آدڪن جي نورتي ٿئي...
ٿي- بين ساڌن سان نٿي ٿئي- ڪام ڪروڌ جي نور...

(دوهو) ٻاهر ٻڌل گون ڳوڙ آلي. ڪرمن روپي ٻڌل ٻري
ٿي وڃي ٿو ۽ برهم وديا روپي گوڙ الٿسڪرڻ ۾ اچي وڃي
ٿي - برهم وديا جي ٻل سان جيو برهم روپ ٿي وڃي ٿو.

**(دوهو) ڪٿت ڪٻير جو اس پد ٻوجهي**

**رام رمت تس سڀ ڪڇ سوجهي.**

ڪٻير جي چوڻ ٿا تہ جو انهن پدن جو ارٿ ڄاڻي ٿو، اهو
رام ۾ رمڻ (ڌيان) ڪري ٿو ۽ هنڪي سڀ پدارٿ آتم روپ
نظر اچن ٿا.

سوامي جي ١٩٧٨ جو سيارو ڇهاري ۾ رهي چؤماسي ۾
نرمل آشرم ۾ آيا. شريمان ١٠٨ سوامي مهنت ٻداسنگھ جي ۽
داس کي چيو تہ چؤماسي ۾ مهاراج جي هتي رهڻ ٿا. انهيءَ
ڪري سدن واسطي هڪو جوٻارو ٺاهي ڇڏيو. انهن ڏينهن
۾ ديوان گوبندرام دهلي سنڌ مان آيو ۽ ڀوڄن وغيره جي
سيوا بہ پوري ڪندو رهيو ۽ ٻيءَ سيوا ۾ سوامي جن وٽ
ٻيا بہ گهڻا ساڌ وهٽا. ساوڻ جو مهينو آيو. سوامي جن داس
کي آگيا ڏني ۽ مهنت آلماسنگھ ۽ سنت پرمانند گڏجي
ڏنائون. سنت پرمانند سوامي جن کان سڀ پسنڪ پڙهيا
هئا ۽ سوامي جن ۾ گرو ڀاونا رکندو هو. انهن سان گڏجي
آگيا ڏنائون تہ هردوار مان لي اچو. انهيءَ ياترا جو خرچ
گوبندرام جي ۽ ڪيو ۽ ڇپائيس تہ ڪمنڊلن لوهين تہ امبرا
ليستانس مان هتيٺي مهاراجن جي سيوا ۾ رهندس. واپس
ڏينهن ناليو ۽ اسين هردوار جي ياترا ڪري موٽي آياسين ۽
ديوان گوبندرام کي جي ۽ داس موڪ، بہت پرڪاش پڙهائيندو
رهيو. پوءِ ديوان گوبندرام چيو تہ مان اهڙي هزار ربا خرچ
ڪرڻ چاهيان ٿو. ڪنکل، هردوار، رکيڪش جتي چئو لني
ڪتبا ٺهائي ڏيان ٿو. داس کي سريمان مهنت ٻداسنگھ جي ۽

**(ه‍ول)** گر لاگو چيلي کي پائي - انجي (اُنويءَ) (لفظ اڳي ٻوء ڪرڻ) چيلي کي نيائي- گر لاڳي پائي. شش وانگر گروءَ جي شرڻ ۾ وڃي هڪڙي اُدتي برهم جو شروڻ مَنن ندِ ڌيائن ڪري - **(ه‍ول)**

## ايڪ آچنبو سدونم پائي - ديکت سدکه چراوت گائي

**ارٿ:-** ايڪ اُدتي اسچرج روپ آتم وستو آهي تنهن کي تون گروءَ وٽ وڃي ٻڌ ۽ جهت شنگهه جو اهنڪار آهي سو اُنمنشد روپي گانين جي ارٿ کي انيو ڪرائيندو- اهم برهم اُسمي يعني "آتم رام، رام هيءُ آتم" اهڙيءَ طرح آتما کي برهم روپ نسچيه ڪرائيندو، تڏهن ٻڌي ٻه هروقت برهم پرائڻ رهندي.

**(ه‍ول)** جل کي مڇلي ترور وياڻي. اگيان ڪال ۾ ٻدارٿن روپي جل ۾ رهڻ واري ٻڌي روپ مڇلي هاڻي تر يعني اُتيت سرشت آتم وستوءَ ۾ برگهت تي.

**(ه‍ول)** ديکت ڪترا ليءِ گئي ٻلائي. آتم پرائڻ ٻڌي هٺ ڪري ڪوتن خيالن جو سياءُ دور تيو. **(ه‍ول)**

## تلي ري پڻسا اوپر سولا - تس کي پيدڻ لڳي ڦل ڦولا

پڻس يعني سوکم واسنائون- تلي يعني ڌٻجي وڃن تيون ۽ سوُل يعني دکن جي مٿان تي وڃن تيون ۽ اُن مهاتما ۾ ڌنوي گڻ روپي گل ۽ برهم نيشٺا روپي ڦل لڳن ٿا، جن جي ٻل سان پاڻ ٻه تري ٿو ۽ ٻين کي ٻه تارڻ وارو ٿئي ٿو.

**(ه‍ول)** گهوڙي چڙهه پڻس چراون جائي. (اُنويءَ) چري آوي نه جائي. پراڻ روپي گهوڙي تي چڙهي پؤرکي چراچر جونين ۾ اچي وڃي ٿو، پر جتي شرير ڇڏي ٿو، تتي ئي مڪت ٿي وڃي ٿو.

آلدنا روپ مچليون آئم حل کي جڏي سنسار روپي وڻ تي پرگهت ٿيون آهن. اٿين پيئون سمجهن ۽ وڪنت لوڪ ستم آهي ۽ آلند روپ آهي. اسن آلند روپ ڪولد آهون اپاشنا ڪري اٿهن لوڪن ۾ وڃون- اٿهيءِ اڃا سان ڏيان روپي لعؤ لڳائڻ لڳيون، پر من ۽ اِندرين کوڻ ڪمالن کي پيدا ڪري ڏيان ۾ پلائي ڇڏين.

**(هول)** ”دبکمت ڪترا لسي ڳڻي بلائي.“ ڏسندي ڏسندي کوڻن خيالن جي بل ڪري ڏيان واري ورتي ۾ اس ٿي ويئي. موٽي حبو جوڻ لڳو ۽ دبوي ڳڻ ڏاري سکي ٿمان، پر کوڻن خيالن دبوي ڳڻ همت دبائي ڇڏيا ۽ دکدائي ڪام، ڪروڌ آسر ڳڻ ظاهر ڪري ڇڏيائون.

**(هول)**

**تاي ري بنا اوبر سوُلا. تِس ڪَمَ پيچ لڪي قل قولا**

هاٿي اٿهن ڪام ڪروڌ وارن حبو آتمائن جي انتهڪرن ۾ پڇ پاپ روپي گل ۽ سک دک روپي قل لڳا.

**(هول)** گهوڙي چڙهه پِس چَراون حالي. سک دک پوڳڻ واسطي پرالن روپي گهوڙي تي چڙهي ڏب گاڏر ڇراجر (ڇلمدڙ ۽ پنل) حولس مراڇي وڃي تو.

**(هول)** باهر تل گون گهر آيي. تنڪاميتا روپي بٿل انتهڪرڻ کان باهر رهي تو ۽ ترشنا روپي گوڻ انتهڪرڻ ۾ اچي ويئي آهي. اٿهي طرح حمي مري رهي تو.

اٿوٿ- **(هول)** پهلا پوٿ پڇري مائي. پهريون ساڏن يعني انتهڪرڻ کي ڪام ڪرمن سان شڌ ڪري وڙاڳ ڏاري مايا کان اپرام (پري) رهي- پوءِ جڏهن ساڌن وارو ٿي يعني (١) وويڪ (٢) وئراڳ (٣) ڪتسمپتي (٤) مموکشا.

سري نارائڻ هري اُپديش ( ٦٠١ ) پهلا پوُت پڇهه ري مائي

(مول) ”د يکت کترالي گئي بلائي“ تن ڏيهن جي بکايل بلي لنيا. چاول کترا کٽي پڇي. ويئي.

(مول) تلي ري ٻسا اوپر مولا، تس ڪي پيڌ لگي ڦل ڦولا.“ جئن ڪبير جي نديءَ جي ڪناري تي پينل وڻ هيٺان بينا هئا ته وڻ جو پاڇو پاڻيءَ ۾ اُلٽو پئي ڏسڻ ۾ آيو. اُهو وڻ گوُلر جو هو. اِنهي ڪري ڦل پار ۾ لڳل ڏسڻ ۾ آيا.

(مول) ”گهوڙي چڙهه ٻس چراون جائي.“ جئن مهڪاسر د ئت گهوڙي تي چڙهي گهمڻ ويندو هو.

(مول) باهر ٻئل گون گهر آئي.“ جئن ڪنهن زميندار جو گهر نديءَ جي ڪناري تي هو. اُتان بيءَ تان ڦٽين جون گوٽيون ٻٽان تي کٽي گهر پهچائيندو هو. ڪا گوڻ نديءَ ۾ لڙهي اچي گهر پهتي.

اُتر (٣) :- جيو پهريائين پوت يعني شڌ برهم هو. هاڻي به شڌ آهي، اڳتي به شڌ تيندو. پر پوءِ مايا جو سنبنڌ (لاڳاپو) تي ويس يعني اگيان وس پرم تي ويس ته مان شڌ برهم نه آهيان پر ڪرتا ڀڳتا جيو آهيان.

(مول) ”گر لاگو چيلي ڪي پائي.“ هيءُ آتما ديوتائن ڪري (گرو) يعني پوج هو. پر هاڻي من جي اَڌين تي اِندرين جي اڌين وشين ۾ وچري رهي ٿو. (مول)

ايڪ اڇنپو سنو تم ڀائي - ديکت سنگهه چراوت گائي.

هيءَ آتما شير وانگي بلوان هئي پر هاڻي اِندرين روپي گائين جي اڌين تي وشين ۾ وچري ٿي.

(مول) ”جل ڪي مڇلي ترور ويائي“ هاڻي اِندرين جي اڌين تيڻ ڪري آتم جل ۾ رهڻ واريون. ستينا، چينتنا

سري نارائڻ هري ايڊيشن ( ٦٠٠ ) ٻهلا ٻوٽ ٻچڻ ري مائي

ٻاڻ ٻکيا واسطي شهر ۾ هليو ويو. پنهنجي ڇوڪري جي ماءُ کي ڇوڪري لوڙهڻ کان پوءِ اهي موهه ٿيو. سا ڪبس ڳولبندي ڳولبندي رشيءَ جي آشرم ۾ پيڪهي ۾ سمهل ڏسي اٿئي وٺي رهي. رشي هڏهن شهر کان موٽي آيو ته ڇا ڏسي ته هڪ خوبصورت استري ويٺي آهي. پڇائنس ته تون ڪير آهين. هن ڄيو ته مان هن ٻالڪ جي ماءُ آهيان ۽ فلاڻي راڄا جي ڪنيا آهيان. موٽکي خبر نه آهي ته هي ٻالڪ ڪنهن جي انس مان پيدا ٿيو آهي. توهين سروگيه آهيو، شاپوم رشيءَ ڏيان ۾ ڏنو ته هيءُ منهنجي انس آهي ۽ ڪبس سچي ڳالهه ڪري ٻڌايائين. ڳالهه ٻڌي ڇائين ته توهين لڏهن منهنجا پتي ٿيو آهيو.

**(هول)** ”گو لاگو جلي ڪيٻ پائي.“ جنهن گر و گر پائي ڏيڻ وقت ناريل ۽ پيج پيسا رکي جلي کي نمسڪار ڪندو آهي تنهن هيءَ ڳالهه ٻڌي اڄي ٿي.

**(هول)** ايڪ آڇيڇڻ سڌو ٿم پائي -

ديکت سنکهه ڇراوت گائي.

هڪ آگست رشيءَ جي آشرم ۾ شبهن وڏو ڇڏي ڏانس کي حرالبدو هو. پاتنجلي رشيءَ نه يوگ سوترن ۾ ڄيو آهي ته اهنسا جي تمام حگي طرح قائم رکڻ ڪري وئد هو لماڳ ٿي ويندو آهي. آگست رشي جي نه من، واڻي، سرير سان ڪنهن جي نه هنسا نه ڪئي هئي اهي لاءِ سينئي هنو هن جي استان ۾ وير ڀاءُ ڇڏي گڏ رهندا هئا.

**(هول)** ”حل ڪي مڇلي لرور ويائي.“ جنهن هڪ وڏي مڇي اپ گرپڻي ننڍي مڇيءَ کي کائڻ آئي ته جل ۾ هڪ وڻ هو تنهن نه جي اها گرپڻي مڇي وچي ڪري ٻچئي. الٽي ويائي.

ته ڏيکو ٻاهر ئي رهيو ته ڳوڻ گهر هلي آئي ته اِها ڳالهه اسا
آهي تڏهن مايا به اسٽ يعني تڇ آهي.

اُٿر (٢):- جو پدارٿ ڪنهن به صورت ۾ نه ٿي سگهي
اُن جي ناهڻ ۾ جا چتر هجي سا چتجي مايا. اهي مايا جوري
طاقتون آهن يعني مٿين درشٽانتن ۾ جي پدارٿ بڻي نٿي
سگهيا تن سڀني کي مايا بنائي سگهي ٿي. جئن هڪ اُدالڪ
رشي هو. اُن هڪڙي هرڻ کي هرڻيءَ سان ڪام چيشٽا
ڪندو ڏٺو ته انجو چت شادي ڪرڻ تي تيوءَ پنهنجي پتا
برهما جيءَ وٽ ويو. چيائينس ته منهنجو گرهست ڪرڻ جو
ويچار آهي. مونکي شادي ڪراءِ. برهما جيءَ چيس ته ڀلا
شاديءَ ۾ ڏايا دک آهن اِنهي لاءِ خيال لاهي ڇڏ. پر اُدالڪ
نه مڃيو. تڏهن برهما جيءَ چيس ته ڀهريائين تنهنجي گهر پٽ
ايندو پوءِ سندس ماءُ پاڻيهي ايندي. اُدالڪ موٽي پنهنجي
ڪٽيا ۾ آيو. هنکي هرڻ ۽ هرڻيءَ جو قصو ياد ڪندي سندس
ويرج پٽن تي پيو يعني ڪري پيو. ويرج دوني ۾ پائي رکي
ڇڏيائين. سوير اشنان جي وقت ڪمل قول ۾ ويرج وجهي
نديءَ ۾ وهائي ڇڏيائين. لاهوار واُن نديءَ ۾ هڪ راجڪماري
سکين سان گڏ سنان ڪري رهي هئي. هن جڏهن اُهو ڪمل
قول پڪڙي ڪٽي سنگهيو ته رشيءَ جي اجابو نه ويندڙ ويريه
جا ذرڙا راجڪماريءَ جي اندر هليا ويا. تنهنڪري گرڀ
نهرجي ويس. پٽس کي خبر پيئي تهن ديش نيڪالي ڏيئي
ڇڏيس. ويچاري اُدالڪ جي ڪٽيا جي مٿئين پاسي نديءَ
جي ڪناري تي پنهنجي ڪٽيا بنائي وڃي رهي. آخر پٽ
جائس - اُن پٽ کي ترهي تي رکي نديءَ ۾ لوڙهي ڇڏيائينس
اڳيان نديءَ ۾ رشيءَ سنان ويٺي ڪيو- رشيءَ ديا آڻي
اُنهي ٻالڪ کي ڪٽي ورتو ۽ پيدگهي ۾ پائي سنڀاري ڇڏيائينس

ڏکڙو لتڙ لاهيو. ۽ ٻوءِ ٻيو لتڙ لاهيو ۽ ڄاڻائين ته ڪهڙو وقت
هتي اولڌ مرڻي رهيو. پرڪاش اکين کي نه لڳي. الڏ ن
ٻاڻ ڪهڙو وقت ٿرين تارن وڃي رهيا. اني ۽ سڀ سنگ ٿيندو
رهيو. سري ڪبير صاحب جي هنن شبد جو ارٿ شروع
ڪيو ويو. پرماڻ:-

پهلا پوت پڇڻ ري مائي.... [آسا ڪبير صفحه ٤٨١

**ارٿ:-** ڪبير صاحب جي ڪان هنن اڌڪارين جدا جدا
ورشن ڪيا. (١) ته مايا جو ڪهڙو سروپ آهي. (٢) مايا ۾
ڪهڙي طاقت آهي. (٣) هيءَ جيو شڌ سچدانند پرماتما
۾ ڪئين هو انڪي جيو جو ملو. (٤) هاڻي ڪس پرڪار ڪئين ملندو.

**اتر (١):-** مايا لج يعني اَسٽ آهي جنهن هنسان پدارٿ
اَسٽ آهن. جنهن ڪو چوي ته شاديءَ کان اڳيئي پٽ ڄائو
۽ مائا پوءِ شادي ڪئي. ته اها ڳالهه اسٽ آهي تنهن مايا ۾
اسٽ آهي. ٻيو، جنهن ڪو چوي ته گرو چيلي جي ٻوڙي
ٻوڙي تو اها ڳالهه به اسٽ آهي. ٽيون، جنهن ڪو چوي ته
ته منهنجي ڏسڻ ڏسڻ شمشان ڪٽوار تي ڳالهون ٻارهين
هو ته اها ڳالهه به اسٽ آهي تنهن مايا به اسٽ آهي. چوٿون،
جنهن ڪو چوي ته جل ۾ رهڻ واري مڇي وڻ ۾ آنا لاهي
ٿي ته اها ڳالهه اسٽ آهي تنهن هيءَ مايا به اسٽ آهي، پنجون،
جنهن ڪو چوي ته ٻلي ڪتي کي ڪٽي پچي وئي. جنهن اها
ڳالهه اسٽ آهي تنهن مايا به اسٽ آهي. ڇهون، جنهن ڪو
چوي ته مون ڏٺو وڻ ڏلو جهڙو ٿو مٿي هو ۽ تارا ٻون
ڇمڪ ڪيو ۽ ڏار ڦلن ڦولن سان ڀريل هئا، ته اها ڳالهه اسٽ
آهي. ستون، جنهن ڪو چوي ته گهوڙي لي ڄڻي مينهن
ڪيمٽو ڀي ٿي ته اها ڳالهه اسٽ آهي. اٺون، جنهن ڪو چوي

ڪاشيءَ ۾ ڪٽي ويو هوس ۽ گروجيءَ سنجيوني وديا سان
کيس جيئارايو. هاٿي هو آنند منگل سان اتي رهي تو. اُنهيءَ
ارت کي ڏررچيءَ اڙ جي هيٺان ويٺي ٻڌو. صبوح جو سوير
سيا ۾ وچي ارت ٻڌايائين. راجا خوليءَ کي ڏاڍي چبد ڪڍي
۽ ڪائونس سچي ڪرايائين. هن سب سچي ڪئي ۽ کيس شهر
نيڪالي ڏني ويئي. ڊيونيٽ (قدرت) سان ٻهرينءَ رات
ئي کيس اُن ٻڙ جي هيٺان رهڻو پيو، جنهن ۾ پوت رهندو
هو. آڌيءَ رات پوتنيءَ پوت کان پڇيو ته تو اج ماس چو نه
آندو. پوت چيو ته منهنجو چيل ارت ڪنهن ٻڌي سيا ۾ ٻڌايو،
تنهنڪري راجا براهمڻ کي چڏي ڏنو. تڏهن پوتنيءَ چيس
ته پيو ڪو پرسنگ ٻڌاءِ. پوت چيس ته رات جو نه ٻڌائڻ
گهرجي. ڏينهن جو هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ڳالهه ڪرڻ
گهرجي، چو جو سيب هند نڳ پيا گهمن، جئن رات هڪڙو
وينو هو. هاٿي ۾ متان ڪو هيٺ وينو هجي. ڏنائين ته اهو
گرڀڳت درو هي وٺو هو. کيس ماري چڏيائين.

اهڙي قسم جا گهڻيئي پرسنگ سوامي جن ٻڌايا. تنهنڪان
پوءِ سر گوڏي واري ڀڳت سيتارام پالڪند وٽ انجي باغ
۾ مهنا رهيا. آتي سوامي جن جو سر ير گهڻو بيمار ٿي پيو.
جي هتي سر ير چٽي وين ته هن داس کي چياٿون ته اسين
هتي ڏاڍي ڏامر ڏو مرسان سند س ڪائي سينگاري ڪٽعداسين.
پر سوامي جن چيو ته منهنجو سر ير رکيڪيش ۾ چٽندو. پوءِ
چڱا ڀلا ٿيا، ۽ رکيڪيش ۾ آياسين. سيارو رکيڪيش جهاڙيءَ
۾ رهي چٽر ماس نرمل آشرم ۾ رهيا. اتي سندن نيٽر بلڪل
ڪمزور ٿي ويا. تڏهن جيون آشرم وارا پريمي سوامي جن
کي گهڻي پرارٿنا ڪري سري انمرتسر سنبت ١٩٧٨ ۾ وٺي،
آيا. ڊاڪٽر سوهڻ سنگهه پنهنجي جاءِ ۾ کين رهائي ڇهريائين

ٻر هن نہ سمجهو. هنڪي ڇپائين تہ جڏهن منهنجو پيءُ منهنجو سماچار پڇندي تہ (اُپرشڪا) اهي پہ لفظ چوندس. هن جيو تہ ڄولدو سانس - انهن جئي هنڪي ماري ڇڏيائين - هنجي ڳور اچي پڙس ڪي حبائين تہ تنهنجو پٽ مري ويو ؛ هن مرڻ وقت تنهنجي واسطي (اُپرشڪا) چيو هو. انجو ارٿ تون وچار - پيءُ جلدئي راجا وٽ ويو ؛ چيائينس تہ توهانجي سپا ۾ وڏا وڏوان ويٺا آهن منجهائن ڪو مولڪي (اُپرشڪا) جو ارٿ ٻڌائي. راجا براهمڻ کي انن ڏينهن جو مدو ڏيئي چيو تہ ان مدي جي اندر اِنهن پدن جو ارٿ نہ ٻڌائيندا تہ قتل ڪرايا ويندا. لڳا ويچارڻ پر ڪنهنکي سمجهہ ۾ نہ آيو. ستَ ڏينهن گذري ويا. منجهائن هڪڙو ورڇي نالي پندت اداس ٿي جهنگ ۾ ٿڙي وڻ هيٺ راتہ ستو وڃي وينو ؛ لڳو پد جو ارٿ ويچارڻ. پر سندس سمجهہ ۾ نہ آيو. ڏاڍو دکي ٿيو. لنڊ نہ آيس. اُن وڻ ۾ پوت ؛ پولٽي رهندا هئا. پولٽي گرڀڻي هئي. پولٽيءَ ان پوت کي چيو تہ مولڪي ماڻهوءَ جي ماس کائڻ جي ڏاڍي اِڇا ٿي آهي، مولڪي اُهو کاراءِ. پوت جسس تہ سپاڻي راجا گهڻا براهمڻ مارائيندو. استريءَ جيس تہ ڇو مارائيندن؟ پوت جيو تہ هڪڙي براهمڻ هڪ پد جو ارٿ پڇيو آهي. جڪڏهن ڪنهنکي نہ ان جو ارٿ نہ ايندو تہ سڀئي مارايا ويندا. پوٽڻيءَ چيس تہ توکي جيڪڏهن ان پد جو ارٿ ايندو هجي تہ مولکي ٻڌاءِ. پوت چيو تہ پد ”اُپرشڪا“ آهي - هاڻي اِنهن جو ارٿ هي آهي - مرڻ وقت گرو پڳت انهن جو هو نہ هي پتا! ”اُپرشڪا“ پد ٻڌائڻ واري هن ماڻهوءَ منهنجو پن ۾ سمهئي، پير مٿي تي ڏ بائي تلوار سان سر وڍيو. اهڙيءَ طرح گرو پڳت جي جبل پد جو ارٿ ڪنهنکي معلوم نہ آهي. مولکي گرو ڪرپا سان معلوم آهي - مان الهي گرو پڳت کي اٺان ڪٺي سندس گروءَ وٽ

گرو شيوا سان گروءَ جي ودوتا (ودیا) پراپت ٿئي ٿي. جئن ڪنهن شهر جي ٻن براهمڻن ٻـا ٻت ڪاشيءَ ۾ وديا پڙهڻ ويا. هڪڙو گرو شيوا ۾ لڳي ويو، ٻيو پڙهڻ ۾ لڳي ويو، پستڪ ياد ڪندو رهيو. ائين ڪندي ڪندي هنن کي ٻارهن ورهيه گذري ويا. ٻنهي صلاح ڪئي ته هاڻي گهر هلجي. شيوا ڪرڻ وارو ڏاڍيءَ نمرتا سان گروءَ کي ڏنڊوت پرنام ڪري گروءَ کان آڳيا وٺڻ لڳو. هنتي گرو پرسن ٿي کيس ور ڏنو ته توکي سڀ وديائون هٿ تي آئوري وانگر ظاهر ٿيندیون، ڇو جو تو ڏاڍي پريم سان منهنجي شيوا ڪئي آهي، ۽ شيوا سان ٿي دکن جي نورتي ۽ پرماتما جي پراپتي ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح گرن ڇٽي آڳيا ڏنيس ۽ ٻئي نپرياڻونس. ٻئي وديا جي ايمان ڪري ڏنڊوت به نه ڪئي ۽ نڪي ٻئي نپرايائين. جڏهن گهر ڏانهن هليا تڏهن وديا واري شيوا ڪرڻ واري کي چيئي ڇيو ته اڙي مورک! ٻارهن ورهين ۾ تون ڪهڙي وديا پڙهي هليو آهين. تون پنهنجي مائٽن کي ڇا ٻڌائيندين؟ پر هو گرو ڀڳت شانتيءَ سان سهندو ويو. آخر هڪ شهر ۾ آيا. اُتي تورا ڏينهن رهيا. اُتي سيا گڏ ٿي ۽ وڏا ودوان سڏايا ويا. هنن ٻنهي کي به سڏايائون. سڀني ودوانن جو شاستر ارٿ ٿيو. پر گرو ڀڳت جي جيءِ ٿي. سڀني ودوانن هنجو پوڄن ۽ ستڪار ڪيو، ڇو جو گرو شيوا ڪري سڀ شاستر ڦري تا اچن. جئن سري گرو رامداس صاحب جن کي اڪبر بادشاه جي ڪچهريءَ ۾ گرو شيوا جي ڪري سڀ شاستر ڦري آيا هئا. گرو ڀڳت سان ٻئي پڙهڻ واري حسد ڪري کيس مارڻ جو ويچار ڪيو. جڏهن اُن شهر کان هليا ته رستي تي جهنگل ۾ رات پين. گرو ڀڳت سمهي پيو ۽ هن ٻئي هنجي ڇاتيءَ تي پير رکي وارن کان جهلي گردن تي ويئيس. گرو ڀڳت گهڻوئي سمجهايس

**ٽيڪا:-** آدم ساس هڪ ٻڪي آهي. انجو ڪنب مڪه آدي حاڻ جو ٻراڙ ڪري ٿو يعني اکين اڳان رکي ڏسڻ سان انجي سياڻ جي سڌ پئجي سگهي ٿي. ڪنو آرتوار جي اڪادشيءَ جي ورت اسچه روپ سان رکي ٿو، ان ڏينهن کي جاڳي ڪري ڪم ڪانگي لٿو. رهب داس جي جون تا ڏ هڪ ان منش تي ئي ڏڪار آهي، جنهن ٻرهم سروپ کي نه سڃاتو.

**درشٽانت:-** هڪڙو مهاتما سري گنگا جي ڪناري تي همبٺلا رهندو هو. هن پنهنجي شش کي لائق ماڻهو بڻايو هو. هڪڙي ڏينهن گروءَ شش کي چيو پگوان! موٽڪي ڪا سکيا ڏيو. گروءَ چيس ته موٽڪي ماڻهو بڻايو آهي، الهي ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي سکيا چاهين ٿو. شش چيو ته پگوان! ماڻهو ته مان شروع کان ئي آهيان. توهان موٽڪي ماڻهو ڪئين بڻايو آهي. گروءَ جي چيس ته هن ڳالهه جو جواب هن ٻهاڙ تي رهندڙ آدم ساس هڪڙو ٻڪي توکي ڏيندو. هي وڃ ٻڌي شش ٻهاڙ تي وڃي آدم ساس ٻڪيءَ کي ڏٺو ۽ پنهنجي گروءَ جي سڀ ڪٿا ٻڪيءَ کي ٻڌايائين. آدم ساس پنهنجو هڪڙو ڪنب هنکي ڏنو ۽ چيائينس ته پنهنجي اکين اڳيان رکي جئن آرسيءَ ۾ پاڻکي ڏسو آهي تئن پاڻکي ڏس. جڏهن هن ڏٺو تڏهن پاڻکي ماڻهو ئي ڏٺائين. پوءِ چيائينس ته ڪنب راح سيا ۾ ڪٺي وڃ. جڏهن اهو راح سيا ۾ ڪٺي آيو ته راجا کان وٺي سڀئي پرجا کي پسون روپ ۾ ئي ڏٺائين. هڪڙو ٻرهم لبنسٽ جو راجا جو گرو هو اڪي ئي ماڻهو ڏٺائين. ۽ ماڻهن کان ٻه ٻڌائين ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو آهي ته هي مهاتمائي آهي باقي ته رشوت خور سڀ پسون ئي آهن. جنهن پرش کي آتم ٻرڪش جي ٻڌي نه آهي سو پسون آهي.

رجب داس جي چوڻتا ته اهڙي اُتم مانش ديهي پائي جو پرش هريءَ کان بيمکه رهي ٿو سو انت پرديڪي ٿي پڇتاءُ ڪري ٿو. اِنهي ڪري رجب جي چوڻتا ته منش سرير جو ويچار ڪرڻ گهرجي يعني پرکه ڪرڻ گهرجي، جهڙيءَ طرح هنس کير جي پريکيا ڪري ٿو:- (ٻول)

**ڇپئه - مت مرال مڪر رکه دار بدرايش چالهه -**

**ديکه ڪبوتر ڪام پنک پتري کهر آلهه.**

**ارٿ:-** هنس جي بڌي ڏسو ته کير مان پاڻيءَ کي جدا ڪري ٿو ڇڏي ۽ ماکيءَ جي مکه جو عقل ڏسو ته ساري بها سپتيءَ مان ماکي جلد ڪيئي وٺي ٿي ۽ اُتم پکي ڪبوتر جو ڪم ڏسو جو پرن سان اُڏامي پنهنجي ڏٺيءَ کان چنبي وٺي اُنجي گهر پهچائي ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح ئي منش کي اُتم سرير جي پرکه ڪرڻ گهرجي. (ٻول)

**چندن جانه پهنگ سواتي رتو سيپ سه اوڙي -**

**آوانر بنڌي ڪوپ رکه رنٽي ڪر جوڙي.**

**ٽيڪا:-** جئن سرپ ڏسڻ ڪانسواءِ ئي پنهنجي بڌيءَ سان چندن وڻ وڃي پهچي ٿو ۽ سپي پڻ بوندن کي تياڳي سواتي بوند کي چاهي ٿي، ۽ ٻڪري اينتري سمجهه رکي ٿي جو پاڻيءَ جي ڊپ هوندي کوهه تي نٽي وڃي، ۽ راست جي سمي برسرينهه (جوڳي) هٿ جوڙي پنهنجي سوامي ايسر جي اڳيان پرارٿنا ڪري ٿو:- (ٻول)

**آهه مرسداس ترکي مکه - سوان برت ڏن ڏالتا -**

**رجب مکه ديهه ڏرڳا - آتم رام نه جالتا.**

ٻڌون، ڪمڙالهن ويٺي سِڏي. شام ٿيڻ لڳيءَ مُنڊي
گوليندو رهيو. سپاري جا ڏينهن هئا. تڏهن ٻنو ويڃهي
شهر ۾ ويو ڪنهن ٽنباريءَ جي اُت لي ويهي ٽڪ ونڻ لڳو.
ڪريل داڻا چولڊي کائڻ لڳو. ٽنباريءَ هنکي ڪنگال
سمجهي ٻت جهوڪڻ جو حڪم ڪيو. تڏهن هو ڪالهون
الدر ڪرڻ لڳو. جڏهن ٽنباري گهر ويڃڻ لڳي تڏهن سليمان
عرض ڪيس ته سپارو آهي، مونکي رات رهڻ لاءِ ڪا جڳهه
ڏي. پوءِ هوءَ گهروني ويس. ڪم پوڇڻ ته ڏٺائينس. ڪاني
شڪرگذار ٿيو. ٽنباري هنکي سماٿر ڏسي پنهنجي ڪاري
ڪوجهي ڪنيا جنهن جي سر ۾ مان ٻڌو ٻئي آئي تنهنجي
شادي هن سان ڪري ڇڏي. پوءِ سليمان کي ياد آيو ته
مون جو ايمان ڪسو هو ته ڪوهن سان پسون شادي ڪندو
تنهنڪري خدا منهنجو ايمان ٻکو. لڳو غريبي حال سان گذر
ڪرڻ. جڏهن ٿورو وقت گذريو، تڏهن جهمور جي حاڪم
آهاني مڇي اچي ڦاٿي ۽ جهمور کان ڪروپ سليمان جي
استري ملهه ذٻئي ولي آئي. مڇي چيرائين ته اُم منڊي
ڏٺائين، جا ڏسي هوءَ ڏاڍي پرسن ٿي ۽ پنهنجي پتي
سليمان کي ڏيکاريائين. سليمان جڏهن منڊيءَ جي وڃڻ ڪري
ڏاڍو پڇتاءُ ڪري رهيو هو، سا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو.
پنهنجي استريءَ کي چيائين ته منڊي مونکي ڏي، مان
توکي هر وقت پرسن رکندس. اِهي شرط سان استريءَ
منڊي ڏنس هن جڏهن منڊيءَ لي منتر پڙهي آگر ۾ پاتي
تڏهن اُلي ٻه ٻون ۽ پالڪي اچي ويٺون. اُن پالڪيءَ تي
پنهنجي ڪاري ڪروپ استريءَ سان ويهي دڳ (ديوتائن جي)
نوڪن کي ٻوگبندو رهيو. جهوڙيءَ طرح منڊي وڃائي سليمان
پڇتاءُ ڪرڻ لڳو تهڙيءَ طرح :- (دول)

مالڪا ڏيئي هو ومڪ رجب مان سڀ روئيءِ.

هئيو. تڏهن هڪدم آسمان مان هڪڙو چڪر ڪريو ۽ جهڙڪ جو سر وڍي هليو ويو. تڏهن مدود ريءَ راوڻ کي چيو ته جيڪڏهن توهين اُجهه پال جي قسم پوڻ تي به پهنجو هٺ نه ڇڏيندا ته اُجهه پال جي چڪر سان توهانجو سر به وڍ جي پوندو. تڏهن راوڻ ڊنو. اهڙيءَ طرح چڪر جي پرڀاو ڪري اجهه پال جو گهٽا ڏينهن تيج هليو. هڪڙي ڏينهن سندس راڻيءَ چڪر ملڻ جو سبب ڪاڻونس پڇيو. هنکي مهاتما جو وچن پلجي ويو. تنهنڪري چڪر ملڻ جو سڀ حال راڻيءَ کي ٻڌايائين. چڪر گم تي ويو. راڄ تيج ڪان رهت تي ڏاڍو پڇتايائين. تهڙيءَ طرح ماڻش جنم اجايو وڃائي جيو پڇتاءُ ڪري ٿو.

## (ەول) ڇاپ سليمان کوئيٽي.

مسلمانن جو هڪڙو حضرت سليمان وڏي شڪتيءَ وارو بادشاه ٿيو آهي. هنجي هٿ ۾ هڪڙي پڌيءَ واري منڊي هئي. جنهن جي پرڀاو ڪري راڄ پوڳيندو هو ۽ پنهنجي پالڪي پرين کان کڻائي جتي ڪٿي گهمندو هو. سمنڊ جي ڪناري تي هڪڙو شهر هو. اُنهيءَ شهر جو سڄو پرين جي پالڪيءَ تي ويهي ڪندو هو. گهمندي هڪ مهاڻي جي ڪنيا ڏٺائين، جا ڏاڍي ڪاري ۽ ڪوجهي هئي ۽ سربر مان بدبوءِ ايندي هيس. سليمان هنکي ڏسي ايمان سان چوڻ لڳو ته اي خدا! اهڙي ڪاري ڪوجهي ڪنيا ڇو پيدا ڪئي ويئي آهي جنهن جي بدن مان بدبوءِ اچي رهي آهي.

هنجي سربر سان ميلاپ ڪو پسون ڪندو. ائين چئي اُتي هليو. ڪنهن ندي تي پهتو. پاڻي پيئڻ جو خيال ٿيس. جٽن هٿ ڌوتائين تٽن منڊي ڪري پيس. جهٽ هڪ مڇي منڊي گيهي ويئي. منڊيءَ جي وڃڻ تي ڪيڏانهن ويٺون

**ڪٿا:** نربدا جي ڪناري تي هڪڙو سڌ پرش رهندو
هو. جنهن وٽ آتم گيان روپي رتن هئي ۽ هن مهاتما هينئر
چار شيون به سڌي جي زور تي هٿ ڪيون هيون. (١)
گودڙي، جنهن کان جيڪي گهر سو منجهانس نڪري اچي
(٢) ٻاٽلي، جا اُنٽي ڀر ٣٦ قسمن جا ڀوڄن ڏيندي هئي
(٣) چاڪرين جو جوڙو. جن تي پير رکڻ سان جتي چاهجي
تتي پهچائي. (٤) ڏنڊو، جو دشمن جي لشڪر کي ماري
ڀڄائي ڇڏي- اُن مهاتما جا چار چيلا هئا. اُنهن شيوا ڪري
گروءَ کي پرسن ڪيو- گروءَ چيو ته وٺيو ته آتم گيان وٺو وٺيو
ته هي چارئي شيون وٺو- هنن آتم گيان نه ورتو ۽ مٿيون چار
شيون وٺي پنهنجي گهرن ڏانهن هليا- رستي ۾ چارئي شيون
ورهائڻ لڳا- ورهائيندي ورهائيندي پاڻ ۾ تڪرار تي پيا-
آخري ۾ هڪڙو سياڻو واٽيو اچي ويو- تنهنکي هنن چيو ته
هي چار شيون نيڪ طريقي سان اسانکي ورهائي ڏي- واٽهڙي
چيو ته مان چئني طرفن ڏانهن چار تير ٿو اڇلايان- جو
به وڃي پهريائين کڻي ايندو تنهنکي اُم چيز ملندي- اُنهن اها
ڳالهه قبولي واٽهڙي چارئي شيون پاڻوٽ رکيون- چئني طرفن ڏانهن
چار تير اڇلايائين- جڏهن هو تير کڻڻ ويا ته پنيان هيءَ واٽيو
چارئي شيون کڻي پنهنجي گهر هليو ويو- اهي چار گرپائي
اچي ڏسن ته واٽيو چارئي شيون کڻي ويو- گهڻي ڳولا ڪيائون
پر پتو نه لڌائون- جئن اُنهن چئن گرپائن چار شيون وڃائي پڇتايو
تئن هي ماڻش جنم وڃائي جيو پڇتاءُ ڪريٿو: **(هول)**

## ڇڪر ڇڪوئي ڌي ڪيا ڇاپ سليمان کوٺيءَ.

اجمير شهر ۾ هڪڙو ٻڪرار رهندو هو. جبلن ۽ پهاڙن ۾
ٻڪريون چاريندو هو. ڪنهن پهاڙ جي غفا ۾ هڪڙو مهاتما
رهندو هو- هڪڙي ٻڪري مهاتما جي غفا ۾ هر روز

هو ۽ جي سڀ چيدن جا وڻ هئا. اهو ٻڌي هن مورک لوهار پڇيو. (ٻول)

## ڪرو سنجيون ڇاڙ پاهه پٿرس سر ڪاٿهر.

**ارٿ:-** جڏهن هڪ واڻئي پنهنجي گروءَ ڪان سنجون وديا ۽ ونتي پارس جي مورتي ورتي هئي. پوءِ اُنهيءَ مورتيءَ جو سر وڍي ڏاڍ و پڇيايو هئائين. هڪڙو مهاتما گنگا ڪناري تي رهندو هو جو نيت راڳ ۽ اوهر لسٽي هو ۽ گهڻيون وديائون ايندڙون هيس. ڪنهن وٽس اُن مهاتما جي گهڻي شوا ڪري ڪس ڏاڍ و خوش ڪيو. لڏهن خوش ٿي مهاتما جس ته مون وٽ سنجيوني وديا ۽ آهي، جا مردي کي جهٽ جياري وجهي ۽ ٻي پارس جي مورتي ۽ مونوٽ آهي. اُها سچي سوني آهي. اُها عضوا رات هو پوجا ڪري ۽ جن ته سوير صبوح جو اهڙا سڀئيا انگ لڪري اڃن ٿا، پر سر وڍڻ ڪالبوءِ اُها مورتي غائب ٿي وڃي ٿي. ٻهي مان هڪڙي جيڪا توکي کپي سا وٺ. اُن مورک سنجيوني وديا کي ڇڏي پارس جي مورتي ورتي ۽ اُنجا هرروز انگ وڍي ڏاڍ و شاهوڪار ٿي پيو. ڪنهن ڏينهن اُنهي مورک گروءَ جو وچن ڀلائي مورتيءَ جو سر وڍي ڇڏيو. مورتي گم ٿي ويئي. هن ڏاڍ و پڇتايو. اُئين مانش جدر وڃائي پڇتائڻو پولدو.

## (ٻول) ڪيان رسائن ٿماڪرِ- پير ٻهني پت پاٿهرِ.

جڏهن گورياڻ گروءَ وٽان رسائڻ وديا (ڪيميا) ته ونئي گهڻي قيمت واريون چار وستو ورتيون ۽ رستي م ورجائڻ لڳا، پر لڪرار ٿي پس ۽ لباءِ ڪرڻ وقت چارئي وستو وڃائي پڇتايائون.

ڪٽي ڪاٺون کي هنئي تہ سڀ ناس ڪري ويا جنهن ڀڙيائي
ڪاٺين جي پري ۽ اُس هنئي تنهن تي پيو. تڏهن آڪاس واڻي
ٿي تہ هيءُ سڀ چندنامڻي پٽر جو ڀريا هو. پوءِ هو ڪاٺيز
ڏاڍو پڇتاءُ ڪرڻ لڳو. (هول)

## ڪامڌين ۽ ڪلپ ڪاٺ آوئي سو ڪهان بن

جنهن هڪڙي پرش کي اُن ۾ ڪامڌينو ملي ويئي. گهر ۾
وٺي آيس. پر هنکي سڃاڻندو ڪونہ هو تہ هيءَ ڪا ڪامڌين
آهي. هڪڙي نرڌن براهمڻ ڪامڌين کي سڃاتو. انهي پرش
کان پئسن تي خريد ڪيائين. اُن ڪامڌين کان گهڻا پدارٿ
وٺي هو وڏو شاهوڪار ۽ راجائن جو بہ پوڄيہ ٿي پيو. جڏهن
اِها خبر هن مورک پرش کي پيئي تڏهن ڏاڍو پڇتايائين ۽
جنهن مورک ڪلپ برڇ ۽ چندن جي وڻن کي ڀائي ۽ اُنهنکي
وڍي پوءِ پڇتائيندا آهن تن... ...و. اِنهي تي هيٺين
ڪٿا آهي :-

جي ۾ مولوت د يکر هٿي. مون اُهي اجايا وچائي ڇڏيا. اِئين چئي پڇتائڻ لڳو. اهڙيءَ طرح جو جي منش سوڀا م ۾ اَمولڪ سواس آهن سي لعلون ملبون اٿس. اُهن جو قدر ۽ ڄاڻي اهي سواس اجايا وڃائي رهيو آهي. هڪڙن سواس پرميسر جي ارپڻ لڳايا وڃن ۾ مکتي ٿي پوي.

مٿئين رجب جي ڇپي ( شبد ) جي ٻيءَ اک '' تهي پارس چنتامڻ '' جو هنسون ارٿ آهي، تنهن تي هيٺين کٿا آهي:-

**کٿا:-** جنهن کو موورک پرش پارس پاڻي اُنجوڳڻ ۾ ڄاڻي ڪري پڇتائيندو رهيو. گنگا جي ڪناري هڪڙي موورک کي پارس ملي ويو. پر هنکي خبر ۾ پئي ۾ هيءَ پارس آهي. هن تورن پٿن ٿي اهو هڪ دڪاندار کي ڏيئي ڇڏيو. دڪاندار پارس وٺي لوهه گهرائي سون ڪري ملڪ ملڪ ۾ موڪلڻ لڳو. پوءِ هن موورک کي به خبر پئي ۾ هي پارس هو. معهدي هٿن م د آيو هو. اُوويڪ ڪري اهينئي هليو ويو. اِئين چئي پڇتائڻ لڳو.

اهڙيءَ طرح هڪڙي ڪاسر کي جهنگ ۾ چنتامڻي پٿر هٿ آيو. هنکي خبر ڪانه هئي ته ڪو هيءَ چنتامڻي پٿر آهي. رستي ۾ اچي جنهن ڪمائين ته ڏاڍي اُس آهي ڪٿهون هڪ ڇانو وارو وڻ ملي ته ڇانو ۾ ويهي آرام ڪريان. اِتري ۾ چنتامڻيءَ جي پرڀاو ڪري وڻ ظاهر ٿي پيو. اُنجي ڇانو ۾ ويهي جنهن ڪٻائين ته مٿدان ڏاڍو سو آهي. هڪڙن هٿي سگلو سجي وڃي ته ڏاڍو چڱو. اِتريءَ ۾ سگلو سجي پيو. وري هن چيو ته جي شهر سجي وڃي ته ڏاڍو چڱو. يڪدم گنڌرو ( خيالي ) نگر سجي ويو. وري ويچار ڪٻائين ته پٽرن لاءِ سراڌ ڪيو وڃي. براهمڻن کي پوڄن ڪارايو وڃي. اِتريءَ ۾ براهمڻ آيا، پوڄن بڻجي ويا، ڪانو اچي ڪنا ڦٻا-ڪان ڪان ڪرڻ لڳا. لڏهن عن هٿ ۾ جهليل چنتامڻي

جي ٻچيءَ ۾ ڇني بدي ڇڏيائين - ڪتو مالڪ ڏانهن وڃي رهيو هو - مالڪ رستي ۾ ئي گڏجي ويس - مالڪ سمجهيو ته ڪتو ٻچي آيو آهي - اهو خيال ڪري ڪتي کي گولي هڻي ماري ڇڏيائين - پوءِ هنجي ٻچيءَ واري ڇني ڇوڙي پڙهيائين ۽ ڏاڍو پڇتايائين - اِنهيءَ طرح ماڻهو جنم وڃائي پوءِ پڇتائيندو آهي.

**ڪٿا (٣) :-** هڪ مائيءَ پنهنجي پٽ جي راند واسطي هڪ نور جو ٻچو پالي رکيو هو - نور هنجي پٽ جي هر وقت رکيا ڪندو هو. هڪ ڏينهن مائي پٽ کي پينگهي ۾ سمهاري پاڻي ڀرڻ ويئي. ايتري ۾ هڪ زهريلو نانگ پينگهي ۾ ستل ٻالڪ کي ڏنگڻ آيو. تڏهن هن نور هن نانگ کي ماري هن جو رت پيتو. ايتري ۾ مائيءَ به گهڙو سر تي کڻي آئي ۽ نور به نانگ کي مارڻ جي بهادري ڏيکارڻ لاءِ مائيءَ جي سامهون آيو. مائي ڪروڌ ۾ اچي نور کي ماري ڇڏيو. پوءِ پٽ وٽ ويئي ته پينگهي ۾ نانگ کي مئل ڏٺائين ۽ پٽ کي خوش باش ڏٺائين. پوءِ نور واسطي ڏاڍو پڇتايائين. ائين ماڻهو جنم اجايو وڃائي ماٺهو پڇتائيندو.

**ڪٿا (٤) :-** هڪڙي هاريءَ کي ٻني کيڙيندي هيرن جو ڏيکڙو ملي ويو. هن اُهي پٿر سمجهي جهاز هڪلڻ ۾ اُڇلي ڇڏيا ۽ ٻار درياهه ۾ اُهي وڃي ڪريا. سڀ ڪپي ويا. هڪڙو لعل رهجي ويو - هن اُهو پنهنجي استريءَ کي ڏيکاريو. استري لعل سمجهي اُهو وڪڻڻ ويئي. هڪڙي شاهوڪار هڪ سؤ رپيا اُنجو ملهه ڪٿيو. ٻئي هزار ۽ ٽئين ڏهه هزار ملهه ڪٿيو. آخر هڪ جواهريءَ ٻئي ڇيو ته ڏهه مزور لڳائي جيترو ڏن صبوح کان شام تائين ڍوئي سگهي سو وٺ - ٻر ڏي - هن مال آڻي بنگلا، موٽرون وغيره خريد ڪيا ۽ موٽر ۾ چڙهي ٻنيءَ کي وڃڻ ويئي. ٻنيءَ پهچيس ته ڇيائيس ته اُهو پٿر وڪڻڻ تي هيترو ڏن مليو آهي. هن ڇيو ته اهڙن پٿرن

ٿيون پيرو وري پولڊ جي عيبنان ٿالو رکيائين ۽ جڏهن ڀري
ويو ۽ پيئڻ تي لڳو ته وري باز هاري ڇڏيو. تنهن تي راجا کي
سخت ڪروڌ آيو ۽ تلوار ڪڍي باز کي ماري ڇڏيائين. راجا
جمال ڪمو ته ڪهڙو سبب هو جو مولڪي عن پاڻي پيئڻ نه ٿي
ڏنو. جاچ سان ڏٺائين ته پهاڙ تي هڪڙو زهريلو نانگ ويٺو
هو. انهي وات مان هيءَ پولڊ پئي وهي، تڏهن راجا کي
باز جي مارڻ جو پڇتاءُ ٿيو. انهن پوءِ منش جنم جو پڇتاءُ
ٿئي ٿو.

جنهن هڪ ساهوڪار هڪڙو ڪتو پاليو هو، جو ڏاڍو
آگياڪاري ۽ هتڪاري هو. جن ڪتي کي ماري جنهن جن
پڇتايو. اها ڪٿا هيءَ آهي:—

**ڪٿا (٢):-** هڪڙي ساهوڪار ڪتو پاليو هو. رات جو
چورن ڌاڪن کان ڪتو مال جي رکيا ڪندو هو. پر ڪنهن
وقت ڪانپوءِ اهو مالڪ اوڏن ٿي پيو. تڏهن ساهوڪار جنهن کان
ڪتو قرض ۾ هڪ سال لاءِ وراوءِ ڇڏيائينس ته تنهن جي مال
جي چورن ۽ ڌاڪن کان رکيا ڪندو. ۽ ڪتي کي سمجهايائينس
ته هڪ ورهيه لاءِ هيءَ تنهنجو مالڪ آهي. ايمانداريءَ سان
شوا ڪجانس. ڪتو اشارو سمجهي هن سان هليو ويو ۽ هن
جي مال جي چورن ۽ ڌاڪن کان رکيا ڪندو هو. هڪڙي
ڏينهن ساهوڪار جي در تي ڪيترا چور اچي ويا. ڪتو ڏسي
چپ پيو رهيو. جڏهن چور چوري ڪري سب مال کڻي ويا،
تڏهن ڪتو هنن جي پٺيان هليو ويو. جتي چورن وڃي مال
پورو سو هنڌ هيءَ ڏسي آيو ۽ پنهنجي مالڪ کي پاڻ سان
وٺي، اها جڳهه ڪوٺي سب مال ڏيکاريائينس. مالڪ ڪتي
تي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪتي کي جمالين ته بس، سو منهنجي
شوا پوري ڪئي، هاڻي تون پنهنجي مالڪ وٽ وڃ. هن

سري نارائڻ هري اُپديش ( ٥٨٣ ) منش جنم وڃائڻ لاءِ پڇتائڻ
مارائي ڇڏيائين ۽ وڻ وڍائي درياهه ۾ اُڇلارايائين. پوءِ انهيءَ
مائيءَ کي ڏوندارڻ لڳا ته مائي جاڳي پيئي ۽ جهڙو اهڙو
سعد رسروپ تي پيو جهڙي اپسرا. راجا حيران ٿيو. پڇيائينس
ته تون ديو ڪيا آهين يا ناڳ ڪنيا آهين. تنهن پنهنجو سمورو
حال ٻڌايس. ۽ چيائيس ته تو کي اُمر ڦل ڏنا. اهو ٻڌي
راجا ڏاڍو روئڻ لڳو. اهين منش روپي امر ڦل نشٽ وڃائي
پسچاتاپ ڪرڻو پوندو.

سانجهيءَ ريت تلسي رامائڻ جي اُتر ڪانڊ ۾ سري رامچندر
جن به سڀني کي اُپديش ڪيو ته گوڙن پڇن ڪري هيءُ منش
جنم پاتو اٿوَ ۽ اوربک ڪري اجايو وڃي رهيو اٿوَ، پوءِ پڇتائيندا.
پڇتاءَ تي طوطي جا ڇيل درشٽانت هتي ڏجن ٿا. طوطي
راجا کي چيو ته جئن هڪ راجا پنهنجي هنڪاري باز کي مارائي
پڇتايو هو، تئن تون به نه پڇتائين.

**ڪٿا (١):-** هڪ راجا باز پاليو هو. اُهو باز راجا جي
هر وقت رکيا ڪندو هو. ۽ راجا به چاهيندو هو ته باز منهنجو
رکيڪ آهي. هڪڙي ڏينهن راجا اُهو باز کڻي شڪار تي ويو
۽ گهاٽي جهنگ ۾ اندر گهڙي ويو. شڪار کيليندي کيليندي
راجا کي ڏاڍي اُڃ لڳي. پراڻ نڪرڻ لڳس. رتي جل به نه
مليس. ڳوليندي ڳوليندي ڏٺائين ته جبل جي هڪ ڇپرٽي
مان بوند بوند جل جي نڪري رهي آهي. راجا ان بوند جي
هيٺان ٿانوَ رکي ڇڏيو. جڏهن ٿانوَ ڀريو ۽ پيئڻ تي لڳو ته باز
جهٽ هڻي ٿانوَ ڪيرائي ڇڏيو. راجا کي پاڻي پيئڻ نه ڏنائين.
راجا کي ڪروڌ آيو ۽ ويچار سان ڪروڌ دور ڪيائين ۽ ٿانو
وري جل جي بوند هيٺان رکيائين. پيو پيرو جڏهن ٿانو ڀرجي
ويو ۽ هيءُ پيئڻ تي لڳو ته وري باز ڪيرائي ڇڏيو. وري
راجا کي ڪروڌ آيو، پر ڪئن به ڪري شانتي ڪيائين.

سنسڪار ڀلا هئا، تنهنڪري قاسد تي ڄڻڻ جي سزا آئي
ڊاڪو گهرائي انکي اهو ڦل ڪارائين ته هو ڪاني سگهوئي مري
ويو. راجا کي پڪو شڪ ٿي ويو ته هي برابر وِک ڦل آهي.
تڏهن راجا ڪاوڙجي ٻئي ڦل کي باغ ۾ اُڇلي ڇڏيو. ٿوري
وقت کانپوءِ امر ڦل جو وڻ پيدا ٿيو. وڏي تيڻ سان اُن ۾
ڦل لڳا. راجا مالهيءَ کي چيو ته هن وڻ جي سنڀال رکج.
جڏهن ڪو قاصد لائق داڻو ايندو ته اُنکي ڪارائبو. ٻئي
ڪنهن کي ويجهو وڃڻ نه ڏجانءِ. آخر جڏهن ڦل پچي ويا
تڏهن طوطو نار نار چوندو رهيو ته مهاراج! توهين هيءُ ڦل
کائو ۽ رانيءَ کي کارايو ته توهين امر ٿي پوندا ۽ توهانجو وڏو پڪ
سندر روپ ٿيندو. پر راجا طوطي جي وچن جو آنادر ڪري
اُلٽو هن سان دويش ڪرڻ لڳو. آخر ان شهر ۾ هڪ ساهوڪار
جي استري، جا گهڻو ندي تي پڪي هئي، جنهن سان
سٽ پٽ هئا، ۽ سڀ ڪنني هئا، تنهن مائيءَ کي انيسار
ٿي پيو. شيوا ڪري سڀ تنگ ٿي پيا. سڀ پيا ڏڪار پيدا
هئس. تڏهن مائيءَ خيال ڪيو ته اهڙي جيئڻ کان ته مرڻ
ڀلو. پاڙيسرين کان پڇيائين ته ڪهڙيءَ طرح مران. انهن چيس
ته راجا جي باغ واري وِک ڦل کائي مري وڃ. مائي پڳا
ڪپڙا پهري باغ ۾ آئي ۽ ڏ ڦل کائي ڪپڙو تاڻي سمهي پيئي.
مائيءَ کي گهوري ننڊ اچي ويئي. ايتري ۾ مالهي آيو ۽ ڏٺائين
ته هڪ آدمي وِک ڦل کائي مئو پيو آهي. تڏهن مالهيءَ راجا
کي خبر ڏني. راجا کي ڪاوڙ آئي. ۽ هڪدم طوطي کي
گهرائي حڪم ڪيائين ته بغير سوچ سمجهه جي هن طوطي کي
ماري ڇڏيو ۽ وڻ مٿيع سوڌو پٽي درياهه ۾ وجهي ڇڏيو.
طوطي راجا کي گهڻو سمجهايو ته ڪي مونکي مار، لڪي
وڻ وڃاءِ، نه ته پوءِ پڇتائيندين. اِنهيءَ ٻالت نه چار درشٽانت
ٻڌايائينس. پر راجا ڪروڌ وس ٿي نه مڃيو. طوطي کي

ڏاڍا بکايل آهيون- تڏهن راجا جو باغ، جو ڦلن سان ڀريو ۽ تمام وڏو هو، تن جي کائڻ لاءِ حڪم ڏنائين ۽ مالهيءَ کي حڪم ڏنائين ته هنن کي ڪجهه نه چئج. طوطن سڀ ڪجهه باغ اُجاڙ ڪري ڇڏيو. ايتري نقصان تيڻ تي به راجا طوطي تي خوش رهيو- پوءِ طوطي پنهنجي پرجا ڏيکاري راجا کي چيو ته مان انهن جو راجا آهيان. مونکانسواءِ ڏاڍا دکي ٿيا آهن مونکي هڪ مهني جي موڪل ڏيو ته مان پنهنجي پٽ کي راڄ ڏيئي اچان. راجا پريم وس ٿي ڇڏيس لئي ۽ چيائينس ته جيڪڏهن تون ويندين ته تون موٽي هتي ڪڏهن ايندين. طوطي چيس ته مان ضرور ايندس. جي نه اچان ته سڀئي دنيا جا پاپ مونکي لڳن. راجا طوطي کي هڪ مهني جي موڪل ڏني. طوطي وڃي پنهنجي راڄ جو پورو بندوبست ڪري پنهنجي پٽ کي راڄ ڏنو. موٽڻ وقت ڪيس اماڻڻ لاءِ ڪئين طوطا ساڻس آيا. رستي ۾ امر ڦل ڏٺائين. اُنهمان راجا ۽ راڻيءَ واسطي ٻه ڦل ڪٽي آيو ۽ اڳيان رکي نمسڪار ڪيائين. امر ڦلن جا گڻ ٻڌايائين. راجا ڏاڍو خوش ٿيو- پر جڏهن طوطو ويو تڏهن پنيان راجا جي ٻين ڪامورن راجا ۾ اُلٽا سنسڪار وڌا ته طوطو پنهنجي راڄ مان اچي وڪه ڦل ڪٽي آيو هوندو. توهانکي مارڻ چاهيندو هوندو. اِنهن سنسڪارن پوڻ سان راجا اُن ڏينهن اُهي ڦل ڪم نه آندا. هڪڙيءَ ڪونيءَ ۾ رکي ڇڏيائين - رات جو هڪڙي نانگه کي امر ڦلن جي سڳندي آئي. اُن اچي هڪ ڦل مان ٿورو کائي اُن ۾ پنهنجي وِڪه وڌي - ٻئي ڏينهن طوطي ڏنو ته هڪڙو ڦل کاڌو پيو آهي - تڏهن راجا کي چيائين ته هيءُ ڦل نانگه جو کاڌل آهي - تنهنڪري اِهو ڦل ڪنهنکي نه کارائج. جيڪڏهن کارائيندين ته کائيندڙ مري ويندو ۽ ٻيو ڦل بيشڪ کاءُ. امر ٿي ويندين- راجا کي ڪامورن جا

ڇيمس ته مان املهه آهيان - پر گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک روپيا
منهنجو ملهه ڏي - مان توکي گهڻو ڪم ڏيندس - ڌرم اُپديش،
۽ نيتي اُپديش پڙهائيندو وسان ۽ - راجا طوطو خريد ڪيو ۽ گهر
کڻي آيس - پراتهه ڪال ٿيندي ئي طوطي راجا کي جاڳائي
چيو ته اُٿي پرميسر جو نالو جپ - منش جنم سڦل ڪر - گرو ۽
ديو ويچي درشن ڪر، ست سنگ ڪر - راجا آلس ڪري
اُٿيو نه ٿي - طوطي گهڻا اِتهاس ٻڌايس - ٻڌندي ٻڌندي راجا
جي شردا وڌي ويئي ۽ ڀڳت ٿي ويو - لٺ نيمي ٿي ويو -
هوڪي طوطي چيس ته اٺون نياءُ ڪرڻ گهر جي جڻن نعدي اُسراج
ڪيو هو. جنهنجي آساوار پر ڏني لکيل آهي - راجا ٻڇيس ته
اها ڳالهه ڪيئن آهي؟ هن چيس ته هڪڙو راجا هو هنکي ٻه
راڻيون هيون - هڪڙيءَ مان هڪڙو پٽ هوس ۽ ٻيءَ مان
چار پٽ هئس - جڏهن هو راڄ ڪرڻ جا لائق ٿيا، تڏهن
راڄ جو اڌ ٻهرئين پٽ کي ڏنائين ۽ اڌ حصو ٻيءَ راڻيءَ جي
چئن پٽن کي ڏنائين - اُنهن چئن پٽن منصوبو ڪري هڪڙي
اڪيلي جنگل ۾ هن ڀاءُ ڀائين جا هٿ پير وڍي هڪ انڌي کوهه ۾
ڦٽو ڪري آيس - سندس ماءُ ۽ استريءَ کي چيائون ته اُسراج
کي شينهن کائي ويو ۽ سندس ڪپڙا ڏيکاري هنکي
پورن وسواس ڪرايائون - هو ڏاهن اُنهي کوهه تي ٽورن ڏيهن
کاٻوءِ هڪڙو کنيار آيو ۽ اُنهي کوهه مان جل ڀرڻ لڳو، ته
راجا کوهه مان آواز ڪيو ۽ تنهن ڪرائن سان لوٽو جهلي ٻينو
۽ پنهنجو سڄو حال ٻڌايائين- کنيار هنکي کوهه مان ڪڍي پنهنجي
گهر وٺي آيو - هنجي شيوا ڪندو رهيو. انهيءَ راڄ ۾ ڪنهن
گهر ۾ ٽي استريون رهنديون هيون هڪ ٻڍي مائي، ٻي
هن جي ننهن ۽ ٽين هنجي ڌيا - سڀني جي پرياوچي ڪري انهن
ٻنهي کي ساڳئي ڏينهن ساڳئي وقت ٻار ڄاوا - ننهن کي پٽ ۽ ڌيءَ
کي ڌيءَ ڄائي- ٻڍيءَ کي ننهن کان ڌيءَ وڌيڪ پياري هئي ڇاڪيائين

## ٻن ڪانڌي پاڻي سان ڀيري ٿاڪو ٻيو

هاڻي ٻه دان ڪندين ته ڏلي تي ويهندين. هن ڳروهن جو وچن مڃي دان شروع ڪيو.

موٽي سنمت ١٩٧٧ ۾ ٻيهري ٿالي ڳوٺ ۾ ولي اچڻ لاءِ ٽيالي ڪشن سنگهه جي ڏاڍو زور لڳايو. آخر سوامي جن کي ٻيهري ۾ وٺي آيو هيو داس به ساڻن هو. رستي ۾ ڀهريائن مانڪٽ ڳرام ۾ پاڻي ٻهو صاحب جي ٻهر سري ڳرو ڳرٿ صاحب جو درشن ڪرايون. انهي ماڻهن چار ڏينهن ٽڪائي ڇڏيون. ٻوءِ ٻيهري آيا. انهي منڪ جنم لئي ڪٿا ڪرايون. ٻڌايون ته ڳيان حي واسطي ئي پرماتما مانش جنم ڏنو آهي آتم ڳيان کانسواءِ منش سرير نسٿل آهي.

**آون آئي سرشٽ مين - ٻن ٻوڌي ٻهون ٺور**
**ٽالڪ ڳرمکه سوٻجهي - جا ڪٿي ڀاڳه ستور**

[ ڳوڙي ٻاون اکري صفحه ٢٥١

رعب جن هڪڙي جي ( شبد ) ۾ منش جنم جي پرچاڻ ثابت ڪيو آهي ته جيئن هڪ راجا کي امر ڦل مليو ۽ انجو قدر نه ڄاڻي جهنگ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيائين ۽ ٻوءِ پڇتائڻ لڳو، تئين مانش جنم نسٿل وڃائي ٻوءِ پڇتائڻو پوندو. انهي تي هڪ راجا جي ڪٿا آهي:-

**ڪٿا:-** هڪڙي ڏينهن ڪو راجا شڪار ڪرڻ واسطي جهنگل ۾ ويو. موٽڻ وقت هن هڪ ماري ڏٺو، جنهن ڳهڻا طوطا ڦاسايا هئا. انهن ۾ طوطن جو راجا به ڦاسي ويو هو، جنهن کي راجا ڏسي ڏاڍو موهت ٿي پيو. ۽ ماريءَ کان انجو ملهه پڇيائين. ماريءَ چيس ته طوطو پنهنجو ملهه پاڻهي ٻڌائيندو. طوطي کان پڇيائين ته پنهنجو ڪيترو ملهه آهي؟ ان

ئي سڀ ڪجهه ملي ٿو- تنهنڪري دانيُن وٽ -ڏن ڏسي
انهن تي حسد نه ڪر- پر دان ڪري پدارٿ پراپت ڪر.
نه ته سنتوش ۾ رهه- جيڪڏهن پيا مالپورا کائين تا ته تون
چڻن ۾ ئي پرسن رهه. جيڪڏهن پيا ريشمي ڪپڙا پائين تا
ته تون پراڻن ڪپڙن ۾ ئي پرسن رهه-

هڪ سمي سري گرو هرراءِ صاحب جيءَ وٽ هڪ پريمي
آيو ۽ چيائين ته مان پهريائين نرڌن هوس وچ ۾ ڌني ٿيس
هاڻي وري نرڌن ٿي پيو آهيان انهيءَ جو ڪهڙو سبب
آهي- گورو جيءَ چيس دان ڪرڻ ڪري تون وچ ۾ ڌني ٿي
ويو هوئين- ۽ دان جي نه ڏيڻ ڪري تون وري نرڌن ٿي
ويو آهين. هن چيو ته مون دان ته ڪڏهن ڪونه ڪيو آهي-
گروڄي چيس ته جڏهن تون نرڌن هوئين، تڏهن تنهنجي گهر
۾ پکين جو جوڙو رهندو هو. جي اڳئين جنم ۾ شاهوڪار
هئا ۽ اسانجا سک هئا. پر انهن اسانجو اُپديش نه پالڻ ڪري
پکي پاليا. انهي ڪري هو پکي ٿيا ۽ تنهنجي گهر ۾ رهيا
۽ تون مزور هوئين. انهن پئسن جو تون اَن ونـي سڪائڻ
وجهندو هوئين- اُنهن پکين کي اڳئين جنم جو خيال هو ته
گروءَ جي اسان شيوا نه ڪئي ۽ نڪو اُپديش ڪمايوسين.
هاڻي جنهن جي گهر رهون تا، ڪجهه اَن جو ته پلو ڪريون
جنهنڪري تنهنجو اَن کٽي اسانجي ديگه ۾ پائيندا رهيا.
سنگت کائيندي رهي- انهي پچ جي ڪري تون ڌني ٿي
وئين ۽ پنهنجو مڪان نئون بڻايءِ. دروازا بند رکيه پکي
اڏامي ويا. داڻا ديگه ۾ پوڻ بند ٿي ويا. تون نرڌن ٿي پئين-

**پرماڻ :-**

رهب ڪاڍئي ڪوپ جل کهٽي نه نرمل نير

مايڪ پدارٿ موڪلي نه موڪلي، جو سو آهي پرماتما جي
طرف کان پلائيندڙ آهن. انهي ڪري مان مايڪ پدارٿن جي
ڪا اڇا به ڪانه تو ڪريان - پر پرارپڌ جي اڌين پرميسر
موڪلي ٿو ته صبر ڪري وٺان ٿو- جي نه موڪلي ته شڪر
ڪريان ٿو- پهرئين ۽ ٻئي جي صبر شڪر ۾ ايترو فرق آهي،
جو پهرئين پدارٿ ملڻ لي شڪر ۽ نه ملڻ تي صبر ڪيو ٿي.
۽ ٻئي پدارٿ جي ملڻ لي صبر ۽ نه ملڻ تي شڪر ڪيو ٿي.
اهڙيءَ طرح مايڪ پدارٿن جو لباڳ مهاتما لوڪ ڪندا رهن
ٿا. ڪنهنڪري ڏن جي اڇا نه ڪرڻ گهرجي ۽ آيل ڏن
جو دان ڪرڻ اهو ئي لباڳ آهي. جيڪو ڏن سو دان لئو
ڪري جنهنجو منش شرير اجايو آهي. جنهنجو مڙهه گندڙ به
ڪين ڪائين تا جئن هڪ ڪبوتر جو مڙهه جهنگل ۾ پيو هو-
گندڙ ڏسي انکي ڪاڻا آيو نه آڪاس واڻي ٿي، نه هي ڪنڊڙ
هن شرير کي نه کائيج. انجا سب انگ اپوتر آهن. انجا ٻئي
هٿ دان کان رهت آهن. ٻئي ڪن پرميسر جي ڪٿا جا
دروهي آهن. ٻئي اکيون سنتن جي درسن کان رهت آهن.
پير ڪڏهن تيرٿ ياترا تي نه ويا آهن ۽ سدا تڪليف ڪڏ
ڪمل ڏن سان پيٽ پريو اٿس ۽ اهنڪار جي ڪري هٿڙو
مٿو سدائين اوچو رهيو آهي. ڪنهن کي نه امسڪار نه ڪيو
هو. اهڙيءَ طرح دسر گروجيءَ هڪڙي جوڪري جي
هٿان حل گهرايو ته انهي ۾ اي سڌس هٿ ۾ پيالا پنهجي
ويا. جوڪري حيو ته مون اڄ ڏيهن لائين ڪنهڪي نه حل نه
پتاريو آهي. پهريان ئي اوهانکي پتاريان ٿو. گروجن اهو حل
هڪدم ڇڏي ڏنو ۽ حائون ته جنهنجا هٿ اپوتر آهن، جو
جو لو جنهنجي هٿن سان ڪنهنجي سوا نه ڪئي آهي. انهي
مان ثابت ٿيو ته دان رهت عضوا اپوتر ٿين ٿا. ۽ جو دان لئو
ڪري تنهنکي مايڪ سک نه لڻا ملن. دان ڏيڻ واري کي

چڙهيائين. راجا وڪرم اٺ ئي پهر بي هوش ٿيو پيو هوندو
هو. هنکي پتو به ڪونه هو ته ڪا مونهنجي هن سان شادي
ٿي آهي. ڇوڪري هنکي نوڪريءَ ۾ وجهي گهمندي هئي
۽ شيوا ڪندي هئي. ڇهه مهنا گذري ويا. هڪ ڏينهن راجا
کي هڪڙي وڻ هيٺان سمهاري هو پاڻ پڙهي رهي هئي
وڻ جي ويجهو ٻڙ مان هڪڙو نانگ نڪتو. اُن ڏٺو ته راجا
وڪرم کي نانگ مورڇا ڪيو آهي تڏهن پيٽ واري نانگ
کي چيائين ته اڙي نيچ! تون ٻاهر نڪري آءُ نه ته مان توکي هن
راڻيءَ جي ڏاڙان ٻوٽيون ڪاڙهي ماري ٻاهر ڪڍائيندس. هن
چيو نه مان ٻاهر ڪونه نڪرندس تڏهن راڻيءَ کي چيائين ته فلاڻي
ٻوٽي راجا کي کاراءِ ته اندرئي مري ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٻاهر نڪري
ويندو ۽ راجا وڪرم به چڱو ڀلو ٿي پوندو. تڏهن اندرين سرپ به
راڻيءَ کي چيو ته مونهنجو وچن به ٻڌ. هنجي ٻڙ ۾ خزانو آهي هنکي
فلاڻي ٻوٽيءَ جو دونهون ڏيئي اندو ڪر ۽ خزانو ڪڍي وٺ راڻي
خيال ڪيو ته هي ته ڏاڍو چڱو ٿيو. ٻوٽيون آڻي ٻهريائين
ٻڙ واري نانگ کي دونهون ڏنائين ته هو اندو ٿي پيو ۽ خزانو
هٿ ڪيائين. ٻوءِ ٻيون ٻوٽيون گهوٽي راجا کي پيئاريائين ته
انهن جي رستي راجا جي اندر ۾ رهندڙ نانگ ٽڪرا ٽڪرا
ٿي ٻاهر نڪري ويو ۽ راجا کي مورڇا لٿي ۽ سجاڳ ٿيو.
جڏهن اکيون کوليائين ۽ سامهون ڇوڪري ڏٺائين تڏهن
ڪانئس پڇيائين ته تون ڪير آهين؟ راڻيءَ سڄي ڳالهه راجا
کي ٻڌائي. راجا ڏاڍو خوش ٿيو. ٻڙ واري نانگ جو خزانو
۽ کيس پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ وٺي ويو ۽ سندس شيوا ڪيائين
۽ ان راڻيءَ کي پٽ راڻي ڪيائين. پٽ راڻيءَ جي پتا تي
پيو راجا ڪاهي آيو ۽ کيس جيئتي سندس راڻيءَ سوڌو
ديس نيڪالي ڏيئي ڇڏي هئائين. هو مزوري ڪندا ڦرندا
رهيا. پٽ راڻيءَ اُنهنکي ٻولائي پاڻ وٽ گهرايو ۽ کين

آهي. اُتي ٻه ڪپڙيون لواس ڪنديون ته تون لوڙي ٻوليندين-
مهاراجا وڪرم وڏو داني آهي. توکي ضرور ججهه ڏيندو.
سرپ راجا وڪرم جي در تي اچي پهچي رهيو ۽ ڪانڊ
ٻيڻ جهڙي ڏاڻس. راجا جڏهن الين ڪرڻ جو سبب
پڇيس ته ٻڌائين ته مونکي پنهنجي هردي ۾ شاع ڏي. راجا
کي وزير ۽ سڀني ماڻس منع ڪئي پر پرأپڪاري راجا وڪرم
چار پهر رهڻ لاءِ ناڳ کي ميرڪل ڏني. ناڳ اندر وڃي
نوري گنگ تي پهو ۽ اُتان باهر نڪرڻ جو خيال نه ڪيائين.
راجا ته دوائن ونڻ سان اُنکي باهر نه ڪڍيو. راجا کي ڪوڙهه
تي پيو. ۽ سڀ ماڻت ڪانوس پري ٿيا پيئن. راجا راڄ ڇڏي
گنگا ڪناري تي ويو. اُتي ٻه ماڻهو پٽي ڪانوس پري پڳا
۽ وڪ جي اثر ڪري راجا گهڙيءَ گهڙيءَ مورڇت ٿي پئي
ويو. هڪ ڏينهن دکي ٿي گنگا ۾ ٻڏڻ جو خيال ڪري رهيو
هو ته ايتري ۾ پٽي راجا جا ساهي کيس پڪڙي ولي ويا.
پيو جو انهي راجا جي ڌيءَ ڏيءَ ايشور جي ڀڳتي رهي هئي
۽ ايشور کي ئي سڀني جو پالڪ سمجهندي هئي. ڇوڪريءَ
جو پڪو وشواس پرميسر تي هو ۽ سدس پتا کي اهنڪار
هو ته مان ئي هنکي کاڌو پيتو ۽ سڀ ڪم ڏيانٿو. هڪڙي
ڏينهن ڪانوس پڇيائين ته توهان ڪنهنجي آسري آهيو؟ جواب
ڏنائيس ته مان پرميسر جي آسري آهيان. تنهن تي هو ته ته.
تون منهنجي ئي آسري آهين- مان ئي توکي پالڻان ٿو ڇوڪريءَ
چيو ته ته. پرميسر ئي سڀ جو پالڪ آهي- اهو ٻڌي راجا
ڪاوڙ ۾ اچي ساهن کي حڪم ڏنائين ته ڪو ڪوڙهيو ٽولي
وٺي اچو، ته مان اُن سان هنجي شادي ڪرائي انکي سؤلي
ڏيان. تڏهن ساهي راجا وڪرم کي ولي ويا. هن سان
ڇوڪريءَ جي شادي ڪرائي ٻنهي کي ديس نڪالي ڏني

ڇڏيائين. راجا وڪرم اهڙي ٻهر بي هوش ٿيو پيو هوندو
هو. هنڪي ٻتو به ڪونه هو ته ڪا مهنجي هن سان شادي
ٿي آهي. ڇوڪري هنکي نوڪريءَ ۾ وجهي گهمندي هئي
۽ شيوا ڪندي هئي. ڇهه مهنا گذري ويا. هڪ ڏينهن راجا
کي هڪڙي وڻ هيٺان سمهاري هو پاڻ ٻڙهي رهي هئي
وڻ جي وچهو ٻڙ مان هڪڙو نانگ لٿو. اِن ڏٺو ته راجا
وڪرم کي نانگ موڙيا ڪيو آهي تڏهن پيٽ واري نانگ
کي چيائين ته اڙي نيچ! تون ٻاهر اچي آءُ نه ته مان توکي هن
راڻيءَ جي دنارن ٻوٽيون کارائي ماري ٻاهر ڪڍائيندس. هن
چيو ته مان ٻاهر ڪونه اچندس تڏهن راڻيءَ کي چيائين ته فلاڻي
ٻوٽي راجا کي کاراءِ نه اندرئي مري ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٻاهر اچي
ويندو ۽ راجا وڪرم به چڱو ڀلو ٿي پوندو. تڏهن اندرين سرپ به
راڻيءَ کي چيو ته مهنجو وچن به ٻڌ. هنجي ٻڙ ۾ خزانو آهي هنکي
فلاڻي ٻوٽيءَ جو دونهون ڏيئي اندو ڪر ۽ خزانو ڪڍي وٺ راڻي
خيال ڪيو ته هي نه ڏاڍو چڱو ٿيو. ٻوٽيون آڻي ڀريائين
ٻڙ واري نانگ کي دونهون ڏنائين ته هو اندو ٿي پيو ۽ خزانو
هٿ ڪيائين. ٻيءَ ٻوٽيون گهوٽي راجا کي پيئاريائين ته
اُتين جي رستي راجا جي اندر ۾ رهندڙ نانگ ٽڪرا ٽڪرا
ٿي ٻاهر نڪري ويو ۽ راجا کي موڙيا لٿي ۽ سجاڳي ٿي.
جڏهن اکيون کوليائين ۽ سامهون ڇوڪري ڏٺائين تڏهن
کائونس پڇيائين ته تون ڪير آهين؟ راڻيءَ سچي ڳالهه راجا
کي ٻڌائي. راجا ڏاڍو خوش ٿيو. ٻڙ واري نانگ جو خزانو
۽ کيس پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ وٺي ويو ۽ سندس شيوا ڪيائين
۽ اِن راڻيءَ کي پٽ راڻي ڪيائين. پٽ راڻيءَ جي پتا تي
پيو راجا ڪاهي آيو ۽ کيس جيئتي سندس راڻيءَ سوڌو
ديس نيڪالي ڏيئي ڇڏي هئائين. هو مزوري ڪندا ڦرندا
رهيا. پٽ راڻيءَ اُنهنکي ڇولائي پاڻوٽ گهرايو. ۽ کين

آهي. اُلٽي ۾ گهڙيون لواس ڪندين ته تون ڏري ٻولدين-
مهاراجا وڪرم وڏو دالي آهي. لوڪي ضرور جڳهه ڏيندو.
سرپ راجا وڪرم جي در تي اچي پهچي رهيو ۽ ڪاڻ
ٻيڻ جڏي ڏنائين. راجا جڏهن انين ڪرڻ جو سبب
ٻڇيس ته چيائين ته مونکي ٻهوڃي هردي ۾ جاءِ ڏي. راجا
کي وزير ۽ سيني ماڻهن منع ڪئي ۽ پر اُپڪاري راجا وڪرم
چار ٻهر رهڻ لاءِ ناڳ کي موڪل ڏني. ناڳ اندر وڃي
ڏري گنگا تي پهتو ۽ اُتان ٻاهر نڪرڻ جو خيال نه ڪيائين.
راجا ته دوائن ونڻ سان اُنکي ٻاهر نه ڪڍيو. راجا کي ڪوڙهه
تي پيو. ۽ سڀ ماڻهو ڪانولس پري ڀڄا پڄن. راجا راڄ ڇڏي
گنگا ڪناري تي ويو. اُتي ٻه ماڻهو ٻئي ڪانولس پري پڳا
۽ وڪ جي اثر ڪري راجا گهڙيءَ گهڙيءَ مورڇا تي پئي
ويو. هڪ ڏينهن دکي تي گنگا ۾ ٻڏڻ جو خيال ڪري رهيو
هو ته اُتي ۾ ٻئي راجا جا سپاهي ڪيس پڪڙي ولي ويا.
جو حو الهي راجا جي لئيءِ ڏيءِ اسور جي تي رهي هئي
۽ اسور کي ئي سيني جو ٻالڪ سمجهندي هئي. ڇوڪريءَ
جو پکو وشواس پرميسر تي هو ۽ سندس پتا کي اهنڪار
هو ته مان ئي هنکي کاڌو پيتو ۽ پهو سڀ ڪجهه ڏيان ٿو. هڪڙي
ڏينهن ڪانولس پڇيائين ته اوهان ڪنهنجي آسري آهيو؟ جواب
ڏنائيس ته مان پرميسر جي آسري آهيان. ٻطس جهو ته ته.
اوهان منهنجي ئي آسري آهيو- مان ئي لوڪي پاليان ٿو ڇوڪريءَ
چيو ته نه. پرميسر ئي سڀ جو پالڪ آهي- اهو ٻڌي راجا
ڪاوڙيو ۽ سپاهين کي حڪم ڏنائين ته ڪو ڪوڙهيو ٿولي
ولي اچو، ته مان اُن سان هنجي شادي ڪرائي اُنکي سزا
ڏيان. تڏهن سپاهي راجا وڪرم کي ولي ويا. جن سان
ڇوڪريءَ جي شادي ڪرائي تنهي کي ديس نڪالي ڏني

براهمڻ آشيرواد ڏيئي اُتي هلڻ لڳو. راجا چيس ته توهين
کهڙي پرﺑوجن سان آيا هئا. جواب ڏنائين ته مون توهانجي
دان جي مشهوري ٻڌي هئي. انهيءَ پرﺑوجن سان آيو هوس.
هتي اچي ٻڌم ته توهان يگيه ۾ پنهنجو سروس دان ڪري
ڇڏيو آهي ۽ مان ڏسان ٿو ته سوني ارگهه جي بدران مٽيءَ
جو ٿانءُ رکيو اٿوَ. راجا چيو ته تون پنهنجو منورٿ ضرور ٻڌ رو
ڪر. براهمڻ چيو ته مان پنهنجي گروءَ وٽ رهي پورڻ ريت
سان ويد وديا پڙهيو آهيان ۽ گرو دڪشا واسطي مون گروءَ کي
پرارٿنا ڪئي. گرو جيءَ چيو ته اسين تنهنجي شيوا تي خوش
آهيون. پر مون ڏاڍو ضد ڪيو ته هر ويرو ونو. تڏهن گرو جي
ڪاوڙ جي چيو ته چوڏهن لک گنبون آڻي ڏي. اِنهي واسطي مان
توهانوٽ آيو هوس. مهاراجا چيس ته جيستائين منهنجي هٿ
۾ ڏنش ٻاڻ آهي تيستائين منهنجي ڏر تان سوالي نه خالي.
تون هتي ويهه. مان ڪُبير تي چڙهائي ڪري هاڻي تو تنهنجو
منورٿ پورو ڪريان. ائين چئي راجا لشڪر کي تيار ٿيڻ
جي آگيا ڪئي ۽ پراتهه ڪال چڙهائيءَ جو سمو مقرر ڪيو
ويو. پراتهه ڪال ٿيڻ سان خزانچيءَ اچي ٻڌايو ته مهاراجا! رات
جو خزاني ۾ سون جي برسات پيئي آهي. راجا ٻاڻ وڃي
ڏنو ۽ ڪؤنس براهمڻ کي ڏن ڏيئي باقي بچت به پاڻ وٽ
نه رکي ٻين براهمڻن کي ورهائي ڏنائين.

دان ۾ ڪٿا مهاراجا وڪرم جي هن ريت آهي. مهاراجا
وڪرم جي دان جا بيشمار پرسنگ آهن پر هتي فقط هڪڙو
لکجي ٿو. سندن در تان سوالي نه خالي. هڪڙي سمي هڪڙو
اِڇا ڌاري سرپ بن ۾ رهندو هو. ۽ ٻن جي اگني لڳڻ تي
سندس سرير تي سيڪ آيو. ڏاڍو دکي ٿيو ۽ شانت جا اُپاءَ
ڪرڻ لڳو. پر شانتي ڪٿي نه مليس. تڏهن ٻئي اِڇا ڌاريءَ
سرپ چيس ته مهاراجا وڪرم جي هردي ۾ شانتيءَ جو حوض

جن داس کي هرمندر وارا ڪتا ڪرڻ لاءِ ولي ويندا هئا.
ڦِڪيا پر سوامي جن جو ڌيان ٿيو نه رشيڪيش هلڻ جي. سردار
صاحب سوامي، جن کي ڍلي ولي وڃڻ جو گهڻو زور لڳايو،
پر سوامي جن جو وچار نه ٿيو. تڏهن سردار صاحب سيڪنڊ
ڪلاس گاڏي ريزرو ڪرائي پنهنجي آدميءَ سان سوامي جن
کي رشيڪيش ۾ پهچايو. اُتي چواريءَ پر رهيا. برسات جي
ڏينهن ۾ حل اچڻ تي سوامي جن پاڻ ۽ شريمان گروچي نرمل
آشرم ۾ اچي ويا. اُتي سال نرمل آشرم جو آسرو ڏيندڙ
شريمان ١٠٨ مهنت بڌاسنگهه جي سوامي جن جي ڪري اُتي
ئي رهيا ۽ سندن جو سوڌاڻي ديوان گوبندرام سلامتراءِ ڏيتي
پنهنجي پٽ رامچند سوڌو سوامي جن جي درشن لاءِ آيو.
سوامي جن ۾ هنجي اسمت شرڌا هئي ۽ داس ڪان وچار ساگر
پڙهڻ لڳو. ۽ سوامي جن کي چانهن نه مان هزار رپين جي
شموا ڪرڻ چاهيائين. جتي جنو لتي خرچ ڪريان. سوامي جن
جن داس جي ڏنارن پنجاب سنڌ چيتر ۾ هڪ سمتي (سڀني
لاءِ) پيدار ڪرايو ۽ سڀني سنتن کي ڪند، صابڻ، ڪمرو
ڏياريائون. باقي رپين جو ڪمرو ڪهرائي سنتن کي ورهائي ڏنائون.

متئين ديوان صاحب سوامي جن کان قسمين قسمين سوال
ڪري جواب پائي ست سنگ ڪري سوامي کان پورن لاڀ
پرايو. سوامي جن ڪبس دان جا وڏا پرسنگ ٻڌايا ۽ دالي
راجائن جون ڪٿائون ٻڌايائون جئن راجا رگهوءَ جي ڪٿا
هن طرح ٻڌايائونس !-

سورج ونسين ۾ مهاراجا رگهو وڏو ڌرماتما ۽ چڪرورتي
راجا ٿي گذريو آهي. هڪڙي پيري مهاراجا ڪچهريءَ ۾
ويٺو هو نه ونس ڪوتس نالي براهمڻ آيو. راجا اُٿي
ارگهه (پاڻيءَ جي ٿالهي) سان پوڄا ڪئي. ٿوري دير ڪانپوءِ

١٩٧٥ تائين سوامي جن رکيکيش ۾ رهيا. سياري ۾ مانگهه جي مهني ۾ سري ١٠٨ پنڊت هريسنگهه جيءَ جو ساليانو اُتسؤ ٿيندو هو. اتي پاڻ ڪٿا ڪندا هئا ۽ اُتسؤ جا ست ڏينهن هڪ شبد تي ئي وياکيان ڪندا هئا. ڪئين سنت ڪئين ڀڳت اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ ڪٿا ٻڌندا هئا. سنڌ پنجاب ڪيتر جي ميمبر راولپنڊيءَ واري سردار بوٽاسنگهه جي ۽ ٻيا سوامي جن جي آنيه (هڪ چت) شيوا ڪندا هئا. سارو سال اتي رهيا.

سنبت ١٩٧٦ ۾ گجرخان ڳوٺ ۾ آيا. اُتي پنهجي صاحب تي گرهڻ جو ميلو ڪيائون. رات جو ٿڌي پاڻيءَ سان سنان ڪندي سوامي جن ۽ داس جو سر ڳڙو بيمار ٿي پيو ۽ راولپنڊيءَ ۾ سردار بوٽاسنگهه کي سپنو آيو ته سوامي جن بيمار آهن پر پتو نه آهي ته ڪٿي آهن. سويري هرمندر ۾ ويو ۽ ست سنگين کي ٻڌائين ته مونکي سپنو آيو آهي ته مهاراج بيمار آهن. ڪنهڪي پتو آهي ته ڪٿي آهن. ڪن چيو ته گرهڻ تي پنجي صاحب ويا آهن. تڏهن سردار پنهنجو منشي پنجي صاحب ۾ موڪليو. سو خبر وٺي آيو. پوءِ پنهنجو مٽيب ۽ موٽر موڪليائون ته مهاراجن کي هٿي وٺي اچو. پوءِ سيٺي سنتن سوڌا سوامي جن راولپنڊيءَ ۾ اچي ويا ۽ سردار صاحب پنهنجي ڪارخاني جي دروازي تي نهيل بنگلي ۾ سيٺي سنتن کي رهايو. پر سوامي جن زياده بيمار هئا، تنهن ڪري سردار صاحب پاڻ سوامي جن جي شيوا ڪندو هو ۽ خود پنهنجي هٿن سان روٽي کارائيندو هون ۽ آڌي رات جو سيٺي بيمار سنتن کي دوائون پئاري ايندو هو ۽ منگلن ۾ باهه ٻاري ايندو هو. ٻن مهنن کانپوءِ سوامي جي ۽ سڀ سنت چڱا ڀلا ٿيا ۽ سيٺي ٻن ڏينهن کي ڪٿائون ٻڌايائون ۽ ڪڏهن ڪڏهن

سري رام وليا شرن، جو اڳي ٻه سوامي جن جي شموا ۾ رهندو
هو، تنهن گولا گهاٽ تي پنهنجي گروءَ شري جالڪي ورشرڻ جيءَ
جو مندر بڻائي سوامي جن کي اُتي رهائي سندن پوڄا ڪندو
هو. ڪين ڏسي ڏاڍو گد گد ٿيو ۽ سيا ۾ جيائين ته مان هتي
سنتن جي شموا ۾ رهندو هوس. سوامي جن جو نالو ٻڌي
ڪري پريان پراڳي مهاتما درشن لاءِ اُتي ايندا هئا. جلد
وقت سوامي جن جي پيتا ۾ سري رام وليا شرن جيءَ ۽ ٻين
ساڌن سچا موتي آڻي رکيا. ٻاڻ ورتائون لتي، پر زياده
زور ڪري هڪڙو ٻاڻ رکيائون، ٻيا سڀئي سنتن کي ڏياريائون.
اُلي ڏهه ڏينهن رهيا. موتي جتي ٻاڻ ڪڍڪل اچي ويا.
سبارو ڇهاڙيءَ ۾ رهيا. اونهارو وري اُتر ڪاشيءَ ۾ رهيا.
اُتي اونهارو گذاري رشيڪيش ۾ آيا. سندن نمنو ڪجھ ڪمزور
ٿي ويا تڏهن ڪڏاهن وچڙ جو سنڪلپ نه ڪيائون. اُهو
سڄو سال ڇهاڙيءَ ۾ رهيا. چترماس جي ڪري ڇهاڙيءَ ۾
جل وڌي ويو ۽ ٽي ڏينهن رستوني ڪود رهيو. اُن جو
درسن نه نه ٿيو. نيري نه نه هلي سگهي. هڪڙو سنت
رامسنگهه جيءَ نس ڪا د نا گڏ ڪري ترهو ناهي متس جاتور
ڪٽي آيو ۽ سوامي جن جي ڪنا ۾ گهاگهو ۾ وڏي سڀئي
سنتن کي ٽوري ٽوري کارايائين. اُهي سال شرامان ورڪمت
سنت ويرمرداس جي اُتي رهندا هئا. هنن سوامي جن کي جيو
سنڪر آنندي گنا ٻڌايو. تڏهن سنت ويرداس جيء، سوامي جي
۽ هيءَ داس ۽ ٻيا سنت نه گنگا جي ڪناري تي ٽڙن لي
وچي وهندا هئاسين. گهڻو ڪڳيءَ طرح سڀ ڳالهه جو لسڄو
ڪري ناٿر ملي وڃي ڪنا ٻڌندا هئاسين ۽ آپورق (اڳي
ڪڏهن نه نه گل) ويچار ڪندا هئاسين. اُهو سارو سال
ڇهاڙيءَ ۾ رهياسين. پوءِ اونهاري ۾ سوامي جن نرمل آسرم
۽ سياري ۾ ڇهاڙيءَ ۾ گذاريندا هئا. اهڙيءَ طرح سمت

اِنهيءَ طرح گورمکن کي سربر ٿائين به دان ڪري ڏيڻ گهرجي - گروجي لکن ٿا :- ”پن دان ڪا ڪري سربر“ اهڙيءَ طرح جو پرش پاڻ دان ڪري ٿو ۽ پهنجن ماڻهن کي نٿو ڪرائي، اهو به داتا ڪونهي. ۽ ٻين کان دان ڪرائي ٿو ۽ پنهنجو پيسو خرچ نٿو ڪري، اهو به داتا نہ آهي- ۽ پاڻ دان ڪري ٿو ۽ ٻين کان به دان ڪرائي ٿو ۽ مٺي ٻاڻي نٿو ٻولي اهو به داتا نہ آهي. مطلب تہ پاڻ به دان ڪري، ٻين کان به دان ڪرائي ۽ مٺي ٻاڻي به ٻولي، اهوئي داتا چئجي ٿو. گورمکہ کي اِئين ئي ڪرڻ گهرجي.

سنبت ١٩٧٢ جو ڪنڀ ڪري سيارو بہ سوامي جن رشيڪيش رهيا. اُتان شريمان سنت مولسنگهہ جيءَ خيرآباد ۾ سوامي جن کي وٺي وڃڻ لاءِ ۽ چترماس اُتي رهڻ لاءِ نوتو ڏنو. پاڻ مڃيائون نٿي، پر گهڻي پريم سان مڃيارئون. ٿورا ڏينهن اڳيئي اُنهن هڪ سنت ۽ ڪرايو ڏياري موڪليو. اُنهي وقت سنت مولسنگهہ جي لکيمپور ۾ بابا نانڪسنگهہ جيءَ وٽ رهيا پيا هئا. سوامي جن به گوڪرناٿ مهاديو جو درشن ڪندا لکيمپور ۾ ٿورا ڏينهن رهي خيرآباد ۾ آيا. اُنهي شهر جا پريمي سوامي جن جي ڪٿا ٻڌي اُنين (نہ ٻڌي جو) پريمي ٿيا. پوءِ سوامي جن لکنو آيا. لکنو ۾ بابو سالگرام سنگهہ لڏپاڻي واري سوامي جن جي پريم سان شيوا ڪئي. اُتي سوامي جن سان چوڏهن مهاتمائون هئا. ڪجھ ڏينهن اُتي رهي پوءِ سوامي جن فيض آباد ۾ آيا. اُتي بلديو سهاءِ وڪيل جنهن وڏو پستڪ آليہ ٺهرايو آهي تنهن پروار سوڌي سوامي جن جي شيوا ڪئي- مهدو پاڻ وٽ رهايائين- شڪر آنندي گيتا ۽ اُپنشد سوامي جن کان پڙهيائين- ڪين چڱ ڏيائين نٿي، پر پاڻ اُتي هليا ۽ سڌا اَيوڌيا ۾ آيا. اُتي

افسوس ڪيو ته ڏهن ڀڳوان پنهنجي ڀڳت جي مهما ڏيکارڻ
لاءِ ڀاڳ براهمڻ ٿيو ۽ ارجن کي پنهنجو شش بڻايائين ۽ مورڌج
جي ڀڳت شالا مر ويو. راجا برابر سان نمسڪار ڪري آسڻ
تي وهاريو شوا پڇي. براهمڻ ڪانونس برڪا ڪرائي
ٻڌايائين ته مان جهنگل ڪان پنهنجي شش سوڌو هتي اچي
رهيو هوس. رستي ۾ هڪ شينهن گڏيو. ان منهنجي شش کي
ڪاڏو ٿي. مون چيومانس ته هنکي ڇڏ، مونکي کاءُ. ته
مڃيائين. آخر گهڻي چوڻ تي چيائين ته مورڌج راجا خوشيءَ
سان پنهنجي استريءَ ۽ پٽ ڏناران پنهنجو اڌ سرير ڪارائي
سان چيرائي مونکي ڏئي. راجا مورڌج سمجهي ويو ته هيءَ
ڀڳوان آهي. راڻي ۽ ٻالڪ اڳتي سمجهي تيار ٿيا ڪئي،
پر ڀڳوان نه مڃيو. چيائين ته مونکي سڄو اڌ کپي. پوءِ پٽ
تيار ٿيا ڪئي ته مان هتي آهيان آهيان مونکي شينهن کي ڏيو.
ڀڳوان چيو ته مونکي تنهنجي هٿن سان چيريل اڌ کپي. آخر
راجا کي راڻي ۽ سندس پٽ ڪارائي ڪٽي چيرڻ لڳا. ساڄي
ٽورو حلڻ ڏسي تدهن راجا جي ڏائيءَ اک مان ڳوڙها وهيا.
براهمڻ ديوتا ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين ته مان ڪنهنکي ڏکائي
ڪائي دان نه وٺندو آهيان. راجا تيار ٿيا ڪئي ۽ چيو ته
منهنجو ڏانو پاسو ٻالڪي سڄل ٿيندو ته ڏسي روئي ٿو. ڀڳوان
چوڀج سروپ پرگهٽ ڪيو ۽ پنهنجي سرير سان راجا جو
سرير لڳائي اڳي کان وڌيڪ سندر ۽ مضبوط ڪيائين ۽ چيائين
ته ور گهر. راجا چيو ته منهنجو اچل پريم اوهانجي چرڻن ۾
سو رهي ۽ اهڙي ڪنهن پرڪما ڀڳتن جي نه ولهو.
ڀڳوان چيو ’ تٿاآستو ‘ ائين ٿي ٿيندو. ارجن جو گهمنڊ (ايمان)
دور ٿي ويو. راجا ڀڳوان ۽ ارجن کي ٽي ڏينهن پاڻ وٽ
مهمان ڪري رکيو.

نہ اسين توتي ڏاڍو پرشن آهيون. ور گهر. راجا چيو تہ منهنج
در تان ڪوئي سوالي نراس تي نہ وڃي. ”تتا استو“ ائي
تيڏو چئي هليا ويا. راجا جي ديس ۾ برسات پيئي. راج
پنهنجي ديس ۾ اچي اڳئي وانگر اُتي سنتڪار ڪندي
حياتي گذاري.

مهاراج مورڌج دواپور جي اُنت ۾ رتن پور جو راجا ٿيو.
ڌرماتما هو. اشوميڌ يگيہ ڪندو هو. هڪڙي ڀيري يگيہ جو
گهوڙو ڇڏيو هو ۽ گهوڙي جي رکيا لاءِ سعدس پٽ تامرڌج
۽ مکيہ وزير لشڪر سوڌو گهمي رهيا هئا. اُنهن ڏينهن ۾
راجا يڌشٽر بہ اشوميڌ يگيہ ڪري رهيو هو. سعدس گهوڙي
جا رکيڪ ارجن ۽ سارٿي ڀڳوان ڪرشن جي هئا- مڻي پور ۾
ٻئي لشڪر پاڻ ۾ وڙهي پيا- ڀڳوان جي ڪرپا سان ارجن جي
جئہ ٿي- ارجن کي ڏاڍو ايمان ٿيو- هنجي ايمان ٽوڙڻ لاءِ ٻئي
ڏينهن جڏهن جنگ لڳي ۽ تامرڌج پنهنجي باڻ سان ڀڳوان
سهت ارجن جو رٿ ٽي ٽي قدم پوئتي هٽائي ٿي ڇڏيو-
ڀڳوان چيو واهہ واهہ- تڏهن ارجن کي ڏاڍو حسد ٿيو ۽ پڇيائين
تہ هنجي واهہ واهہ ڇو ٿا ڪريو- تڏهن ڀڳوان چيس تہ مان ٽنهي
لوڪن جو بوجو رکي رٿ تي ويٺو آهيان تہ ايڏي بوجي
هوندي بہ هي پٺتي هٽائي ٿو ڇڏي، ڏاڍو سورهير آهي،
اهہ واهہ- تڏهن ارجن جو ايمان دور ٿيو ۽ تامرڌج ڀڳوان ڪرشن
ارجن کي مورڇا ڪري گهوڙو کائي کسي پنهنجي راڄ ۾ ويو-
س راجا مورڌج جڏهن پڇيس تڏهن ساري ڳالهہ ڪري
يائين- پڌي ڏاڍو خفي ٿيو تہ تون ڀڳوان کي مورڇا ڪري
ڙو کسي آيو آهين- تون منهنجو پٽ نہ آهين، شترو
و آهيان تنهنکي تون مورڇا ڪري آيو آهين. هوڏانهن
ن ڀڳوان ۽ ارجن جي مورڇا کلي ۽ ارجن گهوڙي جو

جو رنتي ديو. رنتي ديو هيءُ ٻڌي ڪو هو نه سمجهي ته ڪٿان
ڪو نه اُتي خالي نه وڃي. اها ڳالهه ٻڌي ٻين جي ڏاڍي
اچي ٻڙ لڳي. آخر سڀني ٻين کي پنهنجي مرضيءَ موجب
تکيا ڏيندي ڏيندي سڀ خزانا خالي ٿي ويا ۽ هٿن وٽ کاڌي
واسطي ڪجهه نه رهيو ۽ راڄ ۾ ڏڪار پيو. نه هو ماريو پنهنجي
ڪٽنب کي ساڻ وٺي جهنگل ۾ هليو ويو. نه اُتي جو سمايل
جهنگ ۾ هيڏانهن هوڏانهن کاڌي جي ڪري ڳولڻ لڳو. پر کاڌو
نه ڪٿي لڌو پر پاڻيءَ جي هڪڙي بوند نه ملي سگهيس. ايشور
سمرڻ ۾ لڳي ويا. بنا کاڌي پيتي اٺيتاليهه ڏينهن گذري
ويا. اڻونجاهين ڏينهن آڪاس مان ڀوڄن جا ٿالهه سندن
اڳيان لٿا. آڪاس واڻي ٿي ته هي توهانجي واسطي آهن.
راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ايشور جا گڻ ڳايائين. ايشور کي ڀوڳ
لڳائي اڃان ڀوڄن لاءِ وينو نه ايتري ۾ هڪ براهمڻ ديو اچي
نڪتو. چيائين ته مان ڏاڍو بکايل آهيان. مونکي ڀوڄن ڏي
راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ستڪار سان براهمڻ کي بست ڀرائي
ڀوڄن ڪرايائين. باقي جيڪي بچيو سو پنهنجي ڪٽنب ۾
ورهائي ڏنائين. اڃان کائڻ تي ڄاهياٿون ته هڪڙو سودر بکايل
ڀوڄن گهرڻ لڳو. راجا اُنکي ٻه بيت پوري ڪارايو. ايتري ۾
هڪڙو ماڻهو پنهنجا ڪتا وٺي آيو. چيائين اسين ڏاڍا بکايل
آهيون. راجا باقي سڀ ڀوڄن کڻي اُنهکي ڏنو. هڪ مورتيءَ
جي اُڃ لاهڻ لاءِ پاڻي وڃي بچيو. اُهو ورهائي اڃان پيتاٿون
ٿي ته هڪ چنڊال ڏاڍو اُڃايل آيو. اُهو جل هنکي ڪٽي
پيئاريائون. هنکي پيئاري ڏاڍو خوش ٿيا. ڇاڪاڻ ته اهڙي
اُچارين ۾ مونکان هيترا پراڻي سک پائي رهيا آهن. اُصل ۾
ڀڳوان وشنو جي، اندر جي، برهما جي ۽ مهاديو جي
رنتي ديو جي پريکيا وٺڻ واسطي آيا هئا. جڏهن پريکيا
۾ پورو اُتريو تڏهن چارئي ديوتائون پرگهٽ ٿي چوڻ لڳا

تڏهن پيءُ پٽ ٻئي راڄ ڇڏي ٻن ۾ هليا ويا. هڪڙي ڏينهن
جيموت جيوت واهن سير ڪندو ديويءَ جي درشن لاءِ مندر
۾ ويو. اُتي مليڪيتو راجا جي ڪنيا مليوتيءَ ويٺي ڪٺي وڻي ڳائيو.
ٻنهي جي پاڻ ۾ درشٽي ملي ويئي ۽ هڪ ٻئي تي موهت ٿي
پيا- مليوتيءَ جي سکين هن جي ماتا سان اِها ڳالهه ڪئي، ماتا
وري هن جي پتا سان ڪئي- هن وري پنهنجي پٽ کي چيو.
نيٺ سڀني جي راءِ ٿي ته ڪوئي ور ڳولي هن جي شادي
ڪرائجي- جاچ ڪرڻ تي سڀني جيموت واهن کي ئي پسند
ڪيو ۽ هن سان مليوتيءَ جي شادي ڪرائي- شادي ٿيڻ
بعد ٻئي ڏينهن جيموت واهن پنهنجي سالي متراوسوءَ سان گڏ جي
ٻاهر سير ڪرڻ ويو- اُتي ڏٺائين ته هڪ ڍير هڏين جو پيو
آهي- پڇيائين ته هي ڇا آهي. هن جي سالي چيو ته پاتال کان
ناڳن جا ٻچا اچن ٿا انهن کي گرڙ کائي ٿو ۽ هڏيون ڇڏي وڃي
ٿو. هي ڍير اُنهن جي هڏين جو آهي- اِهي وچن ٻڌي
پنهنجي سالي کي چيائين ته تون گهر وڃ، مان هتي اُت نيم
ڪري پوءِ ايندس. ايتري ۾ هڪ ٻڍي مائيءَ جي روئڻ
جو آواز آيو. جيموت واهن هلي هموت ويو ۽ مائيءَ کان
پڇيائين ته ڇو ٿي روئين؟ هن چيو ته سنکچور ناڳ منهنجو
پٽ آهي اڄ هن جو وارو آهي- هن کي گرڙ کائي ويندو- تڏهن
جيموت واهن چيس ته تنهنجي پٽ جي بدلي مان وڃان ٿو، تون
نه روءُ- ايترو چئي هو اُتي واڪي رهيو- گرڙ اچي جيموت واهن
کي وٺي ويو- سنکچور چيس ته هيءُ تنهنجو ٻڪ نه آهي-
تڏهن گرڙ هن کي پراپڪاري سمجهي ڇڏي ڏنو- هن گرڙ
کان ور گهريو ته هي جيڪي سرپ مئا پيا آهن تن سڀني کي
جيئار ۽ اڳتي ڪوبه سرپ نه مار- تڏهن گرڙ ائين ئي ڪيو.

رگهوونش ۾ سنڪرتي نالي هڪ وڏي پرتاپ وارو راجا
ٿيو آهي هن کي ٻه پٽ هئا- هڪڙي جو نالو هو گرو ۽ ٻئي

هڪڙو پيار آهي جنهن هنهي رکيا ڪرڻ لوهالجو ڌرم آهي
لاءِ مون نڪتي کي آڌار ڏيڻ به لوهالجو ڌرم آهي. مهاراجا
جيئن ته لوڪي يڪ لاهڻ واسطي جيترو ؛ جنهن چيز جو ماس
گهرجي انهيءَ چيز جو اولو وٽي گهرائي ڏيانءِ ۽ هڪي ڇڏي
ڏي. باز چيس ته مولڪي ڪبوتر جي برابر پنهنجو ماس
ڏي، جو هو مان ڌرماتمائن جو ماس کائيندو آهيان راجا
چيس چڱو مان پنهنجو ئي ماس ڏيان ٿو. ساهمي گهرائي
پنهنجو ماس وڍي هڪڙي پڙ ۾ وڌائين ۽ ٻئي پڙ ۾ ڪبوتر
رکيائين. ڪبوتر وارو پاسو ڳرو ٿيندو ويو. اڌ سو بر وڍڻ
لسي به پوراني نه پيئي. موٽي پنهنجو سر وڍڻ لڳو
تڏهن انهيءَ وقت ڌرم ديو ۽ اگني ديو پرگهٽ ٿي راجا
جو هٿ پڪڙي ٠ر لانون ۽ چيائونس ته بس بس اسين لوهالجي
ڌرم جي پرکيا وٺڻ آيا هئاسين.

لوهين پورڻ ڌرماتما آهه. اسين توهان لي گهڻو پرسن
آهيون. انهن چئي هوئي پنهنجي لوڪ ۾ هليا ويا. اهڙيءَ طرح
شوي راجا پنهنجو ماس دان ڪيو.

**ڪتا جيموت واهن جي :** ڌرماتما پگٽ هن پن
جي واسطي دبا جي وس ٿي پنهنجا پراڻ ڏين ٿا. هوڙيءَ
طرح سنکه چور سر جي لاءِ جيموت واهن پنهنجا پيارا پراڻ
ڏنا. هو جيموت ڪيتو راجا جو پٽ هو. سندس پتا ڪلپ
برک جي آراڌن دنارن ئي پتر حاصل ڪيو. جيموت واهن
جڏهن وڏو ٿيو تڏهن ڪلپ برک جو آواهن ڪيائين ۽ ور
گهري ورتائين ته منهنجي ديس ۾ ڪو به ڏردري نه رهي،
سڀ شاهوڪار هجن. ڪلپ برک ٿا آستو چئي هليو ويو.
انهي وقت کان هنجي راڄ ۾ سڀ ماڻهو شاهوڪار ٿي ويا ۽
انهيءَ ڪري سڀ سنتر ٿي پيا. ڪوبه ڪنهنجو هوڻ نه
مڃيندو هو، انتري قدر جو راجا جو به ڪو حڪم نه مڃي.

ڪيئي به نه سٽيڪار ڪيو ۽ اتان سوامي جن سان ڪاشي
پرياگ راج جي ياترا به داس ڪئي. پوءِ سوامي جن يگ
جي چيڪ تاڻ ڪري ١٩٧١ ۾ ڏياريءَ تي امرتسر آيا. پو
اُتان مانڪهه ۾ ڪنکل رکيکيش ۾ آيا. اُنهي سال هن داس
ترن تارن، باولي صاحب، کنڊور صاحب جي ياترا ڪئي
سونهي ١٩٧٢ جو ڪيب به سوامي جن هتيئي ڪيو. ڪب
جي وقت گهڻا پريمي هتي آيا هئا. هڪڙي پريمي گرمکن
جا لڇڻ پڇيا. اتر. لڇڻ گورمکن جا :-

**پرماڻ :-**

**قرباني تنا کُر سِکان پهِچَل راني اُت پهندي ....**

[ ڀائي گورداس وار ٢٨

دان به نسبت مهاڀارت ۾ لکيل آهي ته ڪرڻ تڇا ( گلڙي )
دان ڪئي آهي، شوي راجا پنهنجو ماس دان ڪيو آهي ۽
جيموت واهن راجا جيو ( پراڻ ) دان ڪيو آهي ۽ ددڇيي
رشيءَ پنهنجون هڏيون دان ڪيون آهن. مهاتمائن کي ڪابه
نه ڏيڻ جهڙي وستو ڪانهي. شوي راجا کي يگيه ڪندو
ڏسي اِندر ٻجي ويو ته متان منهنجو آسن نه کسي وٺي.
هنجي ڌرم جي پريکيا وٺڻ واسطي ساکيات اگن ديو ۽ ڌرم
کي موڪليائين. مهاراج شوي هڪ ڏينهن پنهنجي محلات ۾
آرامي وينو هو. اوچتو هنجي هنج ۾ هڪ ڪبوتر ٻجي اچي
لڪو. مهاراجا اُن سان پيار ڪيو ۽ انکي اڀيه دان ڏنو. ايتري
۾ انهي ڪبوتر جي پٺيان هڪ باز اُتي آيو. باز راجا کي چيو
ته هيءُ منهنجو کاڄ آهي. توهين انکي ڇڏي ڏيو مان انکي
کائيندس. راجا چيو ته مان انکي اڀيه دان ڏيئي چڪو آهيان.
جيڪڏهن مان انکي ڇڏي ڏيندس ته مونکي پاپ لڳندو،
باز چيس ته توهين ڌرماتما آهيو. سيني پراڻين تي توهانجو

پهچڻ شيءِ، سنسڪرت ۽ ڀاشا جا گرنٿ چڱيءَ طرح پڙهايائون. پوءِ هن داس ۽ ٻن سنتن گڏجي پرارٿنا ڪري سوامي جن کان شري گرو گرنٿ صاحب جي سکيا شروع ڪرائي.

اُهي سال ڪنهن سبب جهاري ۽ کي اچي پاڻ لڳي. تڏهن سردار ديال سنگهه سوامي جن کي سري امرتسر ۾ آڻڻ واسطي ڪرايو وغيره مولسنگهه کي ڏيئي موڪليو. هڪ دفعو نه هو موٽي ويو، وري ٻيو دفعو موڪليائونس ۽ ٻئي دفعي سوامي جن کي پاڻ هٿ موڙن - وڏو سري امرتسر وٺي آيو. اُتي پنج مهينا رهي سنت ١٩٦٩ ۾ سري گرو گرنٿ صاحب جي ۽ جو امرتسر ۽ لون ٽارن جي گڏجي گباڻن ۽ سنگت ۾ ڪيتا جا پوڄ پاٺائون. موٽي سردار ديال سنگهه هڪڙو آدمي موڪلي رشيڪش ۾ ٻه ڪتابون ڏارايائون. پوءِ سوامي جن رشيڪش ۾ آيا. سارو اُتي رهي موٽي اُلر ڪاشيءَ ويا. اُتي ڀائي ڪالسنگهه جو اُنهيءَ سال شريڪ شامل ٿيو هو. سوامي جن هڪجي لمت پهچي پڪيت مولسنگهه امرتسر واري دنارن پندارو ۽ پاٺ ڪرايو. پنڊاري ۾ هيءُ داس به شامل هو. دسهڙو ڪري رشيڪش اچي ويا. سوامي جن وٽ موڪب پنت آدگرنٿ پڙهندا هئا سن. پوءِ ١٩٧١ جي اونهاري ۾ گورکور مان هڪڙي سنت اچي چيو ته اُتي جي راجا خطاب وارا ناٿو مهاسر پرساد ني ٻانر آهن ٽن چترماس شموا واسطي اوهانکي ياد ڪيو آهي، اوهين هلو. سوامي جن ڀرپائن لئي هيو. ٻه هوگهٽي چڪ ناٽا ڪري وٺي وڃن. داس ۽ ساڻ هون. گهٽي ٻه ٽي سان پهچن مهين نائن سوامي جن جي سنت سنگهه جو لاڀ ورتائون. اُتي گورکنات جو مکه مندر آهي. وڏا ٻوگراج اُتي رهن ٿا. جڏهن سوامي جن هلڻ لڳا تڏهن هنن سنديڻ بوجا ڪئي ۽ سوامي جن

ٻوءِ ١٩٦٧ ويساک اڪٽي ٽيج جي رات جي ٻارهين ٻجي شر
سمت ايشور سنگھ جو سر ٻر شانت ٿيو ۽ چوٽ جي ڏين
مايا ڪنڊ ۾ سر ٻر جل پرواهه ڪيائون.

اُنهي وقت ڀلائيءَ مان گهڻا پريمي آيا هئا ۽ سوامي ج
اسان ڀنهي کي امرت ڇڪائڻ جو خيال ڪيو ۽ اُنهن ڪار
خرچ ڪرائي اسان کي نرمل آشرم ۾ امرت ڇڪارايائون
اُنهن ني ڏينهن ۾ اسان ڀنهي کي ساڻ وٺي گروجيءَ ساڻ اُتر
ڪاشيءَ هليا ويا ۽ اُتي ڏاڍي برسات پوڻ ڪري گنگا
جي گهڻو چڙهي ۽ رشيڪيش ۾ جهاڙيءَ کي گنگا چوڌاري
گهيري ويئي. گهڻيون ڪٽيائون لڙهي ويئون. هي ١٩٦٧
جو جهاڙيءَ جي ٻڏائڻ وارو پهريون ٻي هڙ (ٻوڏ) هو.
سوامي جن اُتر ڪاشيءَ ۾ اسان ڀنهي کي برڌ سري ١٠٨
ٻابا ڪالسنگھ جيءَ جو درسن ڪرايو، اُنهن اسانکي هي ٻه اکر
ياد ڪرايا ”يلا“ ”يلا“ ۽ ڪڏهن ڪڏهن اسين ٻئي ورڌن
جي بکيا منگڻ وارن ڳوٺن تلوت ۽ جسپور مان بکيا آٽي ڪين
ڪارائي پوءِ کائيندا هئاسين. اسوءَ جي مهني ۾ ڪين ڪپڙن
رنگڻ واسطي گهڻو چيوسين. پاڻ قبول ڪيائون. اسان ٻنهجي
ماتائن کان ويهه رپيا ڏهرايا. سوامي جن سنتن کي پعدار و ڪارائي
شانتي منتر جو پاٺ ڪرائي اسانکي ڀڳوان ڪپڙا پهرايا
۽ هن داس کان رات جو اولڏه ۾ ڪمت ويچار ساگر پڙ ندا
هئا- جنهي پلبو هوس اُني پاڻ ٻتائيندا هئا.

اهڙيءَ ريت اسوءَ جو دسهڙو ڪري هيمنت لڻا سين ۽
رشيڪيش ۾ آياسين ۽ سڀني سنتن سان اسانکي ويدانت جا
شاستر پڙهائيندا هئا ۽ لکهڪومدي به شروع ڪرايائون-
اهڙيءَ طرح ٻن ٽن سالن ۾ اسان ٻنهي کي سوامي جن
گهڻا گرنت پڙهايا. اُپنشدون، شنڪرانندي گيتا،

جوتشي پنڊت تولارام کي جنمي ڏيکاري ۽ جنم جيو لس ٺهي
ساڌو ٿي ويندا ۽ ڪنهن برهم ويتا جي شرن وٺندا روڪڻون
نه. ماتا پتا جي جنهن ڪري مان موٽي آيس ۽ اُت مهما
مهاتمائن وٽ رهي سري يوڳ وسسٽ جو گهڻو ابياس ڪيم.
اُنهي وقت سوامي پلدبو هريءَ جو ٻه وِراڳ گهڻو ٿيو. موٽي
ماتا پتا کان آگيا ۽ جيهن مهني جو خرچ وٺي هردوار اچڻ جو
خيال ڪيم- ماتائن سري امرتسر جي هر مندر واسطي ۽ اڪال
تخت ۽ بابا اٽل جي واسطي سون وغيره ڏنو. آهو امرتسر
اچي اُنهن هنڌن تي پيتائون چاڙهي ٿي چار ڏينهن رهي
پوهڻي پاڻ سان هردوار آيس. ٻه مهنا تنا آهن جيتن ديو جي
ڪنيام رهيي. هاڻي توهانجي شرن ۾ آيا آهيون. ڪرپا ڪري
پنهنجو شش ڪريو. پر سوامي جن وري ٻه ته ميچو. شريمان
پنڊت پريرسنگهه جي چوڻ تي سوامي جن اسانکي شش ڪرڻ
تورو قبوليو. پوءِ اسوءِ جي پهرئين ٽوراني ايڪم ڏينهن سوامي
جي سري امرتسر وڃڻ لڳا. پنڊت پرپرسنگهه جن گهڻيءَ
مشڪلات سان سوامي جن کي مڃايو. لڏهن انهيءَ ڏينهن پنهنجا
جن ڏوئي پڪاريائون ۽ گر منتر ڏنائون. جنهنون سلوڪو
پڙهي نالو رکائون. " هردتو هر بلدبو هر، هر لو ييتو بهڻ
ييت لوڻ." پوءِ پنڊت پرپرسنگهه وٽ اسان ٻنهي کي
جڏي ويا، ۽ چئي ويا ته جستائين اسين نه اچون تيستائين
هتي ئي رهجو پاڻ اُنهيءَ ڏينهن سري امرتسر هليا ويا.
ٽن مهنن کانپوءِ امرتسر ۽ لڪاڻا صاحب مان ٿي هتي آيا ۽
ڏاريءَ کان هڪ ڏينهن اڳي ايا ٻه سمت اجي ويا ۽ اسان
کي سوامي جن جو شش حاڻي ڏاد و پرپم ڪمائڻ تورا ڏينهن
ڪنڪال ۾ رهي اسان ٻنهي کي ديا ڪسان رشبڪمش ۾ آيا. اسين ٻئي
سوامي جن جي سيوا ڪندا هئاسين ۽ وديا پڙهندا هئاسين.

آهي. منهنجا پيا ٻه ڀائر آهن. وڏي جو نالو جوتمل آهي، ۽ ننڍو ٺاڪرداس آهي ۽ ماءُ وچون آهيان. هن داس جو مالگهه سڌي شڪل نؤمي آرتوار ١٩٤٤ جو جنم ٿيو آهي. ١٨، ١٩ ورهين جي عمر تائين اسڪول ۾ پڙهندو رهيس. انگريزي پڙهندي پڙهندي وئراڳ ٿيو. ڪجهه ڏينهن مون رهيس ۽ ڪجهه وقت مهاتمائن وٽ ويدانت جا ننڍا ننڍا پستڪ ويچار ساگر تائين پڙهندو رهيس. پوءِ ڪجهه وقت جپ تپ نيم آد ڪندو رهيس. ائين ڪندي ٻه سال گذري ويا. پوءِ گرو ڏارڻ جيءَ گهڻي لچا ٿي ۽ ڪراچيءَ ۾ هڪڙي مٽر پدالال سان گڏجي ماتا پتا جي پڇڻ کانسواءِ ٿي هليو ويس. اهو مٽر سدائين منهنجي مرضيءَ موجب هلندو ۽ سکي رکندو هو. پوءِ اجمير پشڪر راڄ ۾ آيس. اتي برهمانند ۽ ٻين مهاتمائن جو درشن ڪري ڪجهه وقت رهي اتان رستي ۾ وڏا وڏا شهر ڏسندو بمبئي پهتس. اتي مهمو رهني سنپ درشن پرشن ڪري گروءَ جي تلاش ڪيم پر مليو ڪونه. آخر گهمندي گهمندي نربدا جي ڪناري تي جبلپور ۾ آيس. اتي مهنو رهيس ۽ درشن پرشن ڪندو رهيس. پوءِ ٻڌم ته گوداوري جي ڪنپ تي گهڻا مهاتمائون ايندا، پر انبراجان نو مهنا دير آهي. پئسي جي خرچ تي وچڻ ڪري اسان ٻنهي ديولالي ڇاوڻيءَ ۾ انگريزي ڇاپ تي نوڪري ڪئي. ڪنڀ تائين نوڪري ڪري ڪنڀ تي آياسين ۽ گهڻن سنتن ۽ مهاتمائن جا درسن ڪياسين. تنهن کانپوءِ هڪ مهنو ناسڪ ۽ ترمبڪ ناٿ ۾ رهياسين ۽ مهاتمائن جا گهمي گهمي درسن ڪياسين، پر ڪنهن سان من چت نه مليو. ڪجهه مليو به ته شرڌا هٽي ويئي. ساڌو نه ٿياسين ۽ گهران به ماتا پتا جون گهڻيون چٺيون آيون ته هڪ دفعو تي وڃو پوءِ وري وڃجو. چوته ماتا پتا

پڇيو نه ويندو. اُنهي ڏينهن کان ئي مهما اڳي چنن ڏنو هي
ڪيا پر اڃي رهيا هئاسين ۽ ماتا پتا جي آگيا وٺي هتي گرو
دوارڻ جي اچڻ سان آيا هئاسين مهاتمائن جا درشن ڪياسين.
هتي ٽرمل ڪئيا پر ان سيبتي سنت ڏئاسين ۽ ڪنهن به شرڌا
نه ٿي. سوامي جن ٽي ٽي جن جي شرڌا وڌي ويئي ۽ ٿن
داس زياده چڪ ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن ٻڌو هوندو ته پيءُ ۽ ته
ايندو هو پر هي ۽ داس ٻير سان ايندو هو ۽ پراٿنا ۽ شيوا ڪري
ويندو هو. هڪڙي ڏينهن سوامي جن خوش ٿي پڇيو ته
توهين ڀي گهر مان نه پڇي ڪين آيا آهيو. ٻنهي پراٿنا سان
چيو ته ته سوامي، توهين اسانجي ماتا پتا کان جنهن گهرائي سڀ
طرح سان تسلي ڪريو ۽ شش ضرور ڪريو. ڪڏهن سوامي جن
اسانکي چيو ته پنهنجي جنم جو سڀ حال ٻڌايو. پهرين
ٻڌايو هريءُ پنهنجو حال ٻڌايو ته منهنجي پتا جو نالو ٽيڪمل
آهي، ماتا جو نالو ڪندن ٻائي آهي. مان انهن جو وڏو پٽ
آهيان هڪڙو منهنجو ننڍو ڀاءُ جالندو مل نالي آهي. منهنجو
جنم سنمت ١٩٤١ ويساک شڪل پکش ٽومي تي ٿيو آهي.
ودياپڙهندي ۽ دڪان جي ڪم ڪندي ڪندي ويراڳ
ٿيو. ماتا پتا ننڍي هوندي شادي ڪرائي هئي. هوءَ به
مري ويئي آهي. هاڻي توهانجي چرنن ۾ آيو آهيان. هيءَ
ته منهنجي چاچي جو پٽ آهي ۽ اسانجون ماتاون سڳيون ڀينرون
آهن. اسانجو جنم ڀلالڻيءَ جو آهي. ڀلالڻي ڀلالڻي لڳو لڳ
ڪنا ڀر گرام آهن ٻنهي جي وچ سنتن جو مشهور استان آهي.
اُتان اسين سوامي جن جي شرڻ ۾ آيا آهيون. پنهنجي چرنن
۾ رکي مڪت ڪريو. ڪڏهن سوامي جن داس کان پڇيو.
داس پنهنجو حال ٻڌايو. ته منهنجي پتا جو نالو سکرمل آهي
منهنجي ماتا جو نالو رامل ٻائي آهي. چاچي جو نالو ڪمرلمل

سوامي جن ڪتا ڪري رهيا هئا، ۽ شش لي ڪرو ڪوڙا آيڪار ڪن ٿا ۽ جنهن شبد جي ڪتا ڪري رهيا هئا.
**پرماڻ:-** آدر چنڊالي پيءُ براهمڻي ....
[آسا م: ٥ صفحو ٣٨١

**تاتپرج:-** گرو پورڻائن پنهنجي شش جي هڏي سڌارن ٿا يعني سيني م پرهر ڏسڻ واري هڏي تئي ٿي. ڳرن انتهڪرڻ مان لوشا ۽ هٽائي ڇڏي. اندريون، جي سو بو روپي گيو بر رهڻ واريون بليون جون آئيکي ني سکيا ملي ويئي يعني وشين تان ڌيڃ لڳيون- ورليون ڪتون ويچار واري پاسي لڳايون ويئون. مٿا پوارٿ جا ٿيا اجي وڻن. سؤ سروپ م رهڻ لڳيون ير دوئن جو حساب ڪتاب سڀ مٽجل ٿي ويو. تارروپي انمرت سچو سمجهيائون. وچر هڪ ڪتا ٻڌايائون.

**ڪتا.** يادون جي ڪل م هڪ داس تالي راجا ٿيو آهي. اُن ڪاشي جي راجا جي ڌيءُ ڪلاوتيءَ سان شادي ڪئي. جڏهن راڻيءَ وٽ ويو تڏهن راڻيءَ چيس ته توهان گرو ڌارڻ ڪيو آهي يا نه. جيڪڏهن توهان گرو نه ڪيو هوندو ته توهان سان منهنجي پريت نه ٿيندي. راجا جن سان گهڻو پرير ڪرڻو لڳو پر جن ان. جيو ۽ جيائينس ته جنهن پنجن قسمن جي استرين سان پتي مطلب نه ڪري. (١) جا استري ڌرم پر هجي (٢) بيو روڳڻي هجي (٣) ٽيون ڪرپولي هجي (٤) چوٿون ڪام رهت يعني بالڪ يا ٻڍي هجي (٥) پنجون جنهنجي پتيءَ سان پريت نه هجي. تنهنڪري جيستائين تون گرو نه ڌارڻ ڪندين تستائين تنهنجي ۽ منهنجي پريت نه ٿيندي، چو جو لون ويشيا گامي ۽ اُپوتر آهين ۽ مان توهر چارڻي شڌ آهيان. تڏهن راجا استريءَ جي چوڻ تي درواسا

سوامي جن ڪٿا ڪري رهيا هئا، ۽ شش لي گرو ڪهڙا
اپڪار ڪن ٿا ۽ جنهن شبد جي ڪٿا ڪري رهيا هئا:-

**پرماڻ:-** اُڌر چنڊالي ڍيُ براهمڻي....

[آسا م: ٥ صفحه ٣٨١]

**ڀاوارٿ:-** گرو ڀوريائين پنهنجي شش جي هڏي سڌارئين
ٿا يعني سيني ۾ نرهم ڏسڻ واري هڏي ٺهي ٿي. گرن
اُتڪرش مان ترشنا ۽ هٽائي ڇڏي. اندريون، جي سربر
روپي گهر ۾ رهڻ واريون ٻليون هيون اُنهڪي ٻي سکيا ملي
ويئي يعني وشين کان ڌڪڻ لڳيون- ورليون ڪتيون وڃار
واري ٻاسي لڳايون ويئون. مٺ براربڌ ها ٿيا اڇي وان.
سڀ سروپ ۾ رهڻ لڳيون ۽ دولت جو حساب ڪتاب سڀ
متصل ٿي ويو. نامروپي امرت سچو سمجهيائون. وچر هڪ
ڪٿا ٻڌايائون.

**ڪٿا.** يادون جي ڪل ۾ هڪ داس نالي راجا ٿيو آهي.
اُن ڪاشي جي راجا جي ڌيءُ ڪلاوتيءَ سان شادي ڪئي.
جڏهن راڻيءَ وٽ ويو تڏهن راڻيءَ چيس ته توهان گرو ڌارڻ
ڪيو آهي يا نه. جيڪڏهن توهان گرو نه ڪيو هوندو ته
توهان سان منهنجي پريت نه ٿيندي. راجا هن سان گهڻو
ٻيو ڪوٺو لڳو پر هن نه مڃيو ۽ چيائينس ته جنهن پرش
قسم جي استرين سان پتي ملاپ نه ڪري. (١) جا استري
ڌرم ۾ هجي (٢) ٻيو روڳڻي هجي (٣) ٽيون ڳرڀوتي هجي
(٤) چوٿون ڪام رهت يعني بالڪ يا ٻڍي هجي (٥) پنجون
منهنجي پتيءَ سان پريت نه هجي. تنهڪري جيستائين
تون گرو نه ڌارڻ ڪندين تيستائين تنهنجي ۽ منهنجي پريت
نه ٿيندي، ڇو جو تون وشيا ڳامي ۽ اپوتر آهين ۽ مان پوتر
چارٽي شڌ آهيان. تڏهن راجا استريءَ جي چوڻ تي درواسا

پنڊت ايشورسنگهه جي منڊليءَ سوڌا اُتي ويا ۽ اچي سوامي
جن وٽ رهيا. سوامي جن کي چيائون ته هاڻي هلي ڪنکل
هردوار ۾ رهو. تنهنڪري منڊليءَ سان گڏ گهمندا ڦرندا
رشيڪيش پهچي ويا. سيارو اُتي رهيا. سنبت ١٩٥٧ ۾
اُتر ڪاشي هليا ويا. اُتي رهيا. سنبت ١٩٥٧ ۾ اُتر ڪاشي
هليا ويا. اُتي سنتن کي تنوان سنڌان (سار وستوءَ جو بيان)
نالي گرنٿ پڙهائيندا هئا، ۽ ست سنگ ڏيندو هو. موٽي
سياري ۾ رشيڪيش اچي ويا. جهاڙيءَ ۾ ڪکن جي ڪٽيا
ٺهرائي اُتي رهيا. هڪ وڏي سوَر، هڪ ننڍي پٽرني ۽
هڪ اڌ لوئي اتروئي ڪپڙو رکندا هئا. ڪجهه ڪنو ڪونه
ڪندا هئا. سياري ۾ هميشه رشيڪيش ۾ رهندا هئا. اونهاري
۾ ڪڏهن ڪنکل ڪڏهن اُتر ڪاشيءَ ۾ ويندا هئا. سنبت
١٩٥٩ ۾ اُتر ڪاشيءَ ويا هئا. اُتي سوامي رام تيرٿ اچي کين
گڏيو هو. سو سوامي جن جي ڌارنا (اِستتي) ۽ گفتگو ٻڌي
خوش ٿيو. گهڻو وقت وٺي ست سنگ ڪيائين.

اُتي رهي موٽي ڪٽيءَ ۾ رشيڪيش جهاڙيءَ ۾ اچي
رهيا. اُنهي پهر اُتي ويدانت وچار ڏيندو هو. وهندڙ ڪ
ڳالهه اُتي نالي ماتر به ڪانه هئي. سنتن جي پرپرنا سان جپ
جيءَ جي ڪٿا شروع ڪيائون. ٻه سال ڪٿا هلي. ٽئين سال
سوامي جن مانجهه وار جي ڪٿا شروع ڪئي.

جڏهن ١٩٦٦ ۾ هردوار جي اَڌ ڪنڀيءَ ۾ ٻاڻ ڪنکل جي
ڪٽيا ۾ اچي ويا تڏهن گهڻا پنڊارا ڏيندا رهيا. چار مهنا
ڪنکل ۾ رهيا. سنتن کي پنچدسي پڙهائيندا رهيا. اُنهي
وقت هيمُ داس چيتن ديوجي ڪٽيا ۾ رهندو هو. اُتان
پنڊاري تي نرمل ڪٽيا ۾ سيٺڻي سنت ويا. اُنهن سان
ٻلديو هري ۽ هيمُ داس به نرمل ڪٽيا ۾ آيو. اِنهي وقت

آهي - دکي الهيءَ ڪري تيو تہ مون ئي شبرو تي مهاراجا ۽
ڪيا جو اوادر ڪيو آهي ۽ هلي هنکي پنهنجي ديس
۾ وٺي اچي هنکان معافي گهران - راجا سري برت گهٽا ساڌو
براهمڻ، وزير، امير پاٽسان وٺي وڃي ڪائونس معافي ورتي
۽ پنهنجي راجڌانيءَ ۾ وٺي آيس - هوڏانهن وري چيچر بہ
پنهنجي پتا سورج نارائڻ ۽ ڀڳوان وشنوءَ ۽ لڇمي جيءَ کي پاڻ
سان وٺي اُتي آيو - ۽ هن (ستيہ ورت) جي استري جا ڪروپ
تي هٿي ۽ هن جا جيترا هيرا، جواهر، پدارٿ هئا سي سڀ
سندس اڳيان آڻي رکيا - اُتيڪي سورج نارائڻ کان مهاراجا ستيہ
ورت جي ڀهر بن مهاراڻيءَ پنهنجو امانت رکيل سندر سروپ
موٽي ورتو ۽ پنهنجي پتيءَ جي چرنن ۾ ٻيٺي - سيني جي
آگيا انوسار چيچر مهاراجا ستيہ ورت جي پيرن پيو ۽ معافي
گهريائين - ۽ سيني چيو تہ جيڪو ڏنڊ وٺيو سو ڏيوس ۽
معاف ڪريوس - اسين وچ ۾ ضامن آهيون - مهاراجا ستيہ ورت
چيو تہ چيچر هميشهہ لاءِ وري ڪنهن کي بہ دک نہ ڏئي -
اهڙي پرتگيا ڪري تڏهن معافي ڏيندوسانس . چيچر چيو
تہ ڀڳو جيڪو هيءَ ڪتا بڌندو سہ اُنجي سايي ست
وڙهي سايئن سٿن گهر بن (ڀهر) ۾ لاهي ڇڏيندس - اُهو
ڏينهن آرتوار جو هو ۽ سورج ڀڳوان بہ اُتي ويٺو هو. راجا بہ
سورج ونسي هو. تنهنڪري نيم تي ويو تہ آرتوار ڏينهن اِها
ڪتا بڌائي وڃي.

هڪڙي ڏينهن براهمڻ پرشن ڪيو تہ مهاراج! جي پنج
وشيون آهن سبد- سپرش، روپ، رس، گند، انهن ۾ بلوان
ڪهڙي آهي؟ سوامي جن چيو تہ هڪڙو مهاتما پورو پورو
وتراڳي هڪڙي شهر ۾ آيو. ماڻهن جي منجهس گهڻي شرڌا
تي. گهڻن سندس شش بڻڻ جو ارادو ڪيو. مهاتما چيو تہ

ڪل جو پتو ڪونهي لڀڻڪي جڏ ماليا پوراڻي مهندو نالو
ندنار ڪبو آهي ۽ ڪنيا کي پنهنجي ناليءَ سوڌو شهر
لبڪالي ڏنائ- ڪنيا ابترو أناد ر بانڻ لي ۽ پنهنجي پتيءَ جو
لياڳ ڻ ڪبو. أنلو ڪونڻي بربرسان هنجي شيوا ڪرڻ لڳي
۽ بن برهندي سمت شوا ڪندا رهيا. جت برسن رهين-
ابتري مرڇهو مهيا ڏ گذري ويا لڏهن ڇتڙو حو وس ڪونڊ
هليو- حتي ڪٽي سندس أناد ر تيو. پاڻڪي پابي سمجهي
پنهنجي بيءَ سورج نارائڻ جي شرڻ مرو- سورج نارائڻ
ڪيس وشنوءَ جي شرڻ ر وڃي ويڃي اڇميءَ ۽ وشنوءَ جي
چولن مرو ڏو- لڏهن اڇميءَ جس ڏ حستائين لون مهاراجا
ستيه ورت ڪان معافي ڏ گهرندين لبستائين مان ڏ لوڪي معاف
ڏ ڪندس- ڇتڙو چيو ڏ لون حبڪي ڇوڻ لڀهنجي ڪرڻ
لاءِ مان ليار آهيان، پرتون مولسان گڏجي هل- ۽ جيڪي
پدارت مون گم ڪيا آهن سي پدارت ماڻ لڀهنجي رورو
ڏ يندو سالس. اڇميءَ حيءَ جس ڏ سري ورت راجا پنهنجي
ڪنيا سوڌو مهاراجا ستيه ورت کي ڏ پش ليڪالي ڏني آهي.
حيستاءِ أهو راجا ڏ معافي ڏ ونندو لبستائين مان ڀ معافي
ڪالڏ ڏ يند بساريءَ. ڇتڙو چيو ڏ چگو مان سري ورت راجا کي
ڏ پاڻسان ويي ابندس ۽ لون ڏ مولسان هل- ائين چئي أهو
جوان، جتهن م ستيه ورت جي ابورين بتورنا استري هئي ۽
راجا جو سمندر ڪان ڏ ڻ:ڏ ن پدارت رکيل هئا، لتهن پرسوداڳر
ٽي سري برت راجا جي ڏ پس مربو ۽ راجا کي پنهنجو حال
ٻڌائي مهاراجا ستيه ورت جي سب ڪٿا ٻڌايائيس ۽ چيائينس
ڏ أهو لي راجا ستيه ورت لبهنجو نالي آهي. سري برت
راجا سب حال ٻڌي دکي ڏ ٿيو، خوش ڏ ٿيو. خوش الهيءَ
ڪري ٿيو جو مهاراجا ستيه ورت منهنجي ڪنيا کي وراو

پرتگيائون پاليون آهن تنهن مان ٻہ پاليندس. توکي وڏو ڪولہ چوندس. جنهن مهاراجا دسرٿ پٽ جو وڇوڙو سٺو ۽ پنهنجا پران ڏنائين پر ڪيڪئي کي ڏنل وچن پالي "ستيہ پرتگيہ" چوايائين ۽ ڀڳوان سري رامچندر جيءَ پيءُ جي آگيا ڪري لنڪيش جهڙو ڌوکي جڏهن لڇمڻ جي مورڇا تي بيو تڏهن ڀڳوان رامچندر جي چيس تہ لڇمڻ اُٿ. جنهن جي پرتگيا تڏهن پوري ٿيندي جڏهن تون ميگهنات کي ماريندين ۽ مان راوڻ کي ماري ڀيڻ کي لنڪا جي راڄ گدي ڏيندس. اهڙيءَ طرح مهاراجا يڌشٽر ڪنتيءَ جي وچن سچي ڪرڻ لاءِ دروپتيءَ جي پنجن سان شادي ڪرائي ۽ وچن جا بدل تي پانڊو سڀ ۾ اُگهاڙي ٿيندڙ دروپتيءَ کي ڇڏائي نہ سگهيا ۽ نند راجا جي ڪنيا ودياوتيءَ سويمبر ۾ سہ برت کي ئي ڄڃ مالها پهرائي. نارد رشيءَ گهڻوئي سمجهايس تہ هنجي عمر تمام ٿوري آهي پر هن ڪنهنجي ڳالهہ نہ مڃي. پنهنجي پرتگيا پاليائين ۽ ساوتريءَ وانگر ير راجا ڪان پتيءَ جي رکيا ڪيائين. ۽ ستگرو تيغ بهادر جيءَ ڪشميري براهمڻن سان پرتگيا ڪئي هئي تہ مان هندو ڌرم جي رکيا ڪندس. تنهنڪري پنهنجو سر ڏئي هندو ڌرم جي رکيا ڪري پرتگيا پالي. اهڙيءَ طرح گهڻن مهاتمائن پنهنجو سچو وچن نہ ٽوڙيو. حقيقتراءِ هندو ڌرم نہ ڇڏيو. گهڻا ڪشٽ پيا، لوڀ سهي بہ ڪائن نہ ڌرم جي هندو ڌرم پاليائين. اهڙيءَ طرح جڏهن ستيہ ورت چنڊر ديوتا کي جواب ڏنو تڏهن چنڊر موڳو ٿي بيو، ڇو جو هن کي ستيہ ورهيہ دکہ ڏيندي ڏيندي گذري ويا هئا. ڇهہ مهنا باقي رهيا هئا. جڏهن سويمبر ۾ ستيہ ورت اچي ويو تڏهن راڄ ڪنيا کيس ڄڃ مالها پهرائي. چنڊر جي پريرنا سان ڪنيا جي پتا راجا پنهنجي ڪنيا تي ڏاڍو ڪروڌ ڪيو. چيائينس تہ تو مالهيءَ جي گهر ۾ رهڻ واري کي جنهنجي ذات

ڀڄرائيندا هئس. پر مهاراجا نہ مڃيو ۽ چيائينس تہ مون لئي ڇيڙو
جو ڪوٽ آهي. مونکي الڪ ڪشت ڏنا اٿس ۽ آئينده
نہ ڏيندو. منهنجي پنبان تون بہ تڪليف پائيندين. اهڙيءَ طرح
هنکي سمجهايائين پر راڄ ڪيا جيو تہ مان پتورنا تمنديس.
لوهاڻي واسطي ۽ پنهنجي ڌرم واسطي ڪشت سهنديس.
هيترو تي سگهندم لبترو مان توهان جا ڪشت دور ڪنديس.
اهڙا ويچار پريا وجن جڳي جڏهن هوءَ هلي ويئي تڏهن ٻسان
ڳجهي روپ ۾ چنچڙ آيو ۽ مهاراجا کي چيائين تہ تون راڄ ڪمبا
پاڻڻ جي خوشي نہ ڪجانءِ. مان وڏو ڪشت ڏيندوسانءِ ۽
ڪمبا لئي نہ سنديس ماتا پتا کي ڪاوڙائيندس. نہ تہ اُنهيءَ طرح
سيا لڳارائي مونکي وڏو نٺاءِ، تونکي مان هر طرح سکي
ڪنديس. اهڙا گهڻا لوڀ يا ڊپ ڏيکاري سام، دام، ڀيد،
دنڊ نيتن سان گهڻو سمجهايائينس. پر مهاراجا ستيه ورت سچ
تي قائم رهيو ۽ چيائينس تہ اڳين ڌرمالمائن وانگر سچ
جي پرتگيا پاليندس، جئن مهاراجا هرشچندر وسوامتر رشيءَ
کي دڪشا ڏيڻ جي پرتگيا ڪري پنهنجي پٽ، استريءَ ۽
پاڻکي وڪڻي پنهنجو ڌرم پاليو، وجن نہ ٿوريائين ۽ جئن
مهاراجا شويءَ سرناگت جي رکيا واسطي پنهنجو ماس ارپڻ ڪيو،
پر سچي پرتگيا نہ ٿوريائين ۽ راجا بليءَ ٻاون ڀڳوان کي اڍائي پير
زمين ڏيڻ جي پرتگيا ڪئي ۽ گروءَ شڪر آچاريہ جي منع ڪرڻ
تي بہ نہ مڃيو، پاتال هليو ويو، پر پنهنجي پرتگيا پالن ڪيائين.
دڌيچي رشيءَ پنهنجي دشمن اِندر کي جڏهن اچي هڪ پيرو
سنديس سر نہ لاٿو هو تنهنکي بہ پنهنجي پرتگيا انوسار پنهنجون
هڏيون ڏيئي پنهنجي پرتگيا پالي. اهڙيءَ طرح وسشت
رشيءَ پرتگيا ڪئي هئي تہ مان جئن ڏسنديس تئن چونديس.
اُنهي پرتگيا انوسار پنهنجي سؤ پٽن جي مرڻ تي بہ ڇتري
ونس ۾ آيل وشوامتر رشيءَ کي راڄ رشي ڪوٺيو، برهم رشي
نہ ڪوٺيائينس. جهڙيءَ طرح انهن پوجيہ رشين ۽ راجائين

سمنڊ ديوتا ظاهر ٿي راجا کي چيو تہ جهاز تي سوار ٿي
پنهنجي استريءَ جي پنيان پئہ. هنجي ڳولا ۾ جيڪو خرچ
ٿيندو سو مان توکي ڏيندس. جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪو
ڏکو ڏيئي توکي مون ۾ ڪيرائيندو تہ مان توکي ٻڏڻ ڪونہ
ڏيندس تنهنجي هر طرح رکيا ڪندس. ائين چئي گهڻا جواهر
ڏنائينس. هو ڏانهن هو چنڊر وارو جهاز پتورتا جي چورائڻ
ڪري سمنڊ ۾ اٽڪي پيئو آخر جڏهن اُن پتورتا جو پوڄن ڪري
چرڻ ڌوئي سمنڊ ۾ جل وڌائون تڏهن جهاز هليو. هو ڏانهن راجا
ڪناري وٽي ڏيئي وڃي رهيو هو، تہ اُهوئي چنڊر وارو
جهاز اڳيان اچي ويس. اُنهيءَ ۾ سوار ٿي پنهنجي استري ڳولڻ
لڳو. چنڊر جهٽ سڃاتس تہ هي راجا سنيہ ورت آهي ۽
خيال ڪيائين تہ اڄ رات جو هنکي سمنڊ ۾ ڪيرائيندس. پر
پوريائين هنکي سمجهايائن تہ مان چنڊر آهيان. هيءَ تنهنجي
استري آهي - هن سان ملي وٺ. مان توکي پيا بہ ڏک ڏيندس
نہ تہ هاڻي بہ مونکي وڏو ٻڌاءِ - استريءَ راجا کي سڀ ڏک
ٻڌايا ۽ چيائينس تہ مون پنهنجو اصلي سروپ سورج ڀڳوان وٽ
امانت رکيو آهي ۽ هي ڪارو سروپ ڪاڍس گهري ورتو اٿم،
جو هي دشٽ لوڪ منهنجو ست ڀڳہ ڪرڻ لڳا هئا.
اهڙيءَ طرح پنهنجا پنهنجا ڏک ٻڌائيندي سڄو ڏينهن راجا ۽
راڻي ڪنا رهيا. رات جو دشٽ چنڊر راجا جو سڀ مال زوريءَ
کسي کيس ڌکو ڏيئي سمنڊ ۾ ڪيرائي ڇڏيو. راجا ٻڏو ڪين.
لهرن ۾ لڙهندو سمنڊ جي ڪناري تي اچي لڳو ڪناري
تي ڪنهن راجا جو باغ هو. اُنهي جي مالهيءَ وٽ راجا اچي
رهڻ لڳو. راجا سنيہ ورت ڀڳت هو. ڀڳوان جا گيت ڳائيندو
هو. اُنهي باغ ۾ باغ واري راجا جي ڌيءَ جنهنجو اُنن ڏينهن
ڪانپوءِ سويمبر هو سا گهمڻ آئي. ڀڳونت گيت ٻڌي اُن تي
موهت ٿي پيئي ۽ پرار ٿيا ڪيائينس تہ سويمبر ۾ توهين صاحب
ضرور درشن ڏجو. مان اوهان صاحبن جي ڳلي ۾ هار

ته موٽڪي وڏو ٿياء. ته ته توکي اُهي راڻيءَ کان نه جدا ڪندس.
اُهي وقت اچڻي آئي. راجا کي چيائين ته لون ڏ'رح رکه.
توهان کي جدا ٿيڻ لي ٻه ٻوهاڻجو ڌرم قائم رهندو. الٽ ٻر
توهانکي جيءَ ٿيندي ۽ آبرو وڌندي، راجا ڏيو جوان تي
مهاراڻي کي ساڻ وٺي هليو ويو. هڪ ٻل ناڻين ۽ هڪ
ٻئي کان جدا ٿي ٿيا. مزوري ٻه گڏجي ڪندا هئا. انهيءَ
طرح گذر ڪندي ڪندي سمنڊ جي ڪناري تي پهتا. اُتي
جهاز تي سامان لاهڻ ۽ چاڙهڻ وارن مزورن سان مزوري
ڪرڻ لڳا. اُتي چيچر هڪڙي واپاريءَ جو روپ ڌاريو.
هڪڙو جهاز مال جو ڀري ڪناري تي اچي لڳايائين. ٻئي مزورن
سان گڏ هي ٻئي ٻه اُن تي مزوري ڪرڻ لڳا. ڪيترا ڏينهن
مزوري ڪندا رهيا. هڪ ڏينهن راجا کي پيٽ ۾ سور پيو.
راجا لونو ڪٺي تورو ڪرڻ ويو. پسان چيچر جهاز هاڪاريو.
راجا اچي ڏٺو ته جهاز هليو پيو وڃي ۽ گيٽو ٻري لڪري
ويو آهي. تڏهن چيچر ٻريان آواز ڪيو ته مان چيچر آهيان
تنهنجي استريءَ کي توکان جدا ڪيو اٿم. توکي گيٽا ڏکي
ڏيندس ته ته هيٺئر ٻه موٽڪي وڏو ٿياء. هيڏانهن راڻيءَ کي
سنڌر ڏسي جهاز وارا موهت ٿي پيا. راڻيءَ سورج ناراڻ جو
ڌيان ڪيو ۽ چيائين ته مان تنهنجي ڪل ۾ مهاراجا ستيه ورت
جي استري آهيان، منهنجي لڄ رکو. پنهنجي پتورت ڌرم
جي زور سان پنهنجو اصلي سروپ سورج ناراڻ وٽ امانت
رکيائين ۽ ڪالس ڪارو پيالڪ سروپ ڪوهري ورتائين جنهن
ڪري پنهنجو ڌرم قائم رکيائين. ڪروپ جاڻي ڪوئي هن
وٽ نه ايندو هو. هيڏانهن راجا استريءَ جي وڇوڙي ۾ ڏاڍو
ڏکي ٿيو. شوڪ ڪرڻ لڳو ۽ سمنڊ جو ڪنارو ڪنارو
ڏٺي اُتي هليو. اُنهيءَ وقت لڪيمي پرگهٽ ٿي ۽ پنهنجي
پتا سمنڊ کي چوڻ لڳي ته توهين هن مهاراجا جي رکيا ڪجو.

مان هڪڙي تي وهڻ جي آگيا ڏ نائين. جڏهن چنڊر هڪڙي آسن تي ويٺو تڏهن لڇمي جيءَ کي آگيا ڏ نائين. ٻئي سنگهاسن تي لڇمي جي ويٺي. جڏهن آسن کولياٺون تڏهن چنڊر جو آسن خراب وستن جو نڪتو ۽ لڇمي جيءَ جو آسن اُتم وستن جو نڪتو. تڏهن ناري وڃي ويٺي ته لڇمي جي وڏي آهي- صفائي ته تي ويٺي پر چنڊر ديوتا کي ڏاڍو دڪ ٿيو. هن مهاراجا ستيہ ورت کي ڪاوڙجي چيو ته مان تنهنجي خبر وٺندس. ۽ لڇمي جيءَ مهاراجا کي چيو ته مان تنهنجي ۽ تنهنجي استريءَ جي ڌرم جي رکيا ڪنديس. توهين گهبرائجو نه. دکہ اچڻ تي ڌيرج رکجو. آخر ۾ توهانجي جيءَ ٿيندي. پوءِ چنڊر ديوتا مهاراجا ستيہ ورت جي راڄ ۾ ڏڪار ڪري وڌو رعيت ۾ فساد ڦهلايائين. قسمين قسمين بيماريون وڌائين. گهڻا نقصان ٿيڻ لڳا- اِنهن ڳالهين کي ڏسي مهاراجا ستيہ ورت پنهنجي استريءَ سوڌو تورا هيرا جواهرات قيمتي شيون وستر، زيور ڪٺي رات ئي رات ۾ پنهنجو راڄ ڇڏي نڪري ويو- چنڊر رستي ۾ هڪ درياهہ ناهيو، جنهن تي ڪا وڏي ٻيڙي نہ ڪانہ هئي فقط هڪ ٻوندي جنهن ۾ هڪ ئي آدمي ويهي سگهيو ٿي اُها آڻي ڪناري تي ميربحر جي روپ ۾ چنڊر پاڻ اچي بيٺو- راجا پار وڃڻ لاءِ چيس- هن چيو ته منهنجي ٻيڙي ننڍي آهي- اُن تي توهين ٻئي نہ ويهي نہ سگهندا ۽ سامان نہ جدا ويندو- پاڻ سان نہ رکي سگهندا- راجا چيس تہ چڱو پهريائين سامان پار ڪر- پوءِ اسين هلنداسين- مهاراجا سڀ سامان ٻونديءَ تي ڪٺي رکيو- پاڻ هڪ ڌوتيءَ ۾ مهاراڻي نہ ٻت تي ڪپڙن ۾ رهيا- هو ٻوندي وٺي هليو- وچ درياهہ ۾ وڃي چوڻ لڳو تہ مان چنڊر آهيان- هاڻي هيءُ سامان نہ توهانکي نہ ملندو- مون توهانجي راڄ ۾ اشانتي ڦهلائي آهي. مان توهانکي ڏاڍا دکہ ڏيندس. نہ نہ هاڻي

## سري نارائڻ هري آپديش (٥٤٤) اڇميءَ ۽ چنچر جو ٽڪراءُ

پرجا لوڪ ڏانهن پڌرو هو. ڪڏهن وقت اڇميءَ ۽ چنچر ديوتا
جو پاڻ ۾ بحث ٿيو اڇمي چيو ته مان ڪنگال کي ڏني ڪري
سگهان ٿي چنچر ديوتا چيو مان شاهوڪار کي ڪنگال ڪري سگهان
ٿو. ۽ هڪ ٻئي ۾ وڏي هٺ جو ٽڪرار ٿين. چنچر ديوتا چوي
ته مان وڏو. اڇمي چوي ته مان وڏي. سچ ته اڇمي وڏي آهي،
جو هر سيٺي کي سک ڏني ٿي ۽ ڀڳوان وشنوءَ جا چرڻ ڌوئي
ٿي. ۽ چنچر سيٺي کي دک ڏئي ٿو، تنهنڪري هو وڏو نه
آهي. پر الوهيت جي وڏائي ٻنهي کي ٻيهارڻ ۾ آهي ۽ مارڻ
۾ نه وڪ جي وڏائي آهي تنهن دک ڏيڻ ۾ چنچر ديوتا جي
وڏائي آهي ۽ سک پهچائڻ ۾ اڇميءَ جي وڏائي آهي. پر
ٻنهي جو ٽڪراءُ وڌي ويو. دئتن چنچر ديوتا جو پاسو ورتو.
ديوتائن اڇميءَ جو طرف ڪيو تنهنڪري فيصلو ٿيڻ ڪٺن
هو. گهڻو وقت هيءُ ٽڪراءُ هليو. هنن جي فيصلي ڪرائڻ
لاءِ ڪيهن پکه پات رهيا ته رماتما ستوادي مهاتما کي ڳوليندا
رهيا. گهڻو وقت اهڙو ته رماتما نه لڌئون. آخر سورج ونس
جي رگهوڪل ۾ هڪڙو مهاراج ستبه ورت هو، جنهن جي
استري نه پتورتا هئي. اهيءَ جي ليکي پرتاپ ڪري هن جي
ديش ۾ سک ۽ شانتيءَ جو سامراج هو. ٻئي طرف ستبه ورت
مهاراجا جي سرن ۾ آيا، انهيءَ لاءِ ته ڪنهن نه طرح اڇميءَ ۽
چنچر ديوتا جو ٽڪراءُ لهي. مهاراجا ستبه ورت چيو ته مان
ٻنهيءَ ريت سان نه آسڻ ٺاهيندس. توهين ٻئي پنهنجي اڇا
انوسار انهن سگهاسن مان هڪڙي تي ويهو. آسڻ
ڪولڻ کان پوءِ جنهن جي آسڻ ۾ سرشت پدارٿ هوندا
اهو وڏو سمجهيو ويندو. مهاراجا هڪ سنگهاسن هيرن
جواهرن جڙت ٺهرايو، ۽ ٻيو لوهه آدڪ خراب شين جو
ٺهرايو. ٻنهي کي ڪمري سان ڍڪايائين. موٽي سڀئي
جي صلاح سان چنچر ديوتا کي اڇا انوسار انهن سنگهاسن

سچ سان ئي ٻرسن ٿين ٿا. مها ديو پاربتيءَ کي چوَنتا ته جڳن
سڀ ڀيه سچ جي آسري رهن ٿا، تئن سڀ پاپ ڪوڙ جي
آسري رهن ٿا. سچ ڌرم جو آسرو وٺي جيڪو به ڪم پرش
ڪريٿو سو سڦل ٿئي ٿو. سچ ٻولڻ سان هن لوڪ ۾ به سڀ
پدارٿ ملن ٿا. رشي ۽ سنت ۽ گندرو به سچ جي ڪري ئي
سڌي پائين ٿا. اهڙو جو سچ جو تيرٿ آهي تنهنمر سنان
ڪرڻ پوتر آهي. ست جڳ ۾ ڌرم جا چار پير هئا. ترتيا ۾
هڪ پير ناس ٿي ويو. دواپور ۾ ٻه پير رهيا. ڪلجڳ ۾ هڪ
پير باقي رهيو آهي. ڪلجڳ ۾ سڀ ڌرم پرگهٽ تيڻ ڪنن
آهن. سچ جي آسري پرگهٽ ٿين ٿا. اِنهيءَ ڪري سچ
جي پرائڻ تيڻ گهرجي. يٿارٿ ٻولڻ سيڌي ماڻهن کي سک
ڏئي ٿو. اُن کي ئي سچ سمجهڻ گهرجي. ان کان اُبتي ڳالهه
کي سچ نه سمجهڻ گهرجي. سيڌئي برهم آهي پر برهم کان
جدا ڪجهه نه آهي. اهوئي سرشت آهي. اِنهي قسم جو نسچو
ويدانت ۽ گيانين ڇيو آهي. جو ٻول پنهنجي اِڇا انوسار آهي
ڌرم ۽ اڌرم کان رهت آهي، ڪلياڻ ۽ سرب پرشارت جي
ناس ڪرڻ وارو آهي. اُنهي وچن کي ڪوڙ چوڻ گهرجي
سچ ٻولڻ اهڙو گهرجي جو پيارو هجي. اپريه سچ نه ٻولڻ
گهرجي. ۽ پيارو ڪوڙ به نه ٻولڻ گهرجي اهوئي سناتن ڌرم
آهي. سچ ۽ سمتا، اَهنسا، ديا، تياڳ، ڪميا، دم، لڄا،
تتکيا، ايرکا (حسد) کان رهت، ڌرتي (ڌبرج) ڌيان،
متسر (اهنڪار) کان رهت اهي تيرهن سچ جا نشان آهن.
اُها سڀا ئي ڪانهي جنهن ۾ پير مرد بزرگ نه هجن ۽ جي پير
مرد سچ نتا ڳالهائين سي پير مرد ئي نه آهن. جنهن سچ
۾ ڇل آهي سو سچ ئي نه آهي. جن مهاتمائن ۾ ديا، ڪميا،
سچ ۽ تپ رهي ٿو تن جي رکو درشن سان ئي پاپ ڪجهه
وانگر سڙي ٿا وڃن. مهاراج! سچي جي درشن سان چت
شانت ٿي وڃي ٿو. اهڙو سنيه برت راجا هو هجو سچ ٻولڻ

ڇا لڀي ڪيو؟ ڪالون ڇيو ته اسان هي لڀي ڪمو ته
پرميسر ڳڌالون ڳيڙون ٿيڙون سالون آهن، ڇو ته مڪ جو اهو
آهي ڄڻهين پرميسر چولار ۽ سڀ وڃي هجن، پنون سڀ ڳڌالون
آهن، جيڪي لوهالجو مڪ. لوهالجو مڪ ته آهي پر ڳدا آهي.
ڇاڪاڻ ته ٿڪ وشتا جي ڄڳهه ۽ وشتا لي اڄلاڻين تا.
لوهالجو مڪ وشتا جي ڄڳهه آهي، ڇو ته لوهان وڃن ڪري
وري اسالڪي پڪڙايو آهي. گرو جن لکن ٿا:-

پرماڻ:-

جِت مُڪر نام ته اوهرين پِن ناوندي دس ڪاهه

دالڪ ايوي حاليئي تِت مُڪر ٿڪا پاهر.

[آسا وار م: ١ صفحه ٤٧٣]

سيني ڪاڻ ڇوڙ لڳا لوهالجي مڪ م تون! تون!! تون!!! تون!!!! راجا بدي ذات وارجي ٿو ۽ ڇيالس ته مان آليبدهه ڪڏهن ته است پرلڳا ته ڪندس. استري ۽ ڪي سڏالي گهڻي تارلا ڪيانس. استري ته سڏي لي بئي سڪ سان وقت گذارڻ لڳا.

سچ لي ته ارهم حوسروپ آهي سچ لي گيان يا آلسه سروپ آهي. ويد ته سچ جو لي ڪٿن ڪري ٿو. اوانڪار ته سچ آهي. سچ ويدن م پرگهٽ آهي. پرم پد مڪتي ته سچ لي آهي. لوڪ م ته سچ جي هيج تئي لي. ڀڳوان حنارد ن سچ سروپ لي آهي. آتما سچ سان لي ملي ٿو. سچ لي پرم تپ آهي. سچ لي هن حڪمت جو مول ڪارڻ آهي هي سب ڪم سچ م لي استت آهي. ڪوڙ ۽ ويچارڻي استري سان واهيواهي بئي ڪم بگ ڪن ٿا. ته بولا ۽ پتر ۽ معي لوڪ

ڊرليپ آهي - ڊرليپ وستوءَ جو وچار ڪرڻ گهرجي - راجا
چيو منش جونيءَ تي ڪهڙو وچار ڪري رهيا هئا - ڪانون
چيو منش سرير ۾ ٻه حصا ٿين ٿا . هڪ حصو پرش ٻيو حصو
استري - پنج روپ حصو پرش ٿئي ٿو ۽ پاپ روپ حصو
استري آهي - استري سرير ڪان پرش سرير اُتم آهي - اسين
اهو وچار ڪري رهيا هئاسين ته پرماتما پرش وڌيڪ پيدا
ڪيا آهن ڪين زالون - راجا پڇيو ته توهان انجو جواب ڪهڙو
سوچيو، اوهان آدم شماري ڪئي ؟ ڪانون چيو ته مهاراج !
اسان پراتهڪال تائين ڏاڍي مشڪلات سان اهو نسچي
ڪيوسين ته استريون ئي زياده آهن - ڇاڪاڻ ته پرشن هوندي بہ جي
استرين جي اڌين آهن سي بہ استريون آهن ، جنهن استريءَ جي
اڌين هئڻ ڪري توهين بہ استري ئي آهيو - راجا ٻڌي
ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ انهڪي چيائين اوهين وڃو ، مان اوهانکي
ڪونه پڪڙائيندس ۽ استريءَ جي اڌين تي استري نه
ٻڌبس . اِنهي طرح راجا ٻنا پڇڻ راڻيءَ جي سيڻي ڪانون کي
ڇڏي ڏنو - تڏهن راڻي وري انيڪ چرتر ڪرڻ لڳي ۽
۽ ڦاسي ڪٽي مرڻ لڳي - راجا جو موهه وري وڌڻ لڳو ۽
وري ڪانون کي اڳئين دستور پڪڙايائين . وري ڪانو
ڪي وانگر سمهي پيا . وري راجا پڇيو ڇو ، رات جو ڪين
سمهيا هئا ڇا ؟ اُنهن چيو ته اسانکي ننڊ نه آئي ، ساري رات
باءُ ئي ويٺي ڪيوسين راجا پڇيو ته رات جو ڪهڙو نياءُ
ويٺي ڪيو؟ ڪانون چيو ته رات جو منش جي اندرين تي
وچار ويٺي ڪيوسون ته پرماتما مکن کي وات گهٽا لڳايا
من يا گدائون - راجا پڇيو ڇا نسچي ڪيؤ؟ پرميسر هڪ هڪ
نت ۽ هڪ هڪ گدا سيني کي لڳائي آهي : تڏهن ڪانون
ٻو ته راوڻ کي ڏهه مهن هئا ۽ گدا هڪ هيس . اهو ڪو
ڪي نه آهي ۽ نيم ڪونهي . تڏهن راجا چيو ٻوءِ توهان

ڪاڪ ڀسنڊ ٽالين وچي ويٺا. هن انهو ڪارڻ پڇيو. لوڪن
سڀ ڪارڻ ٻڌايس. ڪاڪ ڀسنڊ ٻنهي جي شش کي موڪليو
۽ چيو ته توهن وڃي سيتي کي چڙائي اچ ۽ پاڻ ڪاڪ ڀسنڊ
تن ۾ لت ملائي گرتي وئو. هاڻي سڀ ڪانوَ اڇي ويا. راجا
راڻيءَ کي چيو ته سڀ ڪانوَ اڇي ويا آهن، هاڻي ٻڌاءِ ته ڇا
ڪجي. راڻيءَ چيو ته ٻهرياڻين الهنڪي ڪاراڻي ڏ ۽ ڪرانو.
تڏهن راجا مڪيو. ڪانوَن کي سڏائي جوڙ لڳو ته توهين ڇا
ڪائيندا؟ انهن چيو ته راڻي جو ذات وارن کان پڇي سوڀ
صوح جو شمر ڏيندا سون. راجا چيو ته هگو. صوح ٽيڪ سان
راجا انهن کان پڇيو ته ڇا ڪارڻ جي مرضي آهي؟ انهن کو
جواب نه ڏنو. ويچي وٺي سمجهي ٻس. راجا چيو ته اوهانکي
موت جو ڀؤ ڪونهي ڇا، جو سمجهي ٻيا آهيو؟ راڻي جو
ڪن سمجهيا ڇا؟ انهن چيو ته راڻي جو سمجهياسين ڪين
ليهڪري هاڻي ٻڌ ٻڌي اچي. ڪاڏو ٻه لتو وٽي ۽ جوڙ
لڳا ته ٻهرياڻين ڪڏهن ڪوڙ هوڙيءَ طرح ڪنا ٿياسين.
هاڻي وڏن پاڻ ڪري ڪنا ٿيا آهيون، مڪون هي
زهريلون هولديون آهن سي نه گڏتي ماکي ڪني ڪنديون
آهن. پرند (جيت جوٽالو) نه ڪما ٿين ٿا سي نه مصري
ناهين ٿا. سو راڻي جو اسين ويچار ڪري رهيا هئاسين ۽ نند
نه ڪئي سون. ٻيٺڪ اسانکي ماريو. راجا چيو ته ڪهڙو
ويچار ڪري رهيا هئا؟ هن چيو ته مهاراج! لوهالجو انهن
ويچارن سان ڪهڙو مطلب. ٻنهي ٻنهي ويچار ڪر تو
ڪنهنکي ٻڌائي؟ ۽ توهين اڌڪاري به نه آهيو. راڻيءَ
ويچار ڪهڙو اڌڪاريءَ کي ٻڌائيا آهن. راجا کي ٻڌڻ جي
ذاتي خواهش ٿي ۽ وري وري چيائين ته مان اڌڪاري
ٿيندس، مونکي ٻڌايو. ڪانوَن چيو ته اسين سڀ راڻي ممش
جونيءَ جو ويچار ڪري رهيا هئاسين، جو ته ممش جنم

ڏسي، ويچار ڪرڻ تمام ضروري آهي. تڏهن راجا هنجي سکيا کي مڃڻ لڳو. جو پرش ست پرتگيه نٿو ٽئي اُن جو منش جنم نسقل آهي. لوڪن ۾ به هنجي نندا ٿئي ٿي، جهڙيءَ طرح :-

**ڪٿا:-** هڪڙي جوان راجا جي گهر ۾ خوبصورت استري هئي. هن انيڪ هاو ڀاو سان راجا کي پنهنجي وس ڪري ڇڏيو هو. راجا هر وقت راڻيءَ جي اڌين رهندو هو. جيڪي راڻي چوي، اهوءِ اُهو ڀلو هجي توڙي برو، سو راجا مڃي. هڪڙي ڏينهن گرميءَ جي ڏينهن ۾ راڻي محل ۾ وڻ جي هيٺان منجي وڇائي سمهي پيئي ۽ اک لڳي ويس. اتفاق ۾ هڪ ڪانو اچي ان وڻ تي ويٺو ۽ راڻيءَ جي منهن کي تڪي وٺ لاٿائين، جو ڪجهه وات ۾، ڪجهه نڪ ۾ ۽ ڪجهه اکين ۾ وڃي پيئي. وٺ جي وات ۾ پوڻ ڪري راڻيءَ کي اُلٽيون آيون ۽ ڏاڍي خراب حالت ٿيس. راڻيءَ کي ڏاڍو غصو لڳو ۽ سيپ گهٽا لاهي ڪاوڙجي ويهي رهي. راجا کي پتو لڳو سو آيو ۽ راڻيءَ کي سڏيائين پر هن ڪو جواب ڪونه ڏنو. ڪروڌ ۾ ڏسي هنکي مٺڙ منٿ ڪرڻ لڳو. پر راڻيءَ نه مڃيو. چيائين ته ڦاسي کائي مرنديس. راڻيءَ تي ڪانو ائين وٺ لاهي وڃي ۽ ان کي سزا نه ملي! راجا چيو ته جو ڏنڊ چوين سو ان کي ڏجي، پر پتو به هجي ته ڏنڊ ڏجي. خبر آهي ته ڪهڙو ڪانؤ هو. راڻيءَ چيو ته نه، ڪانو ذات کي ڏنڊ ڏيڻ گهرجي. نه ته مان مرنديس. راجا راڻيءَ جي وس تي چوڻ لڳو: چڱو، سڀني ڪانون کي ڦاسائي مارائي ڇڏيندس. تڏهن راڻي اٿي ۽ پرسن ٿي راجا سان ملي. صبوح ٿيڻ سان راجا حڪم ڏنو ته ڪانو ذات کي پڪڙيو. انعام ڏنو ويندو. سڀ ڪانو پڪڙيا ويا. باقي جيڪي رهيا تن لاءِ وڏا انعام آڇيائين. انهي دستور پڪڙيندي پڪڙيندي

پيو آهي. تڏهن راڻي ڏاڍي حيران ۽ لڄي ٿي. وزير چيو
ڇڏيو، مان اکين سان ڏسان ٿو ته ڪير سمهيو پيو آهي. پوءِ
وزير نوڪرن کي سڏايو ۽ چيو ته هنکي آهستي آهستي
پلنگ تان لاهيو. هنکي لاٿائون ته جاڳي پيو. ڏٺائون ته ڪلي
جي سڄا وڇاڻ وارو ٻڍو نوڪر آهي. هو وزير کي ڏسندي
ئي ڏجي ويو. وزير چيس ته تون راجا جي سيج تي ڇو
سمهيو هئين، اهڙيءَ ريت تون روز سمهندو آهين؟ تڏهن
هن چيو ته مهاراج، مان روز سمهندو نه آهيان، اڄ ئي سمهيو
هوس. منهنجي من مونکي ڏاڍ وسنايو. گهڻن سالن کان منهنجو
من چاهيندو هو ته مان سيج تي سمهان. اڄ منهنجو من
روڪجي نه سگهيو. مونکي ڏاڍ و تنگ ڪيائين. تڏهن جمر
نه جڳو، ٻيو ٿيو آهيان مرڻو ته اهڙيءَ نه اٿم. راجا مار ٿي
ڏيندو پيو ڇا ڪندو؟ هڪڙو ڏينهن آئيندو ته وٺان. اهڙو
ويچار ڪري سمهڻ لڳس ته خيال ٿيم ته راڻي ڪپڙا ڪري
سمهان ته من کي چڱيءَ طرح ڏسي اچي. سمهيس ته هڪڙي
مهت ٻر ننڊ اچي ويم، پتو ڪونه پيم. منهنجي من جي اڄا
پوري ٿي آهي. هاڻي بيشڪ مونکي ماريو. وزير چيو ڪلو
تو راجا جا ڪپڙا به پاتا ۽ پلنگ تي به سمهين، پر لبلاوليءَ
راڻيءَ سان ڇو سمهين؟ تڏهن هن چيو ته هي وزير! توهين جيڪو ڇا
تا. لبلاولي ته منهنجي ماتا آهي. لبلاوليءَ جي سامهون پلا
مان پلنگ تي ڪين رکي سگهان ٿو. مان سمهي پيس،
مونکي ته ڪاله خبر ڪالهه رهي ته ڪير آيو، ڪير ويو. هاڻي
جيڪي ڪرڻو اٿو سو مونسان ڪريو. سمهيو ته مان بيوس هوس.
تڏهن وزير چيو ته ڏاڍو مهاراج! هيءَ ته بي ڏوهي آهي. جي
هنکي تنگ ڪيو هو. جي ڪنهنکي تنگ نه ڪري. جيڪڏهن
هنکي ماريو ها ته به پاپ لڳي ها ۽ ماڻهن ۾ ڳالهه ٻڌي ها.
الهيءَ ڪري مان جوان ٿو ته ڪنهن سان هڏي، اکين سان

راجا کي زور سان ڀيرون ڏيئي اُٿاريو. جڏهن راجا جاڳيو ۽ ڏٺائين ته سڀئي وارثون نه چار راڻيون ۽ نه چار پٽ آهن تڏهن ڏاڍو دک ٿيس. چيائين ته مونکي ڪنهن جاڳايو آهي. سامهون ڏٺائين ته وزير بيٺو آهي. تڏهن راجا وزير تي ڏاڍو ڪروڌ ڪيو ۽ چيائينس ته توکي منهنجي حڪم جي ڪا خبر نه هئي ڇا؟ وزير چيو ته مونکي خبر هئي. پر اوهانجو راڄڪمار مري ويو آهي، انڪري توهانکي جاڳائڻو پيو. راجا چيو ته هتي منهنجو هڪڙو پٽ مئو آهي، پر تنهنجي جاڳائڻ ڪري منهنجون چار سندر راڻيون، چار راڄڪمار ۽ سرڳ جو راڄ ناس ٿي ويا آهن. وزير چيو مهاراج! اهو ته سپنو هو. راجا چيو ته هيءَ به سپنوئي آهي. هي وزير! اڄ توکي معاف ڪريان ٿو، آئينده توکي منهنجو حڪم ڪڏهن به نه ٽارڻو آهي، ڇاڪاڻ ته راجائن کي ننڊ اچڻ ڏاڍي مشڪل آهي. ليلاوتيءَ ٻڌ ساگر وزير کي هيءَ ڪٿا ٻڌائي ۽ چيو ته پتا مونکي بارنبار سمجهايو هو ته ننڊ ۾ سهيل پتيءَ کي نه جاڳائڻ گهرجي.

راڻيءَ چيو ته وزير صاحب! توهين ڏسيو، هيءَ خود راجا صاحب جي ڪٿ آهي. راجا ڪانسواءِ ڪو به ٻيو رکي نٿو سگهي باهر پهرو لڳو پيو آهي، اندر ڪو پکي به اچي نٿو سگهي. انڪري مان ڪنهن به شڪ شبهه بنا سمهي پيس. اهي وچن ٻڌي وزير راجا کي چيو ته ڏسو مهاراجا! هيءَ ليلاوتي ته بلڪل شڌ ديوي آهي. پلنگ تي توهانکي سهيل سمجهي پاڻ به سمهي پيئي. هنکي ته ڪو پتو ڪونه پيو ته ڪير سمهيو پيو آهي. هيءَ ته شڌ ئي شڌ نڪتي. هن کي مارڻ ڏاڍو پاپ هو. پوءِ راڻيءَ کي راجا جو درسن ڪرائي چيائين ته ڏس ته راجا صاحب ته اندر ويٺو آهي، پلنگ تي تہ ٻيو ڪو سمهيو

سري نارائڻ هري اُپديش ( ٥٣٦ ) ڏنل ڳالهه جو نه ويچار ڪجي

نه اُتاريو ٿا ٿا، جو مهمڃي پتا مولڪي حو هو ته ڳوري نند مان پنهنجي پتيءَ کي ڪڍهن نه ڇاڳائيج، ڇاڪاڻ ته راجا لوڪن کي ڳوري نند اچڻ ڏاڍي ڪٺن آهي. ڏاڍي مشڪل اچي ٿي. الهيءَ ڪري ڇاڳائڻ چڱو نه آهي. سڪا ڏيڻ وقت مولڪي هڪڙي ڪٿا به ٻڌائي هئائين، جا مان توهان کي ٻڌايان ٿي.

**ڪٿا:-** هڪڙو راجا هو، جنهنکي هڪڙوئي پٽ هو. راجا هنکي ٻڌوراج (لخت حوارهه) ڪري ڇڏيو هو. هڪڙي وقت اُن راجا تي ڪنهن دشمن چڙهائي ڪئي. ڏاڍي ڀڄ لڳي، جا ڪي ڏينهن هلي. تنهن راجا دشمن تي سوڀ پائي. پر راجا ۽ سندس پٽ ٿڪي ٿلهي پيا. راڻيا اچي جوڪري حون دوانون ڪمون ۽ پنهنجي لاءِ راجا جمو ته لڙائيءَ پر مون لند اصل ڪوله ڪئي سو مان هاڻي ٿي ڏينهن سمهندس. ڪوبه مولڪي نه اُٿاري. جو اُٿاريندو انکي مان قتل ڪرائيندس. راجا دروازا بند ڪرائي سمهي پيو. ٻه ڏينهن گذري ويا ته به راجا جاڳيو ۽ نه ڪنهن انکي جاڳايو. ٽئين ڏينهن سوير صبح جو راجا جو پٽ مري ويو. سڀ روئڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته راجا کي جاڳايو، پر ڊڄ ڪري ڪو ڪوبه ڪو جاڳائي. تڏهن راڻين کي روئندو ڏسي وزير کي ديا آئي ۽ راجا کي جاڳائڻ ويو. جاڳائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائين، پر راجا نه جاڳيو، ڇو ته هو سپهي جي سڪ پر لمح ٿي ويو هو. هنکي سسو آيو هو ته مان اِندر آهيان ۽ منهنجون چار تمام سندر پتراڻيون آهن جي مولسان گهڻو هاس ٻلاس ڪري رهيون آهن ۽ منهنجا چار راڪمار تمام سندر ۽ آگياڪاري آهن ۽ راڄ ڪاربه چڱيءَ طرح هلائي رهيا آهن ڪنهنڪري ڪاڻ حنتا نه آهي. اهڙي سڪ روپ مر وزير

پر تڪيا جو

نہ آهي. اهڙي سوچ ڪري هوءَ بہ پنهنجو دشالو ڪڍي سم
پيئي ۽ گهري ننڊ اچي ويس. جڏهن راجا پوڄ آيو ۽ ڏٺا
تہ ليلاوتي ڪنهن ڌارئي مرد سان سمهي پيئي آهي، تڏه
راجا کي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ ترار ڪڍي مارڻائين تي تہ وز
جا وچن ياد پيس تہ ڏسي بہ ويچار ڪري پوءِ ڪم ڪجي
جهٽ پٽ وزير کي سڏايائين. چيائيس تہ ڏس تہ مهنجي
راڻي ليلاوتي، جنهن هن ڏينهن اڳي پرويش بہ ڪيو س
اڄ وري ڪنهن ڌارئي مرد سان سمهي پيئي آهي. هنڪي
ترار هڻان يا نہ. وزير چيو تہ مهاراج! هاڻي ويچار ڪريو. راڄ
چيس تہ تون ئي ويچار ڪر- وزير راجا کي هڪڙي گپت
ڪمري ۾ چڪر لڳارائي وهاري ڇڏيو ۽ ٻانهين کي سڏايائين-
اُنهن کان پڇيائين تہ توهانکي پتو آهي تہ راڻي ڪنهن سان
سمهي پيئي آهي؟ اُنهن چيو تہ ١٠ بجي کانپوءِ اسانکي اِتي
اچڻ جي اجازت نہ آهي جنهنڪري اسانکي پتو ڪونهي-
تڏهن وزير داسين کي چيو تہ هيءَ جا راڻي سمهي پيئي آهي
انکي گهڻي ڏير سان هيٺ لاهيو- راڻيءَ کي هيٺ لاٿائون
تہ اُنجي ننڊ کلي پيئي- ڏٺائين تہ وزير بيٺو آهي- وزير چيو
راڻي صاحب! توهين ڪنهن سان سمهيا پيا آهيو؟ راڻيءَ چيو،
منتري جي! مان پنهنجي پتيءَ سان سمهي پيئي هيس- وزير
چيو تہ نہ- راجا صاحب تہ اڃا آيوئي ڪينهي- سچ ٻڌايو تہ
ڪنهن سان سمهيا پيا هئا- راڻيءَ چيو تہ اڳي بہ ڪيترين دفعا
مهاراجا ڀيرپائين اچي سمهي پوندو هو- اِنهيءَ طرح اڄ بہ
ڀيرپائين اچي سمهي پيو آهي. مان بہ اچي هن سان گڏ سمهي
آهيان- مهاراجا صاحب ڪانسواءِ هن پلنگ تي ڪير سمهڻ وارو
آهي؟ وزير چيو تہ سمهڻ وقت توهان ويچار ڪونہ ڪيو تہ
ڪير سمهيو پيو آهي؟ راڻيءَ چيو تہ گهڻيئي ويچار ڪيم، اُٿارڻ
جا اُپاءَ ڪيم، پر گهري ننڊ مان نہ اُٿيا. گهري ننڊ مان

ڪٿا ٻي. راجا ڀوڄ جو هڪ ٻڌ ساگر نالي وزير هو. هو راجا ڀوڄ کي لڙائي ٻڌ ڪان ڪئون سڪباڻون ڏيندو هو. راجا ڀوڄ ۽ هڪڙي ٻنا سمان ڪري مڃيندو هو. هڪڙي ڏينهن اُن وزير راجا کي چيو مهاراج! توهان ڪان راڳ گديءَ لي وڃڻ ڪالبوءِ ڪر آسماءَ نه ٿي وڃي، تنهنڪري توهين ڪا ڳالهه ڪنهن سان ٻڌي نا ڏني ۽ ڏسي نه ويچار نا مڪمل نه ڪجو. راجا ٻڌي حيران ٿيو ۽ چيائين ته اڪين سان ڏٺو به پوءِ وري ويچار جي ڪهڙي ضرورت آهي. پر وزير ڏاڍو هٺ ڪيو. راجا ڀوڄ جي سمجهه ۾ نه آيو ۽ ٻڌيندي ٿڪ ۾ ويهي اُن ڳالهه جو ويچار ڪرڻ لڳو. ويچار ڪندي ڪندي رات جا ٻارهن لڳي ويا. گهر ۾ نه ويو. راجا ڀوڄ جي مکيه پٽ راڻي ليلاوتي هئي. اُهي محل ۾ راجا رات جو اڪثر ٿي ويندو هو راڻيءَ کي هئي جيڏيو هئائين ته ڪنهن مان ٨ ته نه اچان ته ٿون ١٠ ته سمن گهور هلي اچجو ۽ اُتي اچي ملجو راڻي انهن تي ڪندي هئي. هڪ ٻيري راجا کي راڻيءَ ۾ شڪ ٿيو هو ته هوءِ ڪالداس سان ميل رکي ٿي. پر هوءِ پتورتا هئي. راجا جي شڪ دور ڪرڻ واسطي سري سنا والگي ساري سڀا جي سامهون اگني ۾ پرويش ڪري ٻاهر نڪري آئي هئي. راجا جو شڪ دور ٿيو ۽ راجا هن سان گهٽي پريتي ڪندو هو. اڄ جڏهن راڻيءَ ڏٺو ته ٨ اُت لڳي ويا آهن نه مهاراجا آيو ٿي ڪين، مٿان اچي ڏهه لڳا ته نه راجو، ڏهن هوءِ شڪن گهور ۾ هلي ويئي. جتي راجا جي ٻي سجا گهٽين سگنڌن سان وڇائي پيئي هئي، اُتي اچي ڏٺائين ته اُن پلنگ تي راجا جو دشالو ڍڪي گهو سمهو پيو آهي راڻيءَ گهٽيئي آپاءُ ڪيا ته صورت ۾ راجا جاڳي پوي پر هو نه جاڳيو. ... چيو ته راجا کي گهوري ننڊ آئي آهي. اُٿارڻ پوڳ

سگهنا آهي. مون ڀهرئين استريءَ سان ڪجهه وهنوار نه ڪيو. تڏهن هن سوچيو ته اُن پرسنگ تي اُپراڌ آهي جو ڇهو هئائين ته مونکي پرگهٽ سمجهو. هن ويچار ڪري مونکي پرارٿنا ڪئي ته توهين ٻي شادي ڪري وٺو. مون گهڻي منع ڪئي ماٿس ته توکي ڀاڄوڻ جو ڏاڍو ڏک ٿيندو، جو توکان سٺو نه ٿيندو. پر هوءَ منهنجي برابر پر اچي چوڻ لڳي ته نه. تڏهن پنهنجي ماسيءَ جي ڇوڪريءَ سان منهنجي مائٽي ڪرايائين. جڏهن شادي ٿي ويئي تڏهن منهنجي لنڊي استريءَ جي ماتا، جا ڏاڍي سادي سودي هئي، مونکي ڇيو ته منهنجي ڪنيا کي پنهنجي ڀهرئين استريءَ جي برابر سمجهجو. جڏهن ٻنهي کي هڪجهڙو سمجهندا تڏهن ئي پاڻ کي ڌرماتما سڏائي سگهندا. مون گهڻو سمجهايو ماٿس پر گهڻو هٺ ڪيائين ۽ نه مڃيائين. تڏهن مون وچن ڏنو ته مان هنکي ڀهرئين استريءَ جي برابر ئي سمجهندس. ۽ هنکي آئي ڀهرئين استريءَ جي سپرد ڪيم ۽ چيومانس ته هنکي به سنڀال. الهي وقت کان هي ٻئي منهنجي واسطي پنگياڻيون آهن. هنن جو ڪاڏو ٻيٺو علحدو آهي. مون سان ڪو وهنوار ڪونه اٿن. اڄ توهين منهنجو ورت ٽوڙڻ لڳا تڏهن مان هيرو کائي مري ويس. ڀڳوان ارجن کي ڇيو ته ارجن! ڏس! اهڙا ستپرش جڳت جا تنيا ٿين ٿا. پوءِ ڀڳوان هنکي ڇيو نه مرڻ تائين ورت ٽٽي ٿو. سو تو ورت پورو ڪيو. هاڻي تون هنکي ڪنيائيون سمجهي ورتاءُ ڪر. اهڙيءَ طرح ڀڳوان هنن جو پاڻ ۾ ميل ڪرائي هليو ويو. اُن ڏينهن کان وٺي ارجن به ستپرتگيه ٿيو. ۽ گروجي لکن ٿا:-

”پراڻتي ست ڌرم جوت نه پراڻيئي“

اکيائون - مون چئي لکي موڪلي ته مان ولائتي تاريخ ايندس -
منهنجي پتا منهنجي استري کي آڻو پٺايو. هوءِ راماڻ پڙهي رهي هئي،
جنهن ڪري منهنجي پتا کي پراڙتا ڪيائين ته مان پتيءَ جي شبوا
پنهنجي هٿن سان ڪندس. مان ٻڌوي سڀ جيڙوائي ايندس - پتا
آڳيا ڏنس ته هٿن وٺيئي لٿن ڪر. تڏهن هوءِ ليبو ڏيڻ لاءِ
جيڏو ڪٽڻ ويئي. شاهوڪارن جي ڇوڪري هئي. جيٺي جي
ڀاڻ هن ڪان ڪڏهن نه ٿي. تڏهن هنڌائين هو ڏالهون لهارڻ لڳي
ته مٿن ڪو ماڻهو اچي ڪٽائيس. اُن وقت مون ته جهاز مان لهي
نوڪرن کي سامان لاءِ چيو ته دڪان تي کڻي اچو. مان
جلدي جلدي اچڻ لڳس. هن مولڪي ڏسو تڏهن پراڙتا
سان چيائين ته ٻالوجي! هيءَ ڀاڻ منهنجي مٿي تي رکو، جئن
ته مولڪان لٿي ڪجي. مون ته ٻالڪي ديش ڀڳت ساڻڻ تي
چاهيو ۽ ڳوٺي ٻرير سان ڀاڻ کڻي هن جي مٿي تي رکڻ لڳس
پر هن پتورنا مولڪي چيو ته مولڪي ڇهو متان. مولڪي پڪڙڻ
ڪري سمجهيو. مان ٻرٻرش سان ڇهان ٿي ڪمن. تڏهن
مون چيو ته لون منهنجي لاءِ پڪڙڻ لي آهن. هنڪي پڪڙڻ
سمجهوي ڀاڻ هن جي مٿي تي رکم. هن پنهنجي گهر اچي
ليبو ڏنو. ڪٽ وچالي گدي وغيره رکي سڀ سامگري تيار
ڪري رکيائين. مالها تيار ڪيائين. ابتري ٻر مولڪي ۽ پتا
جي ٻاٽسان ولي گهر ٻر آيو ۽ منهنجي استريءَ کي چيائين ته
هيءَ تنهنجو پت ديو آيو آهي جڏهن هوءِ مولڪي مالها وجهڻ
لڳي ته مون ڏسي هنکي چيو ته لون منهنجي لکي پڪڙڻ
آهن. مولڪي مهالما سکيا ڏني آهي ته ست جو پالڻ ڪجي.
اُڪري مان هڏجا وچن واپرت وجڻ لاءِ ڏيندس. مولڪي
هن ڳهٽي پراڙتا ڪئي ۽ پتا جي ٻه ڳهٽو چيو، پر مون ته
مهو ۽ سٽن جا وچن ست رکير. اِها ته وڏي استريءَ جي

هو ته هيرو ڪاٿي مري ويو. ڀڳوان چيو ڇو، ڇو؟ استرين چيو ته اسانجو پتي ست وادي هو. پران ڏنائين، پر وچن جونا نه ڪيائين.

# رگهه ڪل ريت سدا چل آئي-
# پراڻ جائي پر وچن نه جائي.

[ تلسي رامائڻ

اهڙيءَ طرح پراڻ ڏنائين پر وچن نه ٽوڙيائين. اسين به رگهه ڪل جون آهيون. تڏهن ڀڳوان وچي ڏٺو ته برابر مئو پيو آهي. استرين کان پڇائين ته ڇو مئو؟ اُنهن چيو ته هوئي پاڻ توهانکي ڏسيندو. ڀڳوان ارجن کي چيو ته ڇا ڪرڻ گهرجي، ارجن چيو ته جيئاريوس. ڀڳوان جل جو ڇنڊو وڌو ته ڀڳت جيئي پيو. ڀڳوان پڇيس ته مري ڇو وئين؟ ڀڳت چيو ته مهاراج! مونکي هنجي هٿ جي روٽي کائڻي نه هئي. توهان مونکي لاچار ڪيو تڏهن مان مٿي اچي مري ويس. ڀڳوان چيو ته پنهنجي استرين جي هٿ جي روٽي ڇو نٿو کائين؟ هن چيو ته هنکي پتگياڻيون سمجهي ڪري نٿو کان. ڀڳوان چيو ته هي پتگياڻيون آهن؟ تڏهن اسانکي پرسٽ ڪرڻو هوءَ. هري رام، ڀڳت چوڻ لڳو، ته مهاراج! هي ڪنتر ياڻيون آهن، فقط منهنجي لاءِ ئي پتگياڻيون آهن. ڀڳوان چيو ته ڪيئن؟ ڀڳت چيو، مهاراج! هيءَ منهنجي وڏي استري آهي ۽ هوءَ ننڍي استري آهي. وڏي استريءَ سان منهنجي ننڍي هوندي ئي شادي ٿي هئي. هوءَ پنهنجي گهر رهي ۽ مان پنهنجي گهر رهيس. اسانجو پاڻ ۾ ڇڱيءَ طرح گڏجڻ به ڪونه ٿيو هو. پوءِ منهنجي وڏي ٿيڻ تي پتا مونکي ولايت ۾ واپار لاءِ ڏياري موڪليو. منهنجي ماتا بيمار ٿي ته هنجي شيوا لاءِ مونکي گهرايائون. ٿورن ڏينهن بعد ماتا مري وئي ته وري مونکي ولايت کان موٽڻ لاءِ

جي رکيا ڪئي، تهڙيءَ طرح اسان جي ڪندو، اون ڪابه
چنتا نه ڪر. مائيءَ کي ڪجهه ڌيرج آيو. پر سپاهين جي جنهن
ڦٽ ڪري مائيءَ جو ڌيرج ٽٽي ويو ۽ ڪا اُميد پٽسي ملڻ
جي نه ڏسي، مائي وري سنتن وٽ ويئي. سنتن سري
واڪ جون هي ٻه تُڪون ٻڌايس:-

**جا ڪا مشڪل اِت ٻطي ڍوئي ڪوءِ نه ڏيءِ**

[ سري راڳ م: ١، صفحه ٧٠ ]

ءَ ٻچانولس ته ڪا چنتا نه ڪر، تنهنجو پٽ سپائي
راڄا تيندو.-

**هت آوءِ اُس پار برهم نالهچل هووءِ راڄ.**

[ سري راڳ م: ١، صفحه ٧٠ ]

تون پنهنجي پٽ مان وڃي ايشور جو چنتن ڪر. مائي
سنتن جي وچن تي وساه رکي ايڪاگر چت سان ايشور جو
چنتن ڪرڻ لڳي، پر پٽ جي فڪر ۾ چت ڏلائمان ٿيس.
تڏهن مائيءَ کي منجهيل ڏسي آڪاس واڻي ٿي ته سنتن جي
وچن تي وسواس ڪر، ڪوڊپ ڪراهي، متربائي پلي تيندي.
مائيءَ کي هاڻي ڪجهه لسچو تي ويو، پر ڇوڪري کي ڌيرج
نه آيو، جوڻ لڳو ته آمان، مان سپائي مري ويندس ۽ منش
جنم اجائي لسڦل هليو ويندو. مانا چيو ته نه، تنهنجو ايشور
رکيڪ آهي، تون سپائي راڄا تيندين، سنتن جا وچن اٽل
آهن. تڏهن ڇوڪري کي ڌيرج آيو. پرڀاتي ڪال ٿيڻ سان
راڄا پوليس موڪلي، جن اچي چوطرف گهيرو ڪيو ۽ مائيءَ
کي چيائون ته ٢٥ پائوند ڪڍي اچ نه ته تنهنجو پٽ قتل ڪيو
ويندو. مائي وري اندر ويئي ته ڀڳوان اڳي درسن ڏيئي
ٻه ٿيلهيون لعلن جون ڏنيون ۽ چيو ته اهي راڄا کي ڏيئي

ھيءَ ڪٿي ميھڻو لائي ٿو ٻڌجي. انھن ڇٽي ترار ھٿ ۾ کڻي
ڇوڪري جي مارڻ لاءِ ڊوڙيو تہ وزيرن پڪڙي ورتس ۽
ڇڏائونس تہ نرآپراڌ بالڪ کي ماريندا تہ اوھانجي ڪلا ٿي ٻولندي.
اسين ھن ۾ ڪو دوش نہ ڀايون ٿا، پوءِ سياڻي ھنکي
مارائيندا سون. انھن ڇٽي ڇوڪري کي سڏايائون. ڇوڪري
کي ڇيائون تہ تون ڪڏھانڪر سرڪاري جھنگل ۾ ڪاٺيون
وڍين پيو. ڇوڪري چيو تہ ٻن سالن کان. وزير چيس تہ
ھي خاص ڪري سرڪاري جھنگل آھي ۽ بنا اجازت تو ٻہ
سال ڪاٺيون ڪٽي وڍيون آھن، تنھنڪري توتي ٢٥ مھرون
ڏنڊ وجھجي ٿو. سياڻي پراڻھ ڪال جو جيڪڏھن ٢٥ مھرون
نہ ڏيندين تہ توکي قتل ڪيو ويندو. انھن ڇٽي ڇوڪري کي
ھٿڪڙي وجھايائين. ڇوڪري کي سپاھين سان گڏ سندس
ماءُ وٽ موڪلائين. راجا ۽ وزيرن ۽ جولشين سان گڏ گھر
ڏانھن موٽي آيو. سپاھين ڏٺو تہ ڇوڪري جي ماءُ ڏاڍي
مسڪين آھي ۽ انھي جھوپڙي پڳل ٽٽل آھي. اھو حال وڃي
راجا سان ڪيائون. راجا پاڻ ليھان تي سخت تاڪيد نامو
وصوليءَ لاءِ ڪڍيو. اِتا ڳالھہ ٻڌي مائيءَ ۽ بالڪ کي ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ اُن جل ونڍ ڇڏي ڏنائون. مائيءَ گھر گھر ۾ سيٺي
ماڻھن کان نت جي ڇڏائڻ واسطي مدد گھري، پر ڪنھن بہ
مدد نہ ڏني. سڀ ماڻھو مائيءَ کي طعنا ھڻڻ ۽ گھٽ وڌ ڳالھائڻ
لڳا. ھاڻي مائيءَ جو ڪو آسرو نہ رھيو، تڏھن سنتن جي
سرن ۾ ويئي. سنتن مائيءَ کي ڏيو ح ڏٺو ۽ چيو تہ ڪو ڏ ب
نہ ڪر، پرميسر کي ياد ڪر. جنھن دروپدي راڄ سڀا ۾ پرميسر
کي ياد ڪيو تہ اُنھي مدد ڪيائين ۽ ھاٿيءَ کي گراھ پڪڙيو
۽ ھاٿيءَ پڪار ڪئي تہ ڀڳوان اُنکي ڇڏايو. اھڙيءَ طرح جن جن
ڀڳتن تي ڀيڙ پيئي آھي تہ ڀڳوان کي ياد ڪرڻ سان سڀ سڀ
ڀڳت ڏکن کان ڇٽي ويا آھن. جھڙيءَ طرح ڀڳوان پرھلاد جي

جتي ڪانئيون پئي وڃيون، انهي پرسان اهو مندان هو. جوتشيءَ راجا کان آگيا وٺي جهنگل واسطي ويو تي ته رستي ۾ اهو ڇوڪرو ڏٺائين. انکي ڏسي ڏاڍو حيران ٿيو. چوڻ لڳو ته هرڪي گت نهه ڪوٺو جاڻي ” چيو ته هي غريب ٻرڏن آهي ۽ ٽن ڏينهن جي اندر هنکي راڄ ملڻو آهي ۽ راڄ ڪنيا سان هنجي شادي ٿيندي. سو ڪئن ٿيندي! جوتشي بالڪ کان پڇي، تو وٽ ڇگو ڏن آهي، تنهنجو گهر چڱو آهي ۽ سنٻنڌي چڱا آهن؟ ڇوڪري جواب ڏنو ته مان بلڪل ٻرڏن آهيان، ٻوڙهي ماءُ اٿم ۽ پيو ڪو سنٻنڌي ڪونه اٿم تنهنڪري هو حيران ٿيو. اينري ۾ راجا جوتشيءَ کي ياد ڪيو. وزير چيو ته هو پري ڇوڪري سان ڳالهيون وٺو ڪري. بادشاهه چيس ته سڏي وٺيس. جوتشي آيو، راجا پڇيس ته ڇوڪري سان ڪهڙيون ڳالهيون ٿي ڪئي. جوتشيءَ چيو ته ايشور جي ليلا تي حيران آهيان ڪجهه چئي نٿو سگهان برهما ڇا نٿو ڪري سگهي. بادشاهه حيران ٿي چيو، جوتشي چئه اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي جوتشيءَ چيو ته مان حضور جن کان ڀ جان ٿو، شايد توهين غصي ٿيو راجا چيو ته نه، مان توتي غصو نه ڪندس. راجا جي زور لائڻ جي جوتشيءَ ڀ ڄمدي ڀ ڄمدي چيو ته مهاراج! هن ڇوڪري جي ريکا ڏسي مان حيران ٿيو آهيان، جو ٽن ڏينهن اندر هيءُ ڇوڪرو حضور جن جو ناٺي ٿيندو ۽ راڄ گديءَ تي ويهندو. هو آهي ٻرڏن، رڳي ماءُ اٿس ۽ ٻيو ڪو سنٻنڌي ڪونه اٿس. هو جهنڊ پيهي ڪندران ڪن ٿا. اهو ٻڌي راجا ڏاڍو دکي ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته ڪير چوندو ته برهما ٻڌوان آهي، جو راجا جي ڪنيا جو غريب بالڪ سان شاديءَ جو ليکه لکيو اٿس. اهڙيءَ طرح ويد شاستر به ڪنهن ٻڌوان جا ٺاهيل نٿا ڏسجن. مان هاڻي هن ڇوڪري کي قتل ٿو ڪريان، پوءِ ڏسان ته

ڪيرتن

پرميشور کي پريم پيارو آهي؛ ڪوئي نام جات، گڻ آدِ
نه آهن -

چؤپائي:—

ٻالميڪ سچارو ٿيو - ڀڳت ٿيو ٻچاري
ڪٻج گراهه ٿي چوٺاءِ ساڳيو ورن ڪا ڪايا ۽
اُڪيسن ڪو راج آيو ڀڳتن جن ديٺو
روپ ورتين ٿي ڪچا ۽ دالد پدمج سدامي ملي

انهن مان پرست آهي ته ڀڳوان کي پريم ئي پيارو آهي

ڪٿا:— دکن ديس ۾ مهاتما رامداس جو شش ڪيشوداس
انن ورهين جو ٻالڪ هو. گرو اُنکي ٺاڪرن جي شيوا ڏيئي
اَمرنات تيرٿ جي ياترا ڪرڻ ويو. ڪيشوداس هٿ
پريم سان ڀڳوان کي ساڪيات ڪارائڻ ۽ پيئارڻ لڳو. سري
رامچندر آدڪ چار ڀائر، سيتا ۽ هنومان سڀني کي ڀوڄن
ڪاهي ڪارائڻ، پيکه وني اچڻ، ڪير ڏهڻ، گاهه ڪري اچڻ،
اهڙيءَ طرح ٻه مهنا ساندهه رات ڏينهن شيوا ڪرڻ ڪري
تڪجي بيمار ٿي پيو. هڪڙي ڏينهن ڪجهه به شيوا نه ڪيائين
۽ سمهي پيو. ڀڳوان پنهنجن ڀائرن کي موڪليو ته وڃي هنکي
وٺي اچو. ڀڳوان ٻالڪ کان پڇيو ته اڄ ڇو ڪين کارا ۽. ٻالڪ
چيو ته هي وڏا چونٽا ڪم ڪن، مونکي سارو ڏينهن
ٿڪائين. ڀڳوان پريم وس ٿي ٻالڪ جو چيو مڃي، ڀائرن کان
سڀ ڪم ڪرايو ۽ سيتا کان رسوئي ڪرائي. جڏهن گرو
جي آيو تڏهن ڀڳوان رام جي چيو ته تنهنجي شش هِن سڀني
کان ڪم ڪرايو ۽ مونکان ئي ڪم نه ورتو. مان ٻه ڏنس پئي
ته متان مونکان ٻه ڪم ڪرائي. سو ڀڳوان پريم جي ادين
آهي، ڪنهن گڻ آدڪ جي ادين نه آهي. تنهنڪري پريم
سان ڀڳوان جو نام اُچارڻ ڪري ڪيرتن ڪرڻ گهرجي.

١- نام جي ٿوابر سنت پرشن جي نندا ڪري ٿو.
٢- ناستڪن کي نام جو مهاتم ٻڌائي ٿو.
٣- وشنو ۽ شو ۾ ڀيد ٻڌ ڪرڻ.
٤- ويد ۾ اَشرڌا.
٥- ويد ۾ شرڌا آهي پر شاستر ۾ اشرڌا آهي.
٦- ويد شاستر ۾ شرڌا پر ديهه ڌاري گروءَ ۾ اشرڌا.
٧- نام جي مهاتم کي حقيقت نه سمجهڻ، روچڪ وچن (وڌندڙ) وچن سمجهڻ.
٨- نام جي آسري ڪوڙا ڪرم ڪرڻ، ته نام جي پاپ لاهي ڇڏيندس،
٩- نام جي آسري شُڀ ڪرم ڪرڻ ڇڏي ڏيڻ.
١٠- ٻين ڌرمن برابر نام کي سمجهڻ.
پر پريم ۾ زياده شڪتي گهرجي.
پريمين جون (٩) نو نشانيون لکجن ٿيون. مسلمان فقير کان انجي مريد ۽ نشانيون پڇيون. انهي جواب ۾ چيو ته

**عاشقان را نُهُ نشاني اي پسر، آهه سرد و، رنگ زرد و**
**چشم تر. ڪم گفتن، ڪم خوردن، خوابش حرام،**
**انتظاري، بيقراري، دست سر**

**ارٿ:-** پريمين جون (٩) نو نشانيون هي آهن (١) پريتم جي ملڻ ڪري ٿڌو ساهه کڻڻ (٢) پريتم جي وڇوڙي سببان رنگ پيلو ٿي وڃڻ (٣) پريتم جي وجوڳ سان اکين مان جل جا قطرا وهڻ (٤) پريتم جي وجوڳ ڪري گهٽ ڳالهائڻ [٥] گهٽ کائڻ (٦) ننڊ نه اچڻ (٧) پريتم جي انتظاري ڪرڻ (٨) دل کي بي آرامي ٿيڻ (٩) سر تي هٿ رکي شوڪ وان ٿي رهڻ.

پڇايو هئائون. سيٺ هنن تي پرسن ٿي، سيٺي کي پنهنجي
ديس مارواڙ ۾ گهرايو. انهنکي چيائين ته توهانکي جيڪ
چڱي شيءِ وڻي سا ٻڌايو ته مان گهرائي ڏيانو. پاڻ ۾ صلاح
ڪري هڪ شيءِ ٻڌايو. پر اُن شيءِ جي ڪيترن جدا جدا
نالن جي سڌ نه هئڻ ڪري پاڻ ۾ جهڳڙندا رهيا. سيٺ چيو
چڱو، ڀلا پنهنجي ٻوليءَ ۾ نالا ڇئو. هڪڙي چيو ته مونکي
ترُوز گهرجي. ٻئي چيو ته مونکي تربوز نه گهرجي، مان ته
هندائو وٺندس. ٽئين چيو ته مونکي هندائو نه گهرجي،
مان ته مَتيرا وٺندس. چوٿين چيو ته مان چاهين وٺندس.
انگريز چيو ته مان واٽر ميلن ( Water Melon ) وٺندس. سيٺ
ويچاريو ته شيءِ سڀ هڪڙي ساڳي ٿا گهرن، رڳو نالن تي
جهڳڙي رهيا آهن. پوءِ سيٺي کي اُها شيءِ گهرائي ڏنائين
۽ چيائين ته توهان هيءَ شيءِ گُهري هئي؟ هنن چيو
ها، ها. تڏهن سيٺ چيو ڏسو شيءِ هڪڙي آهي، اوهين
نالن تي جهڳڙيا ٿي. تهڙيءَ طرح جدا جدا مذهبن وارا
پرميشور جي نام جوارت نه ڄاڻڻ ڪري جهڳڙن ٿا. جڏهن
ڪنهن برهم وِيتا مهاتما د ثاران انهن کي پتو لڳي وڃي ته
سڀ نام هڪ ناميءَ کي ڄاڻائين ٿا ۽ ناميءَ جا ئي سڀ نام آهن
ته پوءِ جيڪر جهڳڙن ئي ڪين. پرميشور جي نام ۾ هڪ ته
پريم هئڻ گهرجي، چاهي ڪهڙو به نام جپي. جهڙيءَ طرح
هڪ ڀڳت پرميشور کي گڦوڙو، گڦوڙو، نام سان پڪاريو ته
پرميشور هنکي درشن ڏنو. ٻئي ڀڳت سالي رام سان سڌيو
ته مڪتي پاتائين ۽ ٽئين وري پُري پري نام سان پرميشور
جو درسن ڪيو. اِنهيءَ ڪري هڪ ته نام جپڻ واري ۾
پريم هئڻ گهرجي، ٻيو ته نام جي ڏهن دوشن کان بچڻ
گهرجي. نام ۾ ڏهه دوش هي آهن:-

ڪل ۽ سنڌ بو جمو ته اسانکي ٻڌايئين ته انهيءَ کي لوڙهو ڪاٺ
لڳو آهي سو اُهو مطلب ڇا آهي؟ مهاراڄا پرڪشٽ جمو ته
ڪلجڳ توهانکي ڇڏي ويو آهي ته راجا رعيت جو رکڻ
تبندو آهي، پر هاڻي مهنجي راڄ ۾ راجا پرجا روپي ڪٻٽيءَ
کي ڪانڌو ۽ رکيا نه ڪندو، تنهنڪري هليا ويو. پوءِ
هنهي ياترن جمو مهاراڄ! توهانکي ڇا هئي ويو؟ هنانون ته
اسان وٽ پاپ جي ڪا ڳالهه ڪانه ڪمائي پر پنج جي ڳالهه
ڪمائين ته ڪجهه لعد پراپ پرمسور جو نام آهي، اُنهي اپتري
طاقت ڏنهن جو پاپ روپي پهاڙ کي روڪي ورتائين. سو
توهين هماله ۾ وڃي نام جپيو. اهڙو ويچار ڪري پرڪيس
کي راڄ ڏيئي هماله ۾ هليا ويا.

**شنڪا**- اصل پرميسور جو ڪهڙو نام آهي؟ هندن ۾
ماڻهن جو جهڳڙو نه ٿئي. ۽ هندو، مسلمان، سک عسائي
وغيره پرميسور جي نام تي ڏاڍا جهڳڙا ڪن ٿا هئن ته هندو
رام، ڪرشن، ناراڻ آد نامن تي پرسن ٿين ٿا، ۽ سک سٽ نام
واهگرو نامن تي پرسن ٿين ٿا، ۽ مسلمان الله، خدا وغيره
نامن تي پرسن ٿين ٿا. عسائي پرميسور کي گاڊ (God) نام
سان سڏين ٿا. سڀ پنهنجي مذهب جي نام سان پنهنجي
مذهب جي نام تي لڙائي ڪندا ڏسڻ اچن ٿا، اُهو ڪهڙو
سبب آهي؟

جواب- ڪارڻ هڪڙو هي آهي جو نام جي ارٿ کي ڪين
ڄاڻن تنهنڪري پاڻ ۾ جهڳڙن ٿا. انهن نتا سمجهن ته هي
سڀ نام ناميءَ جا آهن. جڏهن سمجهندا ته هي سڀ نالا ناميءَ
جا آهن، تڏهن نه جهڳڙندا. جهڙيءَ طرح مارواڙ ۾ هڪ
سيٺ رهندو هو. هن جا سڀني قومن جا ماڻهو گماشتا هئا،
جي پري ولايت ۾ واپار ڪندا هئا ۽ سيٺ کي ڳيٽو ماڻدو

کير ني پ
سان انکي روکي وڌو. اُن ڪڇيءَ تند ۾ ڪهڙي طا
هئي؟ اِهو مان پڇڻ آيو آهيان. مهاراج چيو اڙي پڪڙ
انکي پڪڙيو. اِهي وچن ٻڌي هو اُتي بيٺو. اينري
۾ ڪلاڪ اچي پورا ٿيا ۽ چارئي پانڊو آيا ۽ نمسڪار ڪر
پڇڻ لڳا ته هو ڪهڙو آدمي هو ۽ ڇا ٿي پڇيائين؟ مهار
ڀڏشٽر چيو ته ڪلجگ هو ۽ اطلاع ڏيڻ آيو هو ته منهنجو ر
ڇڏي هليا وڃو. مهاراج، ڀيمسين کان پڇيو ته توکي ڇ
ڇيائين؟ ڀيمسين چيو ته مونکي چيائين ته مون هڪ مش
جي هٿ ۾ ڏول ڏنو ۽ ڏول سان ڏهه دلا ڀريا ۽ وري
ڏهه دلا ڏول ۾ وڌائين ته ڏول اڌ به نه ڀريو. ان جو ڪهڙ
ڪارڻ آهي. مون توهانڏي موڪلي ڏنو مانس. توهين
مونکي انجو ڪارڻ ٻڌايو. مهاراج چيو ته هو ڪلجگ هو ۽
منهنجي ڪريا توکي ٻڌائڻ آيو هو ۽ توکي هي چئي ويو ته
پهرين يگن يعني سٽ جگ، ترپتا، دئاپر ۾ سڀ آدمي سنتوشي
هئا. هڪ آدمي ٿي ڪمايو ته ڏهن ٿي کاڌو ۽ منهنجي
اچڻ سان ڏهن آدمين جي ڪمائڻ سان هڪ جي به ترپتي
نه ٿيندي، جهڙيءَ طرح ڏهن دلن جي پاڻيءَ سان ڏول نه
ڀريو. سو ڪلجگ چئي ويو آهي ته جيڪڏهن توهانکي
ترشنالو آدمين ۾ نه رهڻو هجي ته راج ڇڏي هليا وڃو، سو
اسانکي هاڻ ئي گهرجي. تڏهن ارجن چيو مهاراج! مونکي
ته ٻي ڳالهه ڇيائين ته ڳئوءَ کي ڳابي ڄائي آهي، جنهنکي
ڄمڻ سان ئي ٿڻ ٿيا آهن ۽ ڳئو اُنکي ڌائڻ لڳي. سو انجو
ڪهڙو جواب آهي؟ مهاراج ڀڏشٽر چيو تہ گرهست روپ
ڳئو ۽ ڳابي روپ ڪنيا ٿي. اڳي ڪنيا دان سان پيا ٻه
ڪئين دان ٿيندا هئا. هاڻي منهنجي راج ۾ ڪنيا دان بند
ٿيندو ۽ لوڪ ڪنيا کان پئسا وٺي ڪائيندا ۽ ڪنيا جي گهر
وڃي رهندا. تنهنڪري توهين هتان هليا وڃو ته ڇڱو آهي

ڀڳوان جيس نہ ور گهر. جيائين تہ ڪبر ۽ ڀڳتي مونکي ملي، ۽ مونکي هڪ زبان آهي ۽ نام اُچارڻ ڪري ٿڪجي ٿي پوي؛ تنهنڪري ٻہ زبانون ڏيو. تہ ملبس تہ وري لک زبانون گهريائين. لک ملبس تہ وري ڏنيون لک زبانون گهريائين ۽ جيائين تہ هڪ هڪ زبان لک لک ڀيرا نام اُچاري:—

پرماڻ:- هڪ ڏو جيڀو لک هوءِ لک هو وئي لک وِيس
لک لک گيڙا آکيئي ايڪ نام جگديش.

[ جپ جي پوڙي ٣٢ صفحہ ٧

ڀڳت کي وري نہ ترپتي نہ ٿي، تنهنڪري ڀڳوان کي پراٿنا ڪيائين تہ منهنجي سڄي بدن ۾ ڪروڙين مک ٿين، هڪ هڪ مک ۾ ڪروڙين زبانون ٿين، هڪ هڪ زبان ڪروڙين دفعا نام اُچاري.

جيوا ايڪ هو لکہ ڪوٽي لکہ ڪوٽي ڪوٽ ڏي ٻنگو.

[ ڪانڙا نمبر ۴ صفحہ ١٣٠٩

ڀڳوان چيو چڱو، اهين ٿيندو، پر تون ڏيهن ۾ ڏهڪڙو مرٿيو ٿيندو. ڀڳت ٿن ڏيهن ۾ نام جو رس ورتي ودايو مڪتي ٿي ويو. ڀڳوان وعدو اُهي جهڙن قسمن جون مڪتيون ڀڳت کي ٿي ڏيون، پر ڀڳت نہ ورتيون ۽ نشڪام رهيو. ڀڳت ٻہ ان کي جهجي ٿو، جو منهنجي من جي ورتي اُرلنڌ ڀڳوان ۾ لڳائي، جئن گنگا جو پرواهہ اُرلنڌ سمنڊ ۾ پرويش ڪري ٿو. نام جو مهاتم نہ سيدي چيو پر مانهو ڪنهن بہ ڪوڙ چيو، نام جو مانهو آهيئي ڪوڙ، جهڙيءَ طرح سڪہ بي جي اشنندي ۾ لڪيل آهي-

۲. بولهه جس جيها دن رات. [گ س : م : ۵ صفحو ۲۳۸

۳. چؤدس چؤدهه لوڪ مجهار. روم روم مهه بسهه مرا
ست سنتوکه ڪا دُرهه ڏيان.

ڪتني ڪنهيه برهم گيان
[گؤڙي ٿتي ڪبير صفحو ۳۴۴

۴. ڪٿا ڪيرتن راڳ ناد ڌن اهه بنيو سڀاءِ
ڪيرتن نام سمرت رهه جب لڳ گهٽ سانس.
بلاول م: ۵ صفحو ۸۱۸

۵. ڪرڻ ڪو وڏ ڪاوهه سڀ هرجن راڳ رتن رسنا آلاپ.
[بلاول م: ۵ صفحو ۸۲۱

۶. مِس مِل تامس پرم ڪدُوري
پاڪر ليو پدچيئي تو صبوري.
[ڀيرو ڪبير صفحو ۱۱۵۸

۷. سري رام داما اُچر مدا. [گؤڙي م: ۵ صفحو ۱۵۵

ڪيرتن پڳتي، ڪٿي چار پنج جڻا پاڻ ۾ گڏجي ڪن ٿا، ڪٿي ته اڪيلوئي ڪرڻ ۾ اچي ٿي. جنهن هڪ پريمي سنسار کي آسار سمجهي هڪ مهاتما کان اُپديش وٺي ايشور جي نامن کي اُچارڻ لڳو، ڀڳوان پرسن ٿي درسن ڏنس.

**پرماڻ.** ڪبير ڪيسو ڪيسو ڪوڪيئي نه سوئيئي آسار
رات ڏوس، ڪي ڪوڪني ڪبهون ڪ سنيئي پڪار.
[سلوڪ ڪبير صفحو ۱۳۷۶

اندر ڇيو ته آتم گيان مرت لوڪ ۾ ئي ملي سگهي ٿو، ٻيتر يد ڪر، هڪ گهڙيءَ ۾ ٻئي ماتا لوڪ يعني اٻوڌ يا ۾ ٻهڇي وبا. ڪٿو انگ پڌهڇي پت ڪي ڇيو ته تون راڄ سنڀال ۽ باڻ اندر ڪي گرو ٻڌائي هن ڪان آتم سروڻ ڪرڻ لڳو ۽ هڪ گهڙيءَ ۾ هنکي آتم گيان ٿيو، ڇو ته ايڪاگر چت سان سروڻ ڪيائين :-

ايڪ چت جهه اڪ ڇن ڌيائيو -
ڪال ڦاس ڪي ٻيڇه نه آيو.

[ پاتشاهي (١٠) ]

ڪبير ايڪ گهڙي آڌي گهري آڌي هون ڀي آڌ -
ڀڳتن سيتي گوشٽي جو ڪيدو سو لاڀ.

[ شلوڪ ڪبير صفحه ١٣٧٧ ]

انهيءَ طرح راجا جو چت شڌ ۽ ايڪاگر هئڻ ڪري هڪ گهڙيءَ ۾ ڪيس گيان ٿيو، هڪ گهڙيءَ ۾ من ڪيائين يعني نيشٺا ۾ لڳايائين، پوءِ برهم روپ جو چنتن ڪري چوٿين گهڙيءَ ۾ سرٻر لياڳيائين ۽ وديه مڪت ٿيو.

ڄن گهول گهماڻي ڄن پريه سروڻي سڻڻا رام
سي سهڄه سهيلي ڄن هر هر رسنا ڀڻا رام

... ... ...

ڪهه نانڪ ڄس گهول گهماڻي ڄن پريه سروڻي سڻڻا.

[ وڏ هنس م: ٥ صفحه ٥٧٧ ]

سمرڻ، يوڳ، ڌيان ۽ گيان کان زياده ڦل ڏيڻ جي لائق ڪري ٿو
۽ اُن سمرڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪو ساڌن نه آهي.

جو منش چاهي ته ڌرم اَرٿ، ڪام، موڪش مولکي پراپت
تن ته آهي هو ڀاڳوت جي سمرڻ ڪرڻ سان پراپت ڪري
سگهي ٿو پرماتم گيان ڌيان آتم گيان تي نٿو سگهي، پر سري
مد ڀاڳوت جي پڙهڻ سان جيون کي پرماتم گيان ۽ پڻ آتم گيان
ٿي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح سمرڻ سان گيان به پراپت ٿئي ٿو،
جنهن ارٿما جي اُپديش سان اندر کي گيان ٿيو، جا ڪٿا
چاندوگيه ارهدار ٽيڪ اُپنشد ۾ پرسد آهي.

سطڻ سان ڌرم کي جاڳي ٿو، پاپ کي ڇڏي ٿو، موهه ناس
ٿئي ٿو، گيان اُمرت ملي ٿو، لبع د حلد سريشت ٿئي ٿو ۽
جي سطڻ کان هين ٿئي ته سريشت مان لبع ٿئي ٿو.

## شَرتوا موکش موا پھيات.

سمرڻ ڪرڻ سان پرش سالوڪ آدِ چار مڪتيون حاصل
ڪري ٿو. جهڙيءَ طرح پرتو راجا سمرڻ ڪرڻ سان ارهم لوڪ
۾ پراپت ٿيو. ڪوئي گروهه دڻاران ويدالت جا واڪ ٻڌي
ود ٻهه مڪتيءَ کي پراپت ڪري ٿو، جهڙيءَ طرح کٽو انگ
راجا (دلبپ راجا) سرگ ۾ ديوتائن جي مدد واسطي ويو
۽ هن پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان سڀني دئتن کي ماري اندر
راجا جي حمت ڪرائي، اِلهيءَ ڪري اندر منس ڏاڍو پرسن
ٿيو ۽ چيائين ته ور گهر. سرگ جا ڀجڪي پدارٿ توکي گهرجن
سي ڪٽي وڃ. کٽو انگ راجا حسو ته پهريائين مولکي ٻڌايو ته
منهنجي باقي عمر ڪيتري آهي. اندر چيس ته تنهنجي عمر
باقي ٻه مهورت يعني چار گهڙيون آهي. تڏهن چيائين ته
مولکي ڪاهه وستو نه گهرجي، منهنجي مرضي آهي ته مولکي
ود ٻهه مڪتي ملي، مولکي جلدي آتم گيان سمرڻ ڪرايو.

سمجهايس ته يگ سان توکي اِندر پدوي ملندي، جا بي ب
آهي تون هري ڀڳتي روپ سُدا رس پيءُ ۽ يگ کرڻ
ڇڏي ڏي. تڏهن برهما جي آگيا مڃي يگ کرڻ ڇڏي
ڏنائين ۽ هري ڀڳتي ڪرڻ لڳو ۽ ڀڳوان جو ساکيات درسن
تيس. ڀڳوان پرسن ٿي چيس ته ور گهر. پرٿوءَ چيو ته مونکي
تنهنجي سمگر ڳڻ سرونڻ ( پدڻ ) جي پريت آهي. بن ڪن
سان ترپتي نٿي ٿئي. مونکي پرسن ٿي ڏهه هزار ڪن ڏيو
ته توهانجو هرهڪ ڳڻ ٻڌي ترپت ٿي وڃان. ڀڳوان چيو ته
ڏهن هزارن ڪن وارو آدمي ته ڪوبه ڪونهي، تون ٻيو
ڪو ور گهر. پرٿوءَ چيو ته ٻئي ور جي مونکي گهرج ڪانهي.
تڏهن ڀڳوان پرسن ٿي چيو ”تٿاستو“ ائين ئي ٿيندو.
اهڙيءَ طرح سرونڻ ڀڳتيءَ ۾ پرٿو راجا مکيه ڀڳت ٿيو آهي ۽
سري گروگرنٿ صاحب ۾ ڪنهن ڀڳت هڪ ڪروڙ ڪن
گهريا آهن:-

ڪوٽ ڪَرن ديجهه پربهه هرگڻ سُڻِنهه اَبناسي رام
سڻ سڻ اِهه من نرمل هووي ڪٽيئي ڪال ڪي ڦاسي رام
... ...
ڪهه نانڪ پرڀ ڪرپا ڪيجيئي هرگڻ سُنيهه اَبناسي رام.

[سوهي م: ٥، صفحه ٧٨٠]

سري مد ڀاڳوت جي سپتاهه سڻڻ جو مهاتم ڀاڳوت جي
آد ڀاڳ ٣ ۾ لکيل آهي. سري سکديو جي چولنا ته پرياڳ
جي ڪنڀ ماگهه جي مهني ۾ سنان دان آدڪ جي ڦل برابر
آهي. تپسيا، يوگ، سماڌ سان جو ڦل پراپت ٿي نه سگهي
سو سپتاهه پڙهڻ سان پرڻني ئي ڦل پراپت ٿئي ٿو. سپتاهه جو

وياس ڀڳوان جي وچن جي پرڀاو سان هستناپور ۾ ويٺي ئي سنجيه کي مهاڀارت يڌ جو سڀ گيان ٿيو ۽ ڀاڳولڪيه جي استري مئتريئي کي سروڻ سان آتم گيان ٿيو، جهڙيءَ طرح ڇانديوگيه اپنشد ۾ اکيل آهي:-

آتما سر ٿيو منتبو لڪ ڀاسيه

ڀاڳولڪيه ڇوي تو آڙي مئتريئي، آتم گيان واسطي آتما جو شروڻ ڪر ۽ اُن شروڻ واري حڪيم کي اُنگ ڪ وڏو ڀاڳ لکيو آهي ۽ وويڪ، وئراڳ آد ڪ چار ساڌن اُنجا پرڀاڄ انگ (ننڍا) ڇيا اٿن. انگن جو ڦل، اُنگيءَ سان ملڻ ڪري ٿئي ٿو. انگي يعني وڏو ڀاڳ، جهڙيءَ طرح پورڻ ماسي يا اُماس ۾ جو وڏو وڇواري ڪند ۾ هون ڪيو آهي سو ۽ وڏي ڪند جي ڇهن ڪندن ئي جي ننڍا ڪند ٿاڻيا وڃن ٿا، اُنهن اُماس کان اڳي ۽ اُماس کان پوءِ جي آهوتيون وڌيون وڃن ٿيون انگي انگ ڀاڳ يعني ننڍو ڀاڳ چوبتا. جوئي وڏي ڀاڳ جو ڦل آهي سوئي ننڍي ڀاڳ جو ڦل آهي. اهڙيءَ طرح شروڻ وڏو انگي ڀاڳ آهي باقي ٻيا سڀ انگ يعني ننڍا ڀاڳ آهن. جو شروڻ جو ڦل گيان آهي سوئي سڀني ساڌن جو ڦل آهي. تنهنڪري شروڻ سان ئي گيان ٿئي ٿو.

ڪٿا پرٿو راجا جي:- هڪ ايڻ نالي وڏو پاپي راجا هو. جنهن کي منهن سراپ ڏيئي ماري ڇڏيو. جنهن جي ٻانهن مٿڻ ڪرڻ (ولوڙڻ) سان پرٿو راجا پرگهٽ ٿيو. اُهو ما جنهن کي راج سنگهاسن تي ويهاريو. هو وڏو پرتاپي راجا ٿيو. هن هڪ ڀيرو اشوميڌ يڳيه ڪيا، جنهن کي ڏسي اِندر راجا کي ڊپ لڳو ۽ يڳيه ڌرما گهوڙو چورايائين. تنهنڪري راجا پرٿو اِندر کي ڀسم ڪرڻ واسطي ڪش ڀاڻ منتر پڙهي هلايو. پوءِ برهما اچي

ڄڳهه ڄڳهه تي ست سنگ جاري رکيائين ۽ پاڻ به ست سنگ ڪندو رهيو. هڪ سمي ڏاڪوراجا ڏاڍو بيمار ٿيو. ڏاڪٽرن هڪي ڪانءُ جو ماس کائڻ لاءِ چيو پر هن نه مڃيو. اتفاقا ”ست“ جنهن ڏاڪوراجا کي اُپديش ڪيو هو، سو به اچي وڃو. ڳوٺ گهمڻ ويو ته ڏٺائين ته سڀ چور ڏرماتما ٿي پيا آهن ۽ راجا وٽ اچي نوڪر بينا آهن ۽ هو خاص چور راجا بڻجي ويٺو آهي، پر بيمار آهي. ست پاڻ حڪيم هو، پاڻ وٽ جڙي ٻوٽيون رکندو هو. هو راجا وٽ ويو، جنهن سچائي هنجي کهڻي شيوا ڪئي. ست جڙي ٻوٽي ڏيئي هنکي چاڪ ڪيو. پوءِ هو ست سنگ ڪري مڪتيءَ کي پراپت ٿيو.

## شُرتوا گيان موا پنوتِ.

جهڙيءَ طرح راجا پريڇت ست ڏينهن ڀاڳوت سرون ڪري گيان حاصل ڪيو ۽ ارجن گيتا ٻڌي گيان پراپت ڪيو.

گيتا جي اَڌياءِ ١٨ شلوڪ ٧٢ ۾ ڀڳوان چوي ٿو هي ارجن! ڪيئن، تو منهنجا وچن ايڪاگر چت سان ٻڌا ۽ اگيان کان اُتپن ٿيل تنهنجو موهه ناس ٿيو!

ارجن چوي ٿو هي ڀڳوان! توهانجي ڪرپا سان منهنجو موهه ناس ٿي ويو ۽ مونکي سُوسروپ جي سمرتي (ياد گيري) اچي ويئي آهي ۽ منهنجو سنديهه دور ٿي ويو آهي، هاڻي مان توهانجو وچن پالن ڪندس. اهڙيءَ طرح سرون ڪرڻ سان ارجن کي گيان ٿيو.

گرو صاحب به لکن ٿا:- [گوڙي سکمني صفحه ٢٨٧]

آنڪ ڪار ديپڪ پرڪاسي. نانڪ پرم موهه تهه ني ناسي

چشم موڻ ڪي مِٽي آند يسي. ساڌو ڪي پورن اُپديسي

ٿتِ پائي چُوڪي پرم گَون. سُن نانڪ هرهر جس سُروان

ڪاڻ جون شيون ڪيڻتيون ڏنائين، پر هڪ لوڻ واري شيءِ نه ڏائي ويئي. تنهن سنتن جو وچن ياد آيس، جنهنڪري سڀ سامان جو ورِي جو آئي ڇڏي موٽائي ويو. راجا سڀ ڏنو ويلي سوير صبوح جو ڏنائين ته چور ڪجھ به ڪٽي ڪونه ويو آهي. راجا کي هنڌي ڏوهر لي سو ڏاتي ۽ پرهو گهمايائين ته رات وارو چور اچي ظاهر ٿئي، مان هنڪي انعام ڏيندس. چور اچي حاضر ٿيو. راجا پڇو ته تو چوري ڪئي به، پر مال نه ڪيئن سو چو؟ چور چيو ته سنتن موڻکي اپديش ڪيو هو ته جنهن جو لوڻ کائين تنهنجي چوري نه ڪج. رات جو مائيءَ سان تنهن لوڻ نه کائي ويس، تنهنڪري سڀ سامان اُتي ڇڏي ويس. وري راجا جو ته راڻي اوکي پٽي ٽائي ويئي، لون جو ڪين هنجو پٽي ٿيئن؟ چور چيو ته سنتن جو ٻيو وچن هو ته راجا جي راڻي ماتا ڪري سمجهج سو مون هنکي ماتا ڪري سمجهيو ۽ هنجو چرڻ نه ڇهيم. راجا هنتي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته اهڙو ڏرمالما ملڻ ڏاڍو مشڪل آهي، سو هنکي پنهنجو ڏوهر پٽر ڪري راڄ گدني تي وهارجي. راجا سڀا لڳائي ۽ سڀني کي ڏوهر جي وياکيان ڇئي ٻڌايائين. هنکي ڏوهر پٽر ڪري راڄ گديءَ تي وهاريائين. وزير ۽ امير نه ڏرمالما هئا، اُنهن جي سنگت ڪري چور وڏو سداچاري ٿي پيو. ماس، شراب سڀ ڇڏي ڏنائين. راجا ۽ راڻيءَ جو ٻاڻ پر ميلاپ ڪرايائين ۽ اُنهنکي متا پتا سمجهي چڱيءَ طرح شوا ڪرڻ لڳو. پنهنجي ڳوٺ جي سڀني چورن ۽ ڌاڙن کي ٻاڻ وٽ اوڪر رکيائين ۽ اُنهن کي وڏا وڏا پگهار ڏنائين. اُنهن کي چوري ڇڏائي اُنهجي معرفت ٻين چورن کي پڪڙايائين. اهڙيءَ طرح سڄي راڄ جو سڌارو ڪيائين. سنتن جون مندلون سڏائي

(۱) راڄا جي استري (۲) گروءَ جي استري (۳) متر جي استري (۴) سس (۵) پنهنجي ماتا. انهن کي ڪام درشٽيءَ سان نه ڏسڻ گهرجي.

ٽين ڳالهه شراب پيئڻ، پر ايڪادشيءَ آد آتم ڏينهن تي متان وٺين. چور چيو چڱو. چوٿين ڳالهه نه هڪ جيو جو ماس تون پاڻيهي چڏي ڏي. هن چيو ته مون ڪانءُ جو ماس ڇڏيو. سنت چيو چڱو، پر پراڻ هليا وڃن ته به اِهي چار ڳالهيون نه ڀڃجي وڃن. ائين چئي سنت هن کي سامان ڪڍڻ ڏنو. هو شهر تائين سامان پهچائي، پوءِ موٽي پنهنجي گهر هليو ويو. ڳوٺ وارن کي سڀ ڳالهيون سنت جون ٻڌايائين. انهن چيس ته تون اِنهن ڳالهين تي پڪو رهج. هن چيو ته پڪو رهندس. سمو پائي هو راڄا جي محلات ۾ چوري ڪرڻ ويو. راڻي راڄا سان رٺل هئي، ڇو ته راڄا هو ٻڍو ۽ راڻي هئي ننڍي اوستا جي. راڄا کي اولاد نه ٿيندو هو، تنهنڪري پيريءَ ۾ هن سان شادي ڪئي هئائين. اولاد وري به نه ڪونه ٿيس ۽ راڻي ناراض ٿي ٻئي ڪمري ۾ رهندي هئي، پر راڻي زياده ڪام آتر رهندي هئي. ڦيري هڻڻ ڪري هوءَ ٻاهر نڪري نه سگهندي هئي ۽ نه ڪنهن کي سڏي سگهندي هئي. چور ڦيرائين راڻيءَ واري ڪمري ۾ گهريو. ڪرڪي تيڻ تي راڻي سجاڳ ٿي ۽ ٻئي ڪمري ۾ راڄا به جاڳي پيو. راڻيءَ چور کي چيو ته تون منهنجو پتي آهين ۽ تون مونکي وڻي هل، مان توکي ڪروڙن رپين جا هيرا ۽ جواهرات ڏينديس، پر چور نه مڃيو. سنت جو وچن ياد رکيائين ته راڄا جي راڻي ماتا جي برابر آهي. اِهو سڀ راڄا ويٺي ٻڌو پر ڪجهه نه چيائين آخر چور گهڻا هيرا ۽ جواهر ڪنيا. هن کي ڏاڍي بک لڳي هئي.

ٻڌو ۽ ڪبير ٿيو، جو ٿو ڪٽڻ لڳو، پر سنتن ڪٽڻ نه ڏنس. تنهن
زبردستيءَ سامان کسيائونس. رستي ۾ سنتن ڏٺو ته هو هنن کان
اسان سان ڳالهائي نٿو، ماٺ ڪري هلندو ٿو وڃي، ته به
اسين چار مهينا هن جي گهر ۾ رهيا آهيون؛ مون کي هن
ڪڙي کي سڌاري هلون. تڏهن ڏٻرو سپاهي وارن سنتن
پڇيو، ڇو هي پاڻي، تون ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟ هن ڪو
جواب نه ڏنو، تڏهن وري ٻيو دفعو پڇيائونس، پر وري
به ماٺ ۾ رهيو. سنتن تڏهن ٽيون دفعو هن کان پڇيو ته
چاليهن ته ڏاڍو چور آهيان. سنتن پڇيس ته تون خالي
چور آهين يا يار به آهين. جواب ڏنائين ته مهاراج، يار ته آهيان
ڪنهن ته چاليهن جي استريءَ کي نٿو ڇڏيان. سنتن وري پڇيس
ته شراب به پيندو آهين؟ هن چيو ته يار هجي تهڙي ماڻهو کي
ڏسي به نٿو ڇڏيان. ٻيا ماس کائيندو آهين؟ ها، سڀئي
جيون جنتو ڪو به نٿو ڇڏيان. سنتن ويچار ڪيو ته هي
ڪو وڏو پاپي آهي. اسان کي ٿي آهي پاپين کي سڌارڻ جو
سو هن کي ڪنهن ڀڳتيءَ سان سڌارجي. سنتن چيو، پاڻ
جي اڳ اسان جي ڳالهه مڃين ته سامان ڪڻ ته ڏسڻ لاءِ ٿي رکو.
تڏهن هن چيو مهاراج! مون کي چوري، ياري آدي ڇڏائيندا
ته مان نه ڇڏيندس. سنتن چيو ته اسين توهان جي سموري چوري
ياري ڪو ڇڏائيندا سون پر توري اسان جون چار ڳالهيون مڃيندين
ته سکي رهندين. هن چيو ته مان مڃيندس. سنتن چيس ته
پهرين چوري ڪر، پر غريب جي ۽ جنهن جو لوڻ کائين اُن جي
چوري نه ڪج. ٻي چور جو ته اهو ته جنهن جو اصل کان سچو آهي
ٻيءَ لوڪن وري ڪڏهن ڇڏيو جا؟ سنتن چيس ته اهي ٽئي
لي ڪو رهي. ٻي ڳالهه ته ياري ڀلي ڪر، پر پنج مائٽن
وٽ نه وڃج. ڌرم شاستر ۾ پنج مائٽون هي لکيون آهن:-

شر توا تيجت د رمتن

يعني شاستر ۽ مهاتمائن جا وچن ٻڌي منش ڪوني
تياڳي ٿو.

ڪٿا:- هڪ ودوان مهاتمائن جي منڊلي ڪنهن ديس
گهمندي ڦرندي، هڪ نديءَ جي ڪناري تي چورن
وٽ پرسان ديوشيءِ ايڪادشيءَ ( جا وياس پوڄا ڪا
پنهن اڳي ٿيندي آهي ) تي اچي پهتا ته رات پئجي
بدڪري انهي چار مهينا رهڻو پين، چاڪاڻ ته سنتن جو
۽ هو ته جتي ديو ايڪادشي پوي اُتي برسات جا چ
مهينا گذارڻ اُن ڪان اڳي چل نه ٿيندا هئا. چورن جڏهن
ڏٺو ته سنت منڊلي آئي آهي تڏهن ساري ڳوٺ جا آدمي
ڪٺا ڪيائون ۽ سڀني کي پرڻ ڪرايائون ته ڪوبه سنتن وٽ
نه وڃي، جي وڃي ته وڃهه رپيا ڀري ۽ چاڪاڻ ته سنت
اسانکي چوري، ياري، ماس ۽ شراب کان روڪيندا.
انهي ٻڌيءَ ٽيڻ ڪري ڪوبه ماڻهو سنتن وٽ نه آيو ۽ نڪي
شبوا ئي ڪيائون. پڻ آس پاس وارن ڳوٺن جي ماڻهن ڏاڍي
شيوا ڪئي - روز پيدارا ٿيڻ لڳا. جڏهن چتر ماس گذري
يعني هر پر پوڌنيءَ ايڪادشي آئي ته انجي ٻئي ڏينهن سنت
اُتان هلڻ لڳا چورن کي سڌ پيئي ته سنت ٻئي ڏينهن هتان
وانا ٿيڻا آهن ۽ ويچار ڪيائون ته اسانجي ڏاڍي ندا ٿي
ي، جو اسان هنجي شيوا پنهن نه ڪئي آهي، تنهڪري
ڪنهن آدميءَ کي موڪلجي جو سنتن جو سامان ڪڻي
پدت تائين وڃي پهچائي اچي. چورن جو سردار، جو ڪ
ڪ ۽ ڪٽرڪ يعني ترڪ ڪرڻ وارو هو، انکي اُن
لاءِ سنتن ڏي موڪليائون. سنتن وٽ آيو ته سامان

ڇوڪري پنهنجي دل ۾ ڌارڻ ڪئي. پوءِ ٻيءَ کي سڏي
چيائين تہ ڳراهڪ آيو آهي، لوهڻ هلو. پتا چيس تہ اوهين هل
تہ مان اچان ٿو. ڇوڪرو هليو ويو. ايتري ۾ هڪ ٻڪايل ڳانءِ
دڪان ۾ اُن کائڻ لڳي. ڇوڪرو ماٺ ڪري اُنکي ڏسندو
رهيو، پر هٽايائين ڪونہ. پتا ايندي ڀريان ڏٺو تہ ڳئو اُن
کائي رهي آهي؛ ڇوڪرو ڏسي ويٺو، پر هٽائي نٿو سگهيو!
ڀريان ٿي پڪاري چيائين، اڙي الڏو آهين ڇا؟ ڏسن ويٺو
تہ ڳئو ويٺي اُن کائي تہ اُنکي هٽائين نہ ٿو. پر ڇوڪري ڪٿا
جي وچن جي سنسڪار ڪري پتا جا وچن ٻڌي نہ ڳئوءِ
کي نہ هٽايو. پتا کي ڏاڍو ڪروڌ ٿيو. ڇوڪرو ڇوڙڻ لڳو
پتا جي، لوهڻ ڪٿا ۾ ٻاڌو ونس، ڌرم ٻڌي آيا آهيو تہ ڳئو
براهمڻ جي شيوا ڪرڻ گهرجي، پوءِ مان ڪئن هٽايان، مان
پنهنجي ڌرم جو ڪئن لاڳ ڪريان. پر جا وچن ٻڌي پتا
کي ڏاڍو ڪروڌ ٿيو؛ ڏنڊو کڻي ڳئوءِ کي نہ چار هٽي
ڪڍيائين؛ لڏهن پتر هاءِ هاءِ ڪرڻ لڳو. پٽس جيو تہ هلو
وڃ، مان توکي ٻاڻ وٽ نہ وهاريندس؛ ڏسان ٿو ڌرم
پنهنجي کهڙي ٿو رکيا ڪري. اهڙيءَ طرح پٺرکي لڪائي
ڏاڍس تہ پتر پتا کي لباڳي ڌرم کي مکيہ رکي پرديس ۾ ويو
هليو. رستي ۾ ڏاڍس تہ هڪ ناڳ ڏيڏر کي وات ۾ پڪڙي
ويٺو جهپلائي. اهو ڏسي هنکي ديا آئي؛ دل ۾ ويچارڻ
لڳو تہ ٻئي جي جان بچائڻ وڏو ڌرم جو ڪم آهي، سو
ڏيڏر کي ناڳ جي وات مان ڇڏايائين. اچا ڌاري سرپ
چيو تہ ڏيڏر منهنجو کاڄ هو، مان ڏي ڏيهن جو بکايل هوس،
مان ماس آهاري آهيان، لون پنهنجو ماس موکي ڏي تہ تہ
مان توکي سراپ ڏيندس. ڇوڪري ڌرم جي رکيا؛ ناڳ
جي پرسنا واسطي اُنکي پنهنجي ٽنگ جو ماس کپي ڏنو.
ناڳ پرسن ٿي هليو ويو؛ ڇوڪرو پنهنجي ٽنگ ٻڌي شهر

بيٺي ڪتر ڪر ڪيتو برگاس-
ري من تون ٿيي موهہ داس.

[ بسنت ۾: ٥ صفحہ ١١٩٢ ]

اهڙيءَ طرح ٻڌي ٻڌي پورڙي سياو وارو ڏنو جت پگتي ڪري پرماتما جو درسن پائيندو رهيو.

سروڻ يعني ٻڌڻ جو مهاتم سري جپ جيءَ ۾ چئن پوڙين دئاران گرو صاحب لکن ٿا:—

سڻئي سڌ پير سر ناٿ. وغيره

هيءَ پرش شاستر ۽ مهاتما جا وچن سروڻ ڪري ڌرم جي جاڻي درمت کي تياڳي ٿو، ۽ گيان پراپت ڪري موڪش کي پراپت ڪري ٿو. هڪ هڪ بابت ڪٿا آهي:—

شرتوا ڌرمن جا ناٿ = سروڻ ڪري ڌرم جي جاڻ ٿئي ٿي-

ڪٿا:— هڪڙي شهر ۾ هڪ واڻئي جو بت دڪان جو ڪم ڪندو هو. پاسي ۾ ڪٿا ٿيندي هئي، جتي پڙس ڪٿا ٻڌڻ ويندو هو. بت کي چئي ڇڏيو هئائين ته ڪوڙو گراهڪ اچي ته موڪي سڏڻ اچج. هڪڙي ڏينهن وڏو گراهڪ آيو ۽ ڇوڪري ڪان پڇيائين ته تنهنجو پتا ڪٿي آهي؟ ڇوڪري چيس ته ترسو ته مان سڏي ٿو اچانس. ٻيءَ کي سڏڻ ويو ته اتي ڪٿا ۾ ونشيہ جي ڌرم جو پرسنگ هليو پئي تہ ونشين کي گئو براهمڻ جي شيوا ڪرڻ گهرجي، پوءِ جيتو ڻيڪ اُن ۾ پوينجا پران هليا وڃن. گئو ۽ براهمڻ جو ترسڪار نہ ڪرڻ گهرجي ۽ مارڻ نہ گهرجي. ۽ جو، ڌرم جي رکيا ڪري ٿو تنهنجي ڌرم رکيا (سهائتا) ڪري ٿو. اهڙي ڪٿا ٻڌي

ڀڳوان اُلي ڀرڳهٽ تي درشن ڏنس ۽ چيائينس تہ مر ڻ، مان
تنهنجو ڀوڄن وٺندس. ڏلي چيو تہ روز روز تون مونسان
ضد ڪندين تنهن ڪري اِن کان مرڻ بهتر آهي. ڀڳوان هن
کي ڀرچائي چيو تہ مان توسان ضد نہ ڪندس. توسان گڏ
رهندس ۽ ڪم ڪندس، تون مر نہ. پوءِ ڏلو ٺاڪر سان گڏ
گهر آيو، ٺاڪر کي روٽي کارايائين ۽ پاڻ نہ کاڌائين. هاڻي
ڏلو ٺاڪر کي پاڻسان وٺي کيتي ٻارڻ جو سڀ ڪم پاڻ ڪرڻ
لڳو ۽ پنهنجي پيءُ کي موڪل ڏيئي گهر ۾ وهاري ڇڏيائين

ڀڳوان ڏلي سان گڏ هي ڪڏهن هر وهائڻ، ڪڏهن ڳاڏي
ڪاهڻ (نار هلائڻ) ۽ سو ڪم ڪرڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن
ترلوچن ڀڳت ڏلي کي گڏيو ۽ پڇيائينس تہ ٺاڪر جي پوڄا
ڪرين پيو، ڀوڳ لڳائين پيو. ڏلي چيس تہ تنهنجو ٺاڪر
بہ ڏينهن رسي ويو ۽ ڪجھ نہ کاڌائين پيتائين، مان مرڻ
لڳس تہ پوءِ اچي مونکي دلداري ڏنائين. هاڻي تہ ڪاڻي
پيئي پيو ۽ سڀ ڪم پيو ڪري. ڀڳت ترلوچن حيران ٿيو تہ
ڪم نہ پيو ڪري! پڇيائينس تہ ڪهڙو ڪم ٿو ڪري؟
جواب ڏنائينس تہ هر ڪاهي ٿو، نار هلائي ٿو، ڳاهون هاري
ٿو. ڀڳت چيس تہ مونکي درشن ڪراءِ. ڏلي چيس تہ هل
ڪوه تي وٺي آيس. ڀڳوان هنکي درشن ڏيڻ جي نہ ڪئي،
تڏهن ڏلي وينتي ڪئي تہ هيءُ منهنجو گرو آهي، تنهن
ڪري هنکي ضرور درشن ڏيو. تڏهن ڀڳوان هنکي درشن
ڏنو ۽ چيائين تہ مان ڀڳت جي اڌين آهيان. هيءُ ڏاڍو
ڀورڙو هو.

پولي پاڻ ملڻي رُکوائيا.
[ ٽوڙي ڪمبر صفحه ٣٢٤ ]

ڏليءَ شهويا پال ٻڌ - ترلوچن گرمل پيءِ سيڌ

ڪپلا ڳئو کير پيئڻ واسطي ڏنائين ۽ چيائين تہ اِها بہ چڱي ن
ڪندس، موٽ کي ٺاڪر ڏيو. ڏني جو هٿ، پريم ۽ ش
ڏسي ترلوچن هنکي وڏو پيار ڏيئي چيو تہ هي سڀ
وڏو ٺاڪر آهي. ٺاڪر کي سوير و اشنان ڪرائي ڏو
هيءَ طرح پوڄا ڪج- هن چيو چڱو- ٺاڪر وٺي پرسن
ڏنو گهر آيو ۽ جڳهہ کي ليپو ڏيئي صفا ڪري ايڪانت
ٺاڪر کي استاپن ڪيائين - پاڻ اِشنان ڪري ٺاڪر کي اشنا
ڪرايائين ۽ ڪپڙا زيور پهرايائين - قسمين قسمين جي سامگري
سان پوڄا ڪيائين- پوءِ روٽي، ڀاڄي، لسي، مکڻ وٺي اچي
ٺاڪر جي اڳيان رکيائين ۽ پردو ڏيئي ڇڏيائين تہ ٺاڪر پردي
۾ کائيندو- ڪجهہ دير ڪانپوءِ خيال ڪيائين تہ ٺاڪر مونکي
سڏيو ڪونہ، ضرور کائي رهيو هوندو- ٻ ڄي ٻ ڄي پردو
مٿي ڪيائين- ڏٺائين تہ اجان کاڌو ڪونہ اٿس، تڏهن وري
پردو ڏيئي ڇڏيائين- ٿوريءَ دير ڪانپوءِ وري ڏٺائين تہ
کاڌو ڪين اٿس، تڏهن وينتيون ڪرڻ لڳو- چوڻ لڳو
تہ ڪهڙي سبب کان نٿا کائو- ڪوئي قصور هجي تہ ڏسيو-
پر ڪوبہ آواز نہ آيو- تڏهن روئڻ لڳو- ماڻهن گهڻو سمجهايس
پر ڏنو پنهنجي هٺ تي ٻڌي رهيو ۽ چيائين تہ منهنجو جيئڻ
مرڻ ٺاڪر سان گڏ آهي- کائيندو تہ مان بہ کائيندس نہ تہ
مان بہ بکہ ڪڍندس- اهڙيءَ طرح ٻہ ڏينهن گذري ويا، پر
ٺاڪر ڀوڄن نہ ورتو- تڏهن ڏنو بن ۾ ويو ۽ ڪاٺيون گڏ
ڪري پاڻکي جلائڻ تي لڳو- ڀڳوان سوامي رامانند کي پريرنا
ڪئي تہ ڏني کي وڃي سمجهاءِ- رامانند ڏني کي جلڻ وقت
وڃي سمجهايو ۽ هنکي پنهنجو شش ڪيائين- نرگڻ برهم جو
هنکي اُپديش ڪيائين، ۽ هنکي سڀ ڀيد سمجهائي برهم گيان
بہ ڏنائين- پر ڏني، جو هٺ ڪيو هو تہ ٺاڪر کي کارائي پوءِ
مان کائيندس نہ تہ مري ويندس سو هٺ نہ ڇڏيائين. تڏهن

ڇڏهن ڪري راجا وٽ وڃڻ جو خيال دل تان لهي ويس.
جڏهن سنت پوڄن ڪاڻ هليا ويا، تڏهن ٻيهر ڪالوءَ سيڻ نائيءَ
کي خيال ٿيو ته اڄ مان راجا وٽ ڪونه ويو آهيان، تنهنڪري
راجا ناراض ٿيو هوندو. يڪدم هو راڄ دوار ۾ ويو ۽ راجا کي
چيائين ته اڄ مان نه اچي سگهيس، تنهن ڪري مونکي معافي
ڏيو. راجا چيس ته اڄ تو مونجهي ڏاڍي چڱي مالش ڪئي
آهي، مان بلڪل راضي ٿيو آهيان. اُن جڳهي پنهنجي پوشاڪ
لاهي هن کي بخشيءَ ۾ ڏنائين. سيڻ نائي چوڻ لڳو ته مهاراج،
مان اڄ نه آيو ئي ڪونه هوس. راجا چيو ته مالش ڪري تون
اڄا هاڻي ويو آهين. تڏهن هن جاتو ته منهنجي روپ ۾ ڀڳوان
اچي سيوا ڪري ويو آهي. اُن ڏينهن کان سڀ ڪم ڇڏي
سيڻ نائي ڀڳتيءَ ۾ لڳي ويو.

اِه ٻڪ سمجهيءِ جاتو اُن ڀڳتي لاڪا–

ملي ڀڳتڪر ڪُٽيئا ڏنا وڏ ڀاڳا.

[آسا ب: ڏنا صفحه ٤٨٨]

ڏنو ڀڳت، جاٽ زميندارن ۾ پيدا ٿيو هو. هن جي شهر ۾
گهڻا سنت رهندا هئا. هن جا ماتا پتا به سنت سنگي هئا، جن سان
گڏ هي ٻار ته سنت سنگ ۾ ويندو هو. ڪٿا ڏاڍي خيال
سان ٻڌندو هو. اڳي ڇيل ڀڳتن جي ڪٿا ٻڌي هن جي چت
۾ ڀڳتيءَ جو خيال پيدا ٿيو. ننڍپڻ ۾ گهر جون ڳائون چارڻ
ويندو هو. وڃڻ وقت هر روز ندي جي ڪناري تي ترلوچن
ڀڳت کي ڏسندو هو ته هو اشنان ڪري ٺاڪر جي پوڄا
ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن هن کي ٺاڪر ڪرڻ جو ڏاڍو
خيال ٿيو. ترلوچن ڀڳت وٽ وڃي چوڻ لڳو ته مونکي ٺاڪر
ڏيو ته مان به پوڄا ڪريان. هن ڏنس ته ٿي تڏهن هن کي هڪ

پرماڻ :-

ناگرجنا ميري جات ڀڪهات چمارن -

رديئي رام گوبند گن سارنْ

اِڪ رهاءِ سرسري سِڌَل ڪِرت بار نيري

ٿنت جن ڪرت لهي پارنْ

سرا آئو ٿرت آو رجل رهي سرسري مِلت لهي جوءِ آئنْ

*  *  *  *

آب پهر پرڏان تهِ ڪرهِ ڏنڊوت

نيري نام سرڻاءِ روداس داسا

[ ملار رو داس صفحه ١٢٩٣ ]

اِنهيءَ طرح جڏهن ڪتابون روداس جون پڙهي ڏني جت ڪي ڀڳتي ڪرڻ جو خيال ٿيو.

ڪٿا :- پورب ديس ۾ بالڌو ڳڙهه نالي شهر ۾ سڌن نائي رهندو هو. هنجو سوا پهر سماڌي ۾ رهڻ جو نيم هو. پوءِ ست سنگ ڪندو هو. اُن ڪانپوءِ راجا رامسنگهه، جو ڪبير صاحب جو شش هو، تنهنجي تيل سان مالش ڪندو هو، جڏهن ته هن کي ڪو روڳ هو. ڪبير صاحب جي ست سنگ مان سڌن نائي کي پرماتما جو پريم جاڳيو. ڪبير صاحب هنکي پنهنجو گرپائي ڪيو يعني سري راماند جو چيلو بنايو. هڪڙي ڏينهن سنتن جي منڊلي سڌن نائيءَ وٽ آئي ته هُن جي ڪاراڻ پيهارڻ جي شيوا ۾ لڳي ويو ۽ ست سنگ ۾ هنجو چت لڳي ويو،

م وني آيا. ست سنگ ڪري سيني حو جست شانت ٿيو.
بوء راڻيءَ ڪيترا لک ربيا لڳائي پنهنجي گرو روداس جي
نالي وڏو پندارو ڪرايو. سيني ديس جي براهمڻن کي لوتو
ڏنائين ۽ چوائي موڪلبائين ته هر ڪنهن کي هڪ هڪ مهر
ڏکڻا ڏني ويندي. بيشمار براهمڻ اچي ڪٺا ٿيا. پندارو
تيار ٿيو ۽ پنگتون لڳي ويون. ايماني براهمڻ سيني کي
سڪاريو ته چمار جي چيلي راڻا راڻيءَ جو پوجن نہ کائو.
پنگتن مان اُٿي کڙا ٿيا ۽ چيائون ته اسين چمار جي چيلي
جو پوجن نہ کنداسون. جيڪڏهن منڊر ۾ ٺاڪر چمار جي
هٿ جو کائيندو تہ اسين بہ کائينداسون نہ تہ نہ. راڻا ۽ راڻيءَ
چيو چڱو، توهين ٺاڪرن کي پوڳ لڳايو ۽ اسانجو گرو نہ لڳائي
تو پوء ڏسون ٺاڪر ڪنهجو پوجن کائي ٿو. براهمڻ پنهنجا
جدا جدا پوجن ناهي ٺاڪر کي پوڳ لڳايو تہ ٺاڪر ڪنهنجو
بہ پوجن نہ کاڌو. پوء روداس کي چيو ويو تہ ٺاڪر کي
پوڳ لڳاء. تڏهن روداس وسمڻ ۾ وڃهندڙ وچن چئي ٺاڪر
کي پرسن ڪيو. ٺاڪر پريم ۾ مگن ٿي پوجن کائڻ لڳو
جنهن پيلنيءَ جا ٻير سري رامچندر کاڌا هئا.

براهمڻ ڏاڍا لڄي ٿيا ۽ سڀ پنگت ۾ ويهي پوجن کائڻ
لڳا. ٺاڪر اهڙي عجيب ليلا ڪئي، جو هڪ هڪ براهمڻ
جي وچ هڪ هڪ روداس ٻيٺي ويهي رهيو. براهمڻ
اها عجيب وارتا ڏسي حيران ٿيا ۽ سندن اهنڪار لٿو ۽
سڀ روداس جي چرڻن ۾ اچي پيا ۽ هنکي ايشور روپ
جاڻي ڏنڊوت ڪرڻ لڳا. روداس چيو تہ مان چمار آهيان
چمار آهيان. اهو منهنجو پرتاپ ڪونهي، پر نام جو آهي.
وڏن جي سنگ ۾ گهٽ ذات وارا ۽ ننڍا بہ پوڄنيڪ پوڳ ٿي
پون ٿا، جهڙيءَ طرح:-

ٻوءِ سڌاري اُنهان ڪپڙا تا ناهن، جي سڀ ماڻهو پائين
۽ جهڙيءَ طرح ڪنيار مٽيءَ جا ڪوزا وغيره ناهي تو
انهن ۾ سڀ ماڻهو وڌين پنگتين ۾ لسي، پاڻي وغيره پيئن
تا ۽ سڪوچ ڪونہ تا ڪن، تهڙيءَ طرح برهم ويتا جي
جاتيءَ جو ويچار نہ ڪرڻ کپي. جهڙيءَ طرح اهو هرويڙو نيم
نہ آهي تہ برهم گيان، اُتم ورڻ ۾، يا اوچي آشرم ۾، يا پوتر
استان ۾ رهڻ ڪري ملي تو. جنهن مثال وانگر ڀڳت پرهلاد
جو، جو دئيت ڪل ۾ سڀني آدمين کي سک ڏيڻ وارو ٿيو.
۽ وري ديو ڪل ۾ ڇني ڳرهه سڀني آدمين کي دک ڏيڻ
وارو ٿيو. ڀڳوان ڪرشن جي جنم استان مٿرا پوريءَ ۾ پاپي
ڪنس ٿيو ۽ راڪس راوڻ جي اپوتر لنڪا پوري ۾ ڀڳت
ڀيکڻ ٿيو. ورڻ ديو روپ سمدر ۾ لوڪن کي ناس ڪندڙ
۽ ڪاري وک واري سرپ جي مستڪ ۾ ماڻهن کي سک
ڏيندڙ مڻي پيدا ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح نيچ ورڻ ۾ گياني
ڀڳت پيدا ٿين تا ۽ اُتم ورڻ ۾ ناستڪ پاکنڊي پيدا ٿين تا
۽ اهو هرويڙو نيم نہ آهي تہ اُتم ورڻ ۾ اُتم پدارٿ پيدا ٿين
تا، پر گيانيءَ کي اُچي گرو ڌارڻ ۾ نيم آهي، ٻوءِ ڪهڙي بہ
جاتيءَ جو هجي.

اهڙيءَ طرح ڀڪتيون ڏيئي ۽ نمرتا جا وچن چئي جهالي
راڻيءَ ڀڳت روداس کي پرسن ڪيو ۽ روداس هنکي انم
اڌڪاري ڏسي پنهنجو چرن شيوڪ بڻايو. راڻيءَ وچن
دئاران پنهنجو چت شانت ڪيو. ٻوءِ راڻي آگيا وٺي پنهنجي
راجڌانيءَ ۾ آئي. پنهنجي پتيءَ سان سمورو حال ڪيائين ۽
پتيءَ جي بہ شرڌا ڪرايائين ۽ پرارٿنا ڪيائين تہ روداس کي
پنهنجي راجڌانيءَ ۾ گهرائي ستسنگ ڪريو. راجا پنهنجي
وزيرن کي موڪليو جي روداس کي ڏوم ڌام سان راجڌانيءَ

جو لڏيءَ جي رتبي وچي لڏيءَ ۾ بيٺي، ۽ ٻرهم وديا راحا
جنڪ ۾ ڳالهي ڪرڻ ڪري لنهنجون اُن ڪلاڪن وٽرائي
جون لسٽ تي ويٺون آهن. انهيءَ ڪري ٿون مولڪان ته
وڏيڪ مها مورک آهين. نارد جا وچن پڌي سڪدبو ته هنجي
چرڻن ۾ ڪري پيو، تڏهن نارد هنکي پنهنجو اصل ڀارو
روپ ڏيکاريو ۽ آپديش ڏنو. گرو ٻرماڻ:—

جاتِ نجات ديکر مت پرمهه
نُک جنڪ پڪي لسکه ڏيا ونسکر
چولن جوٽ پٽي سر اوپر کن مدو نا نلي نر ڦلاو ننکو
جنڪ جنڪ بٽلي سدکهاسن اوُ مني ڏرلي لاوننکو
نارڪ ڪري ڪرنا ڪرمڻن داسن دام ۽ ڪراو ننکو
ڪانڙ، اشتبدي نمبر: ۴ صفحه ۱۳۰۹

۽ هما ڪمل مان پيدا ٿيو ۽ وياس مڇودريءَ مان پيدا ٿيو
تڏهن به هو ٻرهم وديا حاصل ڪري سڀني جا گرو ٿيو بيٺا.
جهڙي طرح ڪيسر ۽ ڦول مٽيءَ مان پيدا ٿين ٿا ته به ڪيسر
سان سڀني کي تلڪ ڏنو وڃي ٿو ۽ ڦول سر تي چاڙهيو وڃي
ٿو. ڪستوري هرڻ جي نابيءَ مان نڪري ٿي ته به پيج
ڪارجن ۾ يعني منتر جنتر وغيره ۾ پالي وڃي ٿي ۽ سڀني
ديوتائن تي چاڙهجي ٿي. چندن جو ٻوٽو لڏو وڏي ٿو،
۽ پنهنجي سڳنڌ سان سڀني کي چندن ڪري ٿو ڇڏي.
نالس جو وڻ وڏ ٻڙ جي اهنڪار ڪري سڳنڌ ڪرهن
نٿو ڪري، جنهنڪري چندن روپ نٿو ٿئي. اهڙيءَ
طرح گهٽ ذات وارن ڪان ته ڪبهه، مکڻ، ڪر ولي ڪالجي ٿو
۽ ڪو ويچار نٿو ڪجي ۽ ريشم، ڪپڙن کي ماري ڪڍي

۾ هون رنگ پري پئي ڏاو. توکي به اُن رنگ ماں ڏلم.
وري پرارتنا ڪرڻ تي پڳت روداس هن تي ديا ڪئي ۽
هو پريمي پڳت ٿيو. اُن ڏينهن کان روداس ڏاڍو مشهور
ٿي ويو ۽ ڪئين راجائون ۽ راڻيون سندس شش ٿيا، جهڙي
طرح جهالي راڻي. روداس پهريائين راڻيءَ کي چيو ته ماں
چمار آهيان تون ڪو اُنم ذات وارو براهمڻ ڳولي انکي گرو
ڪر. پر راڻيءَ گهڻو هٺ ڪيو ۽ چيائين ته ماں توهانکي گرو
ڪرڻ بنا اُن جل نه وٺنديس. روداس چيس ته پاڻ کان اُنم
ذات وارو گرو ڪرڻ گهرجي. تڏهين راڻيءَ چيو ته گرو بنائڻ
۾ ذات جو نيم نه آهي، پر برهم گيانءَ جي ضرورت آهي.

برهم ويتا جي جاني ڪٿي پاڻ کان نيچ هجي ته به اُنم
ڳالهيءَ نه ڪرڻ گهرجي ۽ اپديش وٺي پدهجي. مڪتيءَ جو
رستو سِڌ ڪرڻ گهرجي، جئن سکديو سواميءَ راجا جِنڪ کي
گرو ڌارڻ ڪيو.

سکديو سوامي به دفعا برهم ويتا جنڪ ۾ ڳالهي ڪئي
جنهن ڪري سندس اُنت ڪلائون وئراڳ جون گهڻجي
ويئون ۽ ڪائي ورڪتيءَ جي دمڪ مجهس نه رهي.
ان تي سندس پتا سري وياس کي شوڪ ٿيو ۽ پٽ کي
گهڻو ئي سمجهايائين پر نه مڃيائين. نيٺ سري نارد جي آيو
هو سکديو جي سامهون مزور جي روپ ۾ نديءَ ۾ رتي
وجهڻ لڳو. سکديو هنکي نه سڃاڻي چيو اڙي مورک، هي
ڇا تو ڪرين. نارد چيو ته ماں پل تو ٻڌان. سکديو چيو
اڙي مورک، ڪڏهن رتيءَ سان به پل ٻڌي آهي. نارد چيو
اڙي مها مورک! برهم ويتا گروءَ ۾ ڳالهي ڪرڻ
واري کي ڪڏهن گيان ۽ چت جي شانتي پراپت ٿي آهي؟
مهنجون ته رڳو رتيءَ جون ٽوڪريون اجايون ٿيون آهن،

آن ٻار کي ڪير ٻڌائيندو. رامانند ٻوڪ ٻل سان ڏٺو ته هو
ساڳيو ٻرهمچاري آهي، تنهن اچي هنکي ڪن ۾ منتر
ڏنائين. پوءِ ٻالڪ کير پيئڻ لڳو ۽ رام جي ڀڳتيءَ ۾ مگن
ٿيو. جڏهن وڏو ٿيو ته ڪاشيءَ کان ٻاهر هڪ ڪٽيا ٺاهي
پنهنجو جتين ٺاهڻ جو ڪم نه ڪرڻ لڳو ۽ ٺاڪر پوڄا ۽
ست سنگ ڪرڻ لڳو. پوڄا واريءَ جڳهه تي ڀڳوان ڪڏهن
رٻا ڪڏهن مهورون پارس رکي وڃي ته هو هٿ نه ته لائي
ليڪن ڀڳوان هنکي درسن ڏنو ۽ چيو ته هيءَ مايا وٺي مندر
۽ ڌرمسالا ٺاهه ۽ سنت سيوا ۾ لاءِ. روداس ڀڳوان جي
آگيا مڃي اوٿن تي ڪيو ۽ سارو ڏينهن ڀڳوان جي ڀڄن ۾
مگن رهڻ لڳو. روداس جو الهرڏايو مشهور ٿي ويو.

هڪ ڏينهن ڪنهن ٻراهمڻ ( يا شيخ ) اچي چيو روداس
جي، مولڪي ته ٻرابر هو رلڪ ڏيو. روداس جتيءَ جو جر
ڏوني رکيو هو ان ڪسب جو پاڻي ٻوڪي سان پري پئي
ڪيو پاڻي سو هنکي نه چاڻين نه وٺ. هن نئوت سان پاڻي
ورتو ۽ لڪائي ڪوٽ جي پالهڻ اندران لڳائي ٻاهر ڦٽو
ڪري ڇڏيائين ڪوٽ ۾ داغ تي پيو سو نوڪرياڻيءَ کي
ڏنائين ته ڌوني اچ. نوڪرياڻيءَ ڌوتو ته داغ نه لٿو تڏهن
داغ وارو هنڌ وات ۾ وجهي چوسڻ لڳي ته الڪ شڪتيون
حاصل ٿيس. رهڻ ڪان مٿي مٿي چاٽڻ لڳي ته مالڪ ڪاٿولس
پڇيو ته هيءَ سڌي ڪٿان پاتي اٿئي؟ نوڪرياڻيءَ چيو ته
داغ لاهڻ واسطي ڪوٽ جو داغ وارو هنڌ وات ۾ وڌم ته
سڌي پرايم ٿيس. تڏهن هو مونئي ڀڳت روداس وٽ ويو
۽ چيائين مهاراج، ٻرابر هو رنگ بخشيو، اهڙيون اچيتيڪي ڪان
ترجمي پيو. روداس چيو ته وقت اهڙو هائي ڪواهي.
سٽ ڀڳوان ڪرشن چندر گوپين سان وٺي هولي کيلي

چٽيهه پرڪارن جا ڀوڄن سڀني کي کارايائون ۽ مهر مهر ڏ ڪٽا
ڏنائون . سڀ ماڻهو ڏن ڏن ڪبير چوندا ويا ڪبير صاحب
جو ٻن ۾ لڪو ويٺو هو، تنهن پڌو ۽ سمجهيائين ته سري
نارائڻ پاڻ اچي سڀ ڪم ڪري جو پورو ڪيو آهي. ڪبير
صاحب گهر موٽيو ۽ ڀڳوان جو درشن ڪيائين ۽ ڀڳوان ۾ پريم
ورتائين.

ڀڳت ڏني وري روداس ڀڳت جا ڳڻ پڌا ۽ ڀڳتي ڪرڻ
۾ لڳي ويو.

روداس، دوو ڏعا دور ليت ڏين تياڳي مايا
پرڳهٽ هوڏا ساڌ سنگر هر درسن پايا

[ آسا ڏنا صفحه ٤٨٧ ]

روداس اڳئين جنم ۾ سري سوامي راماننند جو شش براهمڻ
برهمچاري هو. هو ستن گهرن مان سڪو ان وغيره ڀکيا
ڀني آڻيندو هو ۽ ڀوڄن تيار ڪري سوامي راماننند کي کارائيندو
هو. هڪ ڏينهن ڏاڍي برسات پيئي ۽ گهٽين ۾ گپ لڳي
پيئي هئي، تنهن ڪري هڪڙي واڻئي دڪاندار جي وينتي
قبول ڪري ان ڏينهن جي سڀ رسد ان کان وٺي اچي ڀوڄن
تيار ڪيائين ۽ سوامي جي کي کارايائين. سوامي جي اڀياس ۾
ويٺا ته چمارن جهڙا خيال اچڻ لڳن. برهمچاريءَ کي سڏي
ان کان پڇيائون ته ان ڪٿان آندو اٿيئي. چيائين ته واڻئي
وٽان. واڻئي کي گهرائي پڇيائونس ته هن چيو ته چمار جو ان
آهي. تڏهن سوامي راماننند برهمچاري کي سراپ ڏنو ته وڃي
چمار ٿيءُ. برهمچاري مري وڃي چمار جو جنم ورتو، هنکي
اڳئين جنم جي ياد هئي. تنهن ڪري ماتا جو کير نه پيتائين.
ماتا پتا ڏاڍو دکي ٿيا. هنکي سپنو آيو ته سوامي راماننند

ڇلاهو ( ڪوري ) ۽ ڇلاهي رستي تان اچي لنگها ته ٻار کي
روئندو ڏٺائون. هيڪي پهريون اولاد ڪونه هو، تنهنڪري
انکي ٻر ڪري پاليائون. ٻار وڏو ٿيو ته انکي ڪبڙي آٽا
جو ڪم سيکاريائون ۽ انجي شادي ڪرائون. پر ڪبير جو
حسن ڀڄن ۾ زياده لڳندو هو، تنهنڪري ڪم ڏي خيال
ڪونه ڏيندو هو. سندس شيوا ۾ زياده خيال ڏيندو هو. ماتا
هروقت ناراض ٿي پئي روئندي هئي.

مُس مُس رووئي ڪبير ڪي مائي
اي ٻارڪ ڪئسي جيوهِ رگهرائي

... ... ... ...

ڪهت ڪبير سنهه ميري مائي
هَمرا اِنڪا داتا ايڪ رگهرائي.

[ گوڙي ڪبير صفحه ٥٢٤

ڪبير صاحب پنهنجي ماتا کي سمجهايو ته پرماتما جي
پڳنيءَ سا حمائي اجائي آهي.

ڪاسيءَ ۾ رهندڙ براهمڻ ڪبير صاحب جو جس ٻڌي
سهي نه سگهندا هئا ۽ هن سان ابرڪا ڪندا هئا. هڪجي
بدنامي ڪرڻ واسطي دائرو گهمايائون ته ڪبير صاحب جي
گهر يگه آهي سڀ ماڻهو اچي اُتي پوڄن ڪن ۽ سڀني براهمڻن
کي هڪ هڪ مهر ڏکڻا ملندي. انهي ڏينهن هزارن ماڻهو
ڪبير صاحب جي گهر ۾ اچي ڪٺا ٿيا ۽ ڪبير صاحب گهر
ڇڏي ٻاهر جهنگ ۾ لڪي ويا هليا. لڪشميءَ ناراڻ ڪبير
۽ اُن جي روپ ۾ اچي پنڊاري جو سمورو ڪم پورو ڪيو

۾ نامديو شش ٿيو. نامديو جو پرتاپ ساري جڳت ۾ ...
مٿين ۾ ڪٿا بابت هيٺيون شبد ڏسو گرنٿ صاحب
پڙهو نامديو صفحه ١١٣٥ ۾ ڏنل آهي :—

سلطان پوڇئ سن بي ناما. ديکئا رام تمهاري ڪا...
ناما سلطاني باڌلا. ديکئ تيرا هر بيٺلا
بسمل ڪٽه ديه جيواءِ. ناتر گرده ن مارئ ٺانءِ
...
سکل ڪلمس نند ڪ پٽيا کيد. نامي داڑهن ناهي نيد
...

پڳت ڏني وري ڪبير جلاهي جو جس بڌو ۽ من ۾ ...
ويچار ڪيائين ته هڙا نيچ ذاتيءَ وارا به تري ويا، سو تون
ڇو ڪين تري سگهندين؟

هيءَ ڪٿا ٻڌائين ته ڪاشيءَ جي پرسان سوامي رامانند وڏو
برهم ويتا تپسوي رهندو هو. هڪڙي ڏينهن هن وٽ
هڪ براهمڻ پهنجي وڌوا ڪنيا سان گڏ آيو ۽ اچي مٿو
ٽيڪيائين. سواميءَ کي وينتي ڪيائين ته هن تي ڪرپا
ڪريو ته هيجي آيو سک سان گذري. سوامي رامانند جي
مکه مان نڪتو ته وڃ، پٽ واري ٿيندينءَ. اهو ٻڌي ڪنيا
... روئڻ لڳي ته مان وڌوا آهيان، توهان مونکي اُلٽو ور
...ڪئن ڏنو! سواميءَ چيو ته هاڻي وچن نه هٽندو، پر ايشور
...س، ڪل کي تاريندڙ پٽر توکي ٿيندو، تون ڪا چنتا
...ڪر. ڪنيا ديس ڇڏي پرديس ۾ گذارڻ لڳي. سمو
...ي جڏهن پٽر ڄائس تڏهن اُنکي سوامي رامانند جي ڪنيا
...ڏي ويئي. سوامي رامانند اُن مهل سماڌيءَ ۾ هئا. هڪڙ...

آچ دام ڪو چتيرو هويو لاکيڻا!

.... .... ملي پرڪ گوسائينا ڌنا وڌ ڀاڳ

[ آسا ڀاڳي پڳت ڌنا صفحه ٧

ڌني جت پڌ و هو ته مونکان به نيچ ڪل وارا پسن پ
ڪوڏين وارا آدمي هر پڳتيءَ جي پرڀاو سان لکن وارا تي
تي بياءِ جهڙيءَ طرح نامديو، ڪبير، سڻ نائي، روداس
وغيره پڳتي ڪري پرميسر کي پائو، تڏهن ڀاڳ به پڳتي
ڪرڻ لڳو، جنهڪري پرماتما جو درسن ٿيس.

ڌني پڳت نامديو جي ڪٿا پڌي ته هڪ ڏينهن سندس
نانو گيان ديو ڪنهن ڪم لاءِ ٻاهر ويو ۽ وڃڻ کان اڳي نامديو
کي سمجهايائين ته منهنجي غيرحاضريءَ ۾ تون ٺاڪرن جي
پوڃا ڪج ۽ پوڳ لڳائج ۽ کپلا ڳئو ڏهي کير پيارج. ٻئي
ڏينهن نامديو کير ڏهي آڻي ٺاڪرن اڳيان رکيو ۽ ٿوري وقت
کان پوءِ ڏٺو ته کير اوهينئي پيو آهي ۽ پڳوان کير اصل نه پيتو
آهي؛ تڏهن ڏاڍو رنڻ لڳو ته منهنجو ڪو قصور هجي ته
ٻڌايو. کير نه پيئندا ته نانو مونتي ڪاوڙ ڪندو ۽ ماريندو.
ڪيتريون نيزاريون ڪيائين ته به پڳوان کير نه پيتو. نهڪري
ڀاڳ به سارو ڏينهن بکه ڪيائين ۽ ٻئي رنائين ٻئي ڏينهن
ڀاڳ اشنان ڪري سوچ (صاف) ٿي، ڪٽوري بلڪل صفا
ڪري کير سان پري پڳوان کي پوڳ لڳايائين ته پڳوان کير نه
پيتو. تڏهن پرڻ ڪيائين ته جيسين پڳوان کير نه پيئندو تيسين
مان بس بکه ڪيڏي مرندس. پڳوان هنجو پڪو پرڻ ۽ پيهد
پريم ڏسي هنکي درسن ڏنو.

مٿينءَ ڪٿا بابت هينيون شبد گرو گرنٿ صاحب ۾ راڳ
ٽوڙي نامديو صفحه ١١٦٣ ۾ ڏنل آهي:-

پاروتيءَ کي توري ڪچي ننڊ آئي ۽ طوطو ڪٿا ٻڌندو رهيو،
جو پوءِ سکديو سوامي ٿيو جو سنياسين جو مکيه آچاريه ۽ پرم
ورڪت ٿيو ۽ جنهن کان راجا پريکشت ٧ ڏينهن ۾ سري مد
ڀاڳوت ٻڌي مُڪت ٿي ويو. اهو سڀ پاروتيءَ جو اُپڪار
آهي. تنهن ڪري سمند جي ڪناري تي پاروتيءَ مهاديو
کان يوگ اڀياس جي ٻاري ۾ پڇيو هو ۽ مهاديو الڳ ريتون
يوگ جون ٻڌايس. ٻڌندي ٻڌندي پاروتيءَ کي ننڊ اچي
ويئي ۽ هڪ مڇ ٻڌندو رهيو. پاروتي ان مڇ تي ڏاڍي
پرسن ٿي ۽ مهاديو کي پرارٿنا ڪيائين ته انکي مڇ ڪري
ڪائي پدوي ڏيو. تڏهن مهاراج راضي ٿي ان مڇ کي ناٿن جو
آچاريه مڇندرناٿ بڻايو، جو گورکناٿ آد (٨٤) چوراسي سڌن
جو گرو ٿيو آهي. اهو نه پاروتيءَ جو اپڪار آهي. اهڙيءَ طرح
پهرين شروتا (ٻڌندڙ) پاروتي ٿي.

پوءِ مهاديو کان رام چرتر ڪاڪ ڀُشنڊ ٻڌو، جنهن وري
گرڙ کي جٿي ٻڌايو. ڪاڪ ڀشنڊ اهو رام چرتر مانس ڀاڳولڪيه
کي ٻڌايو، جنهن وري ڀاردواج کي جٿي ٻڌايو ۽ جيڪا ڪٿا
ڀاڳولڪيه ڀاردواج کي ٻڌائي جٿي سائي ڪٿا گوسائين تلسيداس
سڀني سنتن کي ٻڌائي رهيا آهن.

اهڙيءَ طرح چار سماد روپ چار گهاٽ آهن. (١) شو
پاروتي سماد (٢) ڪاڪ ڀشنڊ ۽ گرڙ سماد (٣) ڀاڳولڪيه
ڀاردواج سماد (٤) تلسي ۽ سنت سماد. اهڙيءَ ريت بيمڪن
نه سري رامچند جا گڻ ندي شروڻ ۾ پراپت ٿيو ۽ پگهت ٿيو.
اهڙيءَ ريت ڏنو جت، نامديو ۽ ٻيا پگهت سروڻ ڪري
پگهت ٿيا.

گوبند گوبند گوبند سنگ نامديو مَن ليٺا

ناما ڪهڙي ڀڳت ڀس ڪيشو آهيو ڀل ڪي ڌار ڪرو

[ مارو نامديو صفحه ١١٠٥ ]

سرِ ساڪي من جپ پيار –
اجامل اڌريا ڪهِ ايڪ بار

* * * *

رو داس ڏِياٿي ڀِرپ آوپ –
ڪو نانڪ هيو گووند روپ

[ بسنت م: ٥ صفحه ١١٩٢ ]

نام جو ڀهريون ارٿ ڪوليج جي مثل سمرٿ روپ آهي، سو نام جو ڀهريون ارٿ نوڌا ڀڳتي آهي. ڀهرين سروڻ ڀڳتي إها انيڪ پرشن ڪئي آهي. جهڙيءَ طرح سري رام چرتر، مانسروور جا چار گهاٽ سروتن جا ناهيا ويا آهن، جنهن ۾ اُپرندي طرف جو راج گهاٽ آهي، جنهنکي گيان ڪانڊ گهاٽ به چون ٿا. اِني پارونيءَ مهاديو کان ڪٿا ٻڌي آهي، تنهن ڪري اُن گهاٽ جو نالو راج گهاٽ ٻيو آهي.

ٻيو مانسروور جي اُتر طرف جو پن گهاٽ يعني اُپاشنا ڪانڊ گهاٽ آهي، اُن ۾ ڪاڪ ڀشنڊ ۽ گرڙ جو سنباد آهي. ٽيون اُلهندي طرف ٽئو گهاٽ آهي اُنکي دُنيه گهاٽ به چون ٿا. اُنم تلسيداس ۽ سنتن جي سنباد آهي. چوٿون ڏکڻ طرف پنچايتي گهاٽ آهي، جنهنکي ڪرم ڪانڊ گهاٽ به چونثا. اُن ۾ سري ياگولڪيه ۽ ڀارد واج جي سنباد آهي.

ڀهرين سروڻ ڀڳتي پارونيءَ ڪئي آهي، جو ڀهرياڻين راماڻڻ جي ڪٿا مهاديو کان ٻڌائين. ٻئي دفعي اُمر ڪٿا ٻڌائين.

آهن. اهي ڀڳوان اُنهيءَ جاپ نام جو ارٿ آهن ۽ انهن ۾ نئي نوڌا ڀڳتي اچي ٿي وڃي. ڀڳتي ٻن قسمن جي آهي هڪ پرا ڀڳتي، ٻي اَپرا ڀڳتي، پرا ڀڳتي يعني اَننيه ڀڳتي، يعني اولٽر ايڪ رس ڀڳتي. اُنجو هڪڙو گياني اُڌڪاري ٿي سگهي ٿو ٻيو نه. اُنجو ڪٿن اڳتي ڪرڻ ۾ ايندو. ٻي اَپرا ڀڳتي يعني اورل ڀڳتي. اُنجو اڌڪاري، جگياسو، آرتاري، آرٿ سڀ آهن. وري اُتم، مڌم، ڪنشٽ ڀيد ڪري اَپرا ڀڳتي (٩) نَون قسمن جي آهي.

وري اُتم، مڌم ڪنشٽ اڌڪاري جي ڀيدڪري (٨٧) ستاسي پرڪارن جي آهي. وري ستو، رجو، تمو گڻن جي ڀيد ڪري (١١) ايڪاسي قسمن جي آهي.

نوڌا ڀڳتي هيءَ آهي :-

**سلوڪ :- سروڻن ڪيرتنن وشڻو سمرڻن پاد سيون**

**پوجن ونديڪارن داسين سکيين آتم نويدنن**

**ارٿ :-** (١) ڀڳوان جي نالن جو هر وقت ٻڌڻ (٢) زبان سان جپيندو رهڻ (٣) هردي ۾ ياد ڪرڻ (٤) چرنن کي زور ۽ پيرن ڌوئڻ (٥) ڀڳوان جي انيڪ سامگريءَ سان پوڄا ڪرڻ (٦) ڀڳوان کي سرب روپ ڄاڻي نمسڪار ڪندو رهڻ يا مندر ۾ نمسڪار ڪندو رهڻ (٧) داس ڀاو يعني ٻانهپ ۽ داس ۽ ڀڳوان کي سوامي سمجهي سيوا ڪرڻ (٨) ڀڳوان کي يار ۽ مٽر سمجهڻ (٩) ڀڳوان کي سرولس آرپي سرڻاگت ٿيڻ. اها نَون پرڪارن جي ڀڳتي (١) سمرڻ ڀڳتيءَ جي اَنترگت آهي يعني ڀڳوان جا ڀڳت ڀڳوان کي ياد ڪندا رهن ٿا. جهڙيءَ طرح ڪؤنج پکي ٻچن جي يادگيري، سو ڪوهه اُنهن کان پري هوندي به، ڪريندي. ٻي ڏيان روپ ڀڳتي، اُن بابت :-

چڱا آهن ته اَدَ ڪاري ڪو نه ڪو نام سڌا سان هردي ۾
ڌارڻ ڪندو ۽ سنسار مان پار ٿي ويندو.
هاڻي جپ يڪتي چئجي ٿي.

ڪتِ پڙيئي، ڪت سڻيئي پائيئي –
ڪهِ سرجن ڪتِ جڳتي ڏيئيئي
رسنا اُچرت نامُ سروڻن سُنت سبد اَمرت
ناڪ تن سد پلهارنِ جنا ڏيان پار پرمڻ

[جئتسري وار م: ٥ صفحه ٧٠٩

جپ ۾ ٽي يڪتيون تن تيون، اُتم، مَدَم، ڪنشت
اَدَ ڪاري لاءِ:–

گيان ڌيان سمرڻ ڄڳت
ڪونج ڪرم هنس ونس ڌ ويلا

[ ڀائي گورداس وار ٧ پؤڙي ٢٠

جيترا نامي آهن اُنهجو نام هڪ آهي، پوءِ چاهي اوسگڻ
چاهي نرگڻ هجي:–

نرگُن آپ سرگُن ڀي اوهي
ڪلا ڌارجنِ سگلي موهي

اُتم اَدَ ڪاريءَ واسطي نام يعني نرگڻ جو گيان، يعني اُپيد
چِنتن نام جو ارٿ آهي. مدم واسطي ڌيان يعني پرتيڪ سنپت
۽ اَهنگري ڌيان. اِهي ٽيئي ڌيان نام جو ارٿ آهن. ڪنشت
واسطي سمرڻ يعني رسنا سان جاپ، هردي جپيءَ اَجپا جاپ

(١٢) مکند نام:- [گوبند روداس صفحه ٨٧٥

مُکند مُکند جپهُ سنسار.

(١٣) واهگرو نام:- [ڀائي گرداس وار ١١، پؤڙي ٣

ستگر پرکهہ ديال هوءِ واهگرو سچ مئتر سڻائيا.

(١٤) نارائڻ نام:- [گوبند م: ٥ صفحه ٨٦١

نام نرنجن نيرِ نارائڻ - رسنا سمرت پاپ بلائڻ -

اِڪ رهاءُ

نارائڻ سڀ ماهه نواس - نارائڻ گهٽ گهٽ پرڪاس

نارائڻ ڪهتي نرڪ نہ جاهِ - نارائڻ سيوِ سگل ڦل پاهِ

... ... ...

نِستُ اڌو جو گورمل لهي - نارائڻ اوٽ نانڪ داس گهي.

انهيءَ طرح اَنيڪ نام گرو صاحبن لکيا آهن جنهن ۾ جنهن پرش جي، جنهن نام ۾ دل لڳي وڃي تہ اُهو نام اُنکي پار ڪري سگهندو. جهڙيءَ طرح درياهہ يا سمنڊ ۾ انيڪ سريون تين ٿيون، جنهن ليريءَ ۾ هو چڙهندو سا هنکي پار لنگهائيندي؛ يا جهڙيءَ طرح درواسا رشيءَ کي جمنا نديءَ پار اُڪارڻ وسطان ڪندو ڪسي درويتيءَ پنهنجي ساڙهي ڦاڙي هڪ ڪوپين (لنگوٽي) اُچلائي تہ اُها لڙهي ويئي. ورچ بہ اُچلائين تہ اُها بہ لڙهي ويئي. پوءِ درويتيءَ سڄي ساڙهي ڦاڙي ڏهہ ويهہ لنگوٽيون ڪيون ڪري اُچلايون تہ من هڪ لنگوٽي مهاراج کي ملي وڃي، سا پڌي هو باهر نڪري اچي. انهيءَ طرح گرو صاحب جن. گرو گرنٿ صاحب ۾ اَنيڪ نام لکي

آئي سندن اچڻ ڪري سنت ڏاڍا خوش ٿيا. پاڻ ۾ وري
وري سيئي سنتن جو درشن ڪيائون. ٻوءِ رشڪش ۾
ويا. آئي سوامي جن جي سنتن سان شاسترن جي وشيہ ۾
گهڻي گيان چرچا هلي. ڪجهہ جو ملو اچي وڇهو ٿيو تہ
موٽي هردوار ۾ آيا. ڀڳت لوڳ بہ گهڻا ڏوراهين ملڪن کان
آئي آيا. سنت ۽ ڀڳت روز مرہ اچي ڪٿا ٻڌدا هئا. هڪ
ڀڳت پراٿنا ڪئي تہ سري گرو گرنت صاحب ۾ نام جو
مهاتم وڏو وجهل آهي. پر نام ڇا کي ٿا چون؟ نام جڳ جون
ڪتيون ڪيتريون آهن؟ انهن ۾ ڪهڙو ڪهڙو ڀيد آهي؟
ڪرپا ڪري ساڌ سنگت انهيءَ وشيہ جو اولو ڪري.
تڏهن سيئي سنتن سوامي جن کي پراٿنا ڪئي تہ گرو گهر
جا توهين ئي چڱي طرح واقف آهيو، تنهنڪري توهين ئي
ٻڌايو. سوامي جن چيو تہ سري گروگرنت صاحب ۾ الڳ
نام لکيل آهن جهڙيءَ طرح-

(١) ايڪ انڪار نام [ ملاول م: ٥ صفحہ ٨٢١ ]

پرماڻ:-

ايڪ انڪار ايڪ پاسارا ايڪي اپر اپارا-
ايڪ بِستيرن ايڪ سنپورن ايڪي پران آڌارا

(٢) ترانڪار نام:- [ گوڙي ٻاون اکري م: ٥ صفحہ ٢٥٠ ]

نِرانڪار آڪار آپ نِرگڻ سرگڻ ايڪ-
ايڪهہ ايڪ بکانو نانڪ ايڪ انيڪ

(٣) اوانڪار نام:-
[ رامڪلي م: ١، دکڻي اوانڪار صفحہ ٩٢٩ ]

اوانڪار برهما اُتپت. اوانڪا ڪيتا جن چت

سوامي جن جا پريمي ٿي پيا. اُتان سوامي جن حيدرآباد دکن
جي علائقي ۾ گهمندا ڪرشنا ندي جي ڪناري سري رام نگر،
پالا نگر مان ٿيندا، رچمي روڊ اچي پهتا. اُتان ڪيترا
شهر گهمندا، انگيير تمس روڊ، سڏنا، پالا گهاٽ، نرسنگهه پور
مان ٿيندا، جبلپور ۾ اچي پهتا. جبلپور ۾ مزورن پٿر پٽي
پيگا. اُن وقت مزورن سوامي جن کي سنت سمجهي پاڻ
وٽ سڏيو ۽ هڪ ڪيئون ڏيکاريو، جو ڪ پٿر ڀوريندي
پٿر مان لڪتو هو. اُنجي وات ۾ ڪمبد هئي ۽ اُن پٿر تي ٻه
ڦوري ڪمبد پيئي هئي. اُن ڪيئين جو نالو شڪرخور هو.
تڏهن سوامي جن گروگرنٿ صاحب مان هينيون پرماڻ ڏنو.

**پاکرِ ڪيِٽ گُپت هوه رهتا ڌهو مارگ ناهي**

**ڪهيِ ڌنا پُوُرن ڌاهُو ڪو مت ري جيئَہ ڌراهي**

[ آسا ٻه: ڌنا، صفحه ٤٨٨ ]

اُتي نربدا جي ڪناري تي ڪيترا ڏينهن رهيا. اُتان
وري ڪٽني، بيرسنگهه پرا، اُنوپ پورآد مان ٿيندا
بهار جي علائقي ۾ گهڻن ڏينهن ڪانپور اچي پهتا. اُتان دولت
گنج، هزاري باغ، پارسنات، مادڙپور، پاڳل پور، سمستي پور،
دريڀنگا، جيءِ نگر مان ٿيندا، مظفرپور، حاجي پور گهمندا،
هري هرکيتر ۾ اچي پهتا، جتي گنڊڪي ندي آهي. اُتان
هري هرکيتر پرسان ٻجل پور شهر ۾ ويا، جتي رام ڏيان سنگهه
ڪتريءَ جي باغ ۾ (٩) نو مهنا رهيا. رام ڏيان سنگهه شش
رتنيءَ اُوسار شيوا ڪندو رهيو ۽ شيت پرساد ڪائيندو رهيو.
اُن باغ ۾ هاڻي به گهڻا سنت رهن ٿا. سنبت ١٩٤٨ واري
هردوار جي ڪنڀ ۾ رام ڏيان سنگهه سنتن جي درشن ڪرائڻ
لاءِ سوامي جن کي پراٿنا ڪئي، تنهڪري هردوار ۾ آيا.

گجرات، پالنپور ۾ پهتا. پوءِ اُتان احمدآباد، نڙياد مان ٿيندا،
گجرات جا ڪيترا ننڍا شهر گهمندا، جونيلا، راجڪوٽ، جام
نگر، ڪڇ ڀڄ مان ٿيندا، ناراڻ سروور اچي پهتا. اُتان
ڪيترا شهر گهمندا ڦرندا، تن دوارڪا جي ياترا ڪيائون
پوءِ پور بندر، يعني سداما پوري، جيونا ڳڙهه، گرنار آدي
شهر گهمندا رهيا. هڪ چوماسو پاڻ پرڀاس ڪيتر ۾ سومنات
وٽ رهيا ۽ چوندا هئا ته آدي رات جو اسانکي سمنڊ ۾
رهڻ واري لوا اگهيءَ جو درشن ٿيو هو. اُتي گيتا سوامي
جن جا پريمي ۽ شردالو ٿي پيا. اُهي سوامي جن کي اُمتي
۾ وٺي ويا ۽ اُتي پنهنجي ججمان ۾ ٽڪائي چگو ستڪار ڪرايائون
اُتي ڪجهه ڏينهن رهي پوءِ رامبيسور ياترا تي هليا ته وات تي
پونا، ستارا، پنڍرپور جتي ناٿ دوبه جو مندر آهي اُتي ياترا
ڪري، بمبا سروور، ڪشڪيدا آد تيرٿن جي ياترا ڪري
اچي بيجاپور ۾ پهتا. اُتان ناگل ڪوٽ آد شهر ڏسندا مئسور
علائقي ۾ پهريائين هري هر شوالي، ترؤر، بنگلور، سرنگاپٽم
مئسور، ڏرم پوري هروڙ، ترپت پور مان ٿيندا، اچي
ترچاپلي ۾ پهتا. اُتان ڪاويري نديءَ جو اشنان ڪري
سري گنگا جي جي مندر جو درشن ڪيائون ۽ سري گڻيش
جي پهاڙي ڏٺائون.
اُتي ڪجهه ڏينهن رهي، تانجور، مدراءِ آد تيرٿن جو درشن
ڪندا رامسور ۾ آيا. اُتي ٻه ٽي ڏينهن رهي ساري
ياترا ڪيائون. ڪيترائي ياترو سوامي جن جا پريمي ساڻن
اچي گڏيا ۽ گهڻي پريم سان سيدن شوا ڪيائون. پوءِ سوامي
جن کي پاڻ سان وٺي ڪيترن تيرٿن، جهڙوڪ طرح ننڍي
تيرٿ، ست راڄ، ميهاد يوءِ جو مندر، ڪانچي پوري آد جي
ياترا ڪرائيندا مدراس ۾ وٺي ويا. سمنڊ جي ڪناري تي
مدراس شهر تمام سهڻو آهي، اُتي ڪيترا ست سنگ ڪري

تيرت

سوامي جن جا برپمي تي بيا. اُتان سوامي جن حيدرآباد د
جي علائقي ۾ گهمندا ڪرشنا ندي جي ڪناري سري رام نگ
پالانگر مان تيندا، رچني روڊ اچي پهتا. اُتان ڪي
شهر گهمندا، انگيير تمس روڊ، سنڌ ئا، بالا گهاٽ، نرسنگهه پ
مان تيندا، جبلپور ۾ اچي پهتا. جبلپور ۾ مزورن ٻئر پٽ
پيگا. اُن وقت مزورن سوامي جن کي سنت سمجهي پا
وٽ سڏيو ۽ هڪ ڪيڙون ڏيکاريو، جو ڪ ٻئر ڦوڙيندي
ٻئر مان نڪتو هو. اُنجي واٽ ۾ ڪنڊ هئي ۽ اُن ٻئر تي پ
ٿوري ڪنڊ پيئي هئي. اُن ڪيڙين جو نالو شڪرخور هو.
تڏهن سوامي جن گرو گرنٿ صاحب مان هيٺيون پرماڻ ڏنو.

پاڪرڻ ڪيٽ گپت هوءِ رهتا ڏهو مارڪ ڏاهي
ڪهي ڏا پوُرن ڏاهوُ ڪو مت ري جيمَر ڏراهي

[ آسا پ: ڏنا، صفحه ٤٨٨ ]

اُتي نربدا جي ڪناري تي ڪيترا ڏينهن رهيا. اُتان
وري ڪٽني، بير سنگهه پرا، انوپ پور آد مان رتن ڪندا
بهار جي علائقي ۾ گهمڻ ڏينهن ڪانپوءِ اچي پهتا. اُتان دؤلت
گنج، هزاري باغ، پارسدات، ماڏوپور، پاڳل پور، سمستي پور،
دربنگا، جيءِ نگر مان تيندا، مظفرپور، حاجي پور گهمندا،
هري هر کيتر ۾ اچي پهتا، جتي گنڊڪي ندي آهي. اُتان
هري هر کيتر پرسان ٻڇل پور شهر ۾ ويا، جتي رام ڏيان سنگهه
کتريءَ جي باغ ۾ (٩) ڏهاڙا رهيا. رام ڏيان سنگهه شش
رهتيءَ اُوسار شيوا ڪندو رهيو ۽ شيت پرساد کائيندو رهيو.
اُن باغ ۾ هاٿي ۽ گهڻا سنت رهن ٿا. سنبت ١٩٤٨ واري
هردوار جي ڪنڀ ۾ رام ڏيان سنگهه سنتن جي درشن ڪرائڻ
لاءِ سوامي جن کي پرار تنا ڪئي، تنهڪري هردوار ۾ آيا.

گهاٽ، پالنپور ۾ پهتا. پوءِ اُتان احمدآباد، ڳوٺن مان ٿيندا، گجرات جا ڪيترا مکيہ شهر گهمندا، جونا ڳڙهہ، راجڪوٽ، جام نگر، ڪڇ ڀڄ مان ٿيندا، نارائڻ سروور اچي پهتا. اُتان ڪيترا شهر گهمندا ڦرندا، ٽن ڏوارڪاڻ جي ياترا ڪيائون پوءِ پور بندر، يعني سداما پوري، جهونا ڳڙهہ، گرنار آدي شهر گهمندا رهيا. هڪ چؤماسو ٻاڻ ٻرپاس ڇپتر ۾ سومناٿ وٽ رهيا ۽ چوندا هئا تہ آڏيءَ رات جو اسانکي سمنڊ ۾ رهڻ واري ٻروا اگنيءَ جو درسن ٿيو هو. اتي ڏيٺا سوامي جن جا ٻرامي ۽ شرڌالو ٿي پيا. اهي سوامي جن کي امٽي ۾ وٺي ويا ۽ اتي پنهنجي جڳهن ۾ ٽڪائي جڳو سٽر ڪرايائون اتي ڪجهہ ڏينهن رهي پوءِ رامسور ياترا تي هليا تہ وات تي پونا، ستارا، پنڍرپور جتي نامديو جو مندر آهي اچي ياترا ڪري، پمپا سروور، ڪسڪندا آڌ تيرٿن جي ياترا ڪري اچي بنجاپور ۾ پهتا. اتان باگل ڪوٽ آد شهر ڏسندا مئسور علائقي ۾ پهريائين هري هر شوالي، ٻرؤر، بنگلور، سرنگاپٽم مئسور، ڏرم پوري هروڙ، ترپت پور مان ٿيندا، اچي ترچاپلي ۾ پهتا. اتان ڪاويري نديءَ جو اشنان ڪري سري گنگاجي جي مندر جو درشن ڪيائون ۽ سري ٺڪر جي پهاڙي ڏٺائون.

اُتي ڪجهہ ڏينهن رهي، تانجور، مدراہ آد تيرٿن جو درشن ڪندا رامسور ۾ آيا. اُتي پندرهن ڏينهن رهي ساري ياترا ڪيائون. ڪيترائي ياترو سوامي جن جا ٻرامي ساٿي اچي گڏيا ۽ گهڻي ٻريم سان سيوا ڪيائون. پوءِ سوامي جن کي ٻاڻ سان وٺي ڪيترن تيرٿن، جهڙيءَ طرح پڪشي تيرٿ، نت راج، مهاديو جو مندر، ڪانچي پوري آد جي ياترا ڪرائيندا مدراس ۾ وٺي ويا. سمنڊ جي ڪناري تي مدراس شهر تمام سهڻو آهي، اُتي ڪيترا سٺ سنگ ڪري

آهي . ڏيڍ سال ڪانپور ڇڏهن سوامي جن اُتان هلڻ لڳا
ڪين ڇڏڻ نه ٿي چاهيائون ۽ سيني جي اکين ۾ پاڻي ڀر
آيو ۽ پاڻ چيائون ته هاڻي اسين رڻن ڪنداسون ۽ هڪ
نه رهنداسون . پوءِ گهڻي مان ۽ سٽڪار سان ڪين وداع ڪيائ
سوامي جن جو شيوا ڪرڻ وارو رام وليا شرڻ جي پهنجي
گرو سري پنڊت جاڪيور شرڻ ڪانپور وڏي پرتشٺ
( عزت ) وارا ٿيا ۽ ڪيترا ساڌو ۽ گرهستي هنجا شش ٿيا
ڇڏهن سوامي جن ٻيو دفعو سنبت ١٩٧٣ ۾ آيوڌيا پوري
هليا ۽ داس به ساڻن گڏ هو، تڏهن هن گولا گهاٽ تي گرو
مندر ٺهرايو هو ۽ ڪيترن کي پنهنجو شش ڪيو هئائون . اُن
سمي سوامي جن سان گڏ فتح‌آباد واري سنت مؤلسنگهه جي
منڊلي، آڪاري جا سنت، مهنت، لالسنگهه. سيڪريٽري،
مهنت پريتم سنگهه، مهنت نند سنگهه آدي چوڏهن مورتون
هيون . سوامي جن کي ڏسي سڀ اُٿي بيٺا ۽ ڏنڊوت
ڪيائون انهن جي شيوا ڪري اُتي ٿي ڏينهن رهيا . جتي
جتي پاڻ اڳي اچي رهيا هئا ۽ جا جا ليلا ڪئي هئائون،
سي سڀ داس کي ڏيکاريائون ۽ ٻڌايائون ته اُتي گهڻا ٻئرا ڳي
ساڌو طرحين طرحن جون ڀيٽائون کڻي اچي ڪين مليا ۽ چيائون
ٿي ته سڻاوڻهن ورهين کان پوءِ اوهانجو درشن ٿيو اٿئون ۽
ٿي ڏينهن سوامي جن جي بيحد شيوا ڪيائون . هي سارو
پرسنگ داس پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ ڪنن سان ٻڌو
لکيو آهي . اهڙيءَ طرح سوامي جن ڏيڍ سال آيوڌيا ۾ رهي
پوءِ لڪنو، مٿرا، نيمشارنيه آدي تيرٿن ۾ نواس ڪري
ڪانپور طرف گهمندا رهيا . ڪانپور کان جهانسيءَ مان ٿيندا
هندوستان راجپوتانا ۾ سفر ڪندا رهيا، يعني شوپوري،
شاهپوري، ڪلان ڪوٽا پوري، چتور ڳڙهه، ۽ اُتان ميران
ٻائي جو مندر ڏسي اُديپور مان ٿيندا، سوامي جن هلدي

ڏينهن سري ڄالنڌر شرڻ مهاراج جو شش ٻاهران آيو. اهي هٿ ۾ ٻي ڦل هئا. اُن وقت سوامي جن ۾ اُني ويٺا هئا. هڪڙي ڀڳت جي شيوا ڪري ٿي هئي، ڦل ٻي هٿا سو ڪٿان وڌائي، جنهن ڀڳت جي ۾ رسيتا نئي؟ تڏهن وچار ڪري هن سوامي جن اڳيان هڪ ڦل رکي چيو ته . توهين آڌ ويت وادي آهيو يعني ايڪتا ڏسڻ ۽ چوڻ وارا آهيو، تنهنڪري توهان جي اڳيان مان هڪ ڦل رکان ٿو، ۽ منهنجو گرو ٻگل اُپاشڪ آهي يعني سيتارام جو اُپاشڪ آهي، تنهن ڪري هنجي اڳيان ٻه ڦل اُربن ڪريان ٿو. هنجو اهڙو ڀاؤ ڏسي سڀ مهاتما خوش ٿيا ۽ سوامي جن ٻه ڏاڍا خوش ٿيا. سوامي جن کي سڀ ڏينهن ۾ ۾ ڏيکاريندا هئا ۽ پرسن ڪندا هئا. سري پنڊت ڄالنڌر شرڻ جو سوامي جن ۾ سنڌ ۾ ۾ ٿيو، جو سندن درشن ۽ وارتا لاپ کان سواءِ هڪڙي خوشي نه ٿيندي هئي. ڪڏهن سوامي جن وٽ ٻاڻ لکڻي ويندا هئا، ڪڏهن منهنجو آدمي موڪلي سوامي جن کي ٻاڪوٽ گهرائي وٺندا هئا.

سوامي جن کان سري گرو گرانٿ صاحب جا اُلڪ ۾ ماڻ پڙي اُبر ڪهڻي شرڌا ٿين. سري گرو گرنٿ صاحب کي ڏاڍي عزت ۽ ستڪار سان پنهنجي استان ۾ رکڻ لڳا جو اڄ ڏينهن تائين موجود آهي پنهنجي سڀني ستن کي ڪيس رکائڻ جو اجالتاڪين اڄي سنمبر داءِ جا ساڌ ڪيس رکائيندا ڏ اچن. سري پنڊت ڄالنڌر شرڻ چوندا هئا ته توهان ڏي مونکي ٻه لاڀ پراپت ٿيا آهن، هڪ گرباڻي جو ٻيو ڪيس جو رکائڻ. سوامي جن کان ويدانت گهڻو پڙهندا هئا ۽ هيڪڙي ونراڳي سندن شش هئا، سي سڀ سوامي جن کي ڏسوت ۾ ڻام ڪندا هئا ۽ سوامي جن کان سبت پرساد وٺي ويندا هئا. سوامي جن رشڪيش ۾ ٻه پنڊت ڄالنڌر شرڻ جي سراهنا ڪندا هئا ته هن جهڙو متر ملڻ ڏاڍو مشڪل

جي مهلي ڪانپور ۾ سوامي جن فتح آباد، اِندور ۾ ڪالا ڪند،
ڪندوا مان ٿيندا، براهمڻ پور ۾ آيا. اُتان وري نربدا ندي
جي ڪناري ڪئين شهر گهمندا، اوانڪار يشور، نرسنگهه پور
آد شهرن مان ٿيندا جبلپور ۾ اچي پهتا. اني ڪيچ ڏينهن
رهي، چترڪوٽ آد جي ياترا ڪري، وري پرياڳ راج ۾
آيا. اُتان ڇهوُ سڀ ۾ اچي ٿورا ڏينهن رهي، سلطانپور آد شهرن
مان گهمندا، فيض آباد ۾ اچي پهتا. اُتان سمبت ١٩٤٤ ۾
اَوڌ يا پوريءَ ۾ آيا. اُن وقت سوامي جن اَڪيلائي هئا ۽ سيني
سدرن جي ياترا ڪري لڪشمڻ قلعي ۾ پنڊت جانڪيور سرن جيءَ
وٽ آيا. ويدانت شاستر ۽ سري گرو گرنت صاحب جي وشيه
۾ سدن ويچار هلبو. تڏهن سوامي جن کي هٿ ڪان جهلي
وڃي پنهنجي پلنگ تي وهاريائين ۽ سوامي جن سان مترتا
جو اُرڻ ڪيائين ۽ سوامي جن کي مرضيءَ موافق ايڪانت ۾
استان ڏنائين ۽ پنهنجو شش رام وليا سرن سدن شيوا ۾ رکيائين
۽ رهڻ واسطي پرارٿنا ڪيائين. سوامي جن روز روز هنجي
نئين لئين پربر جي وس تي اُني اٽڪل ڏيڍ سال رهيا.
بئراڳين جي پدگت ۾ وڏن پنڊارن ۾ سوامي جن جو آسن پنهنجي
پرسان ڪندا هئا. جڏهن ڪوئي اچار وئراڳي وڪلپ ڪندو
هو ته پيا وئراڳي اُنکي چوندا هئا ته هي مهاراج جو متر آهي
۽ سوامي جن کي پرم هنس ڪري سڏيندا هئا، پوءِ پڻ
جي هٿ جي روٽي کائڻ وارو ڪري چوندا هئا. اُن وقت
جا مکيه بئراڳي ساڌو ايوڌيا ثانين سوامي جن سان گهڻو
پريم ڪرڻ لڳا ۽ سوامي جن کي سچو فقير ڪري سمجهندا
هئا، چاڪاڻ ته ٻاڻ سڀڪنهن طرح ورڪت رهندا هئا ۽
ڀکيا وٺي کائيندا هئا. لڇمڻ قلعي جو اُن وقت جو مهنت ۽
پنڊت، جهڙيءَ طرح رام اُدار شرن مهنت ۽ سيتارام شرن
آدي سرڌا ڀاءِ سان سوامي جن جو سنڪار ڪندا هئا. هڪڙي

کنب وُر صاحب، گوئندوال صاحب جي ياترا ڪندا، ڪئين
ڳوٺن ۾ نواس ۽ ست سنگ ڪندا آهستي آهستي جمنا ندي
لنگهي، سري گنگا جو ڪنارو ڏيئي، پرياڳ راڄ طرف آيا.
پرياڳ راڄ جي ويجهو سجاد پور شهر ۾ ٿورا ڏينهن رهيا. اُتي
ماڻهن جو ڏاڍو پريم ٿي ويو.

پيرسن مهاراج جميعت سنگهه جي ٻه ساٿي گڏ رهيو. اُن
شهر ۾ جپ جي صاحب جي مول جو منتر سوا لک پاٺ ڪيائون.
اُنهن کي اهڙا ساڌن ڪندا ڏسي ست سنگين جي گهڻي شرڌا
ٿي، جنهن ڪري ڇڏيائون نه ٿي. هنن جي پريم ۾ ٻڌ جي
پرياڳ راڄ جي سنبت ١٩٣٨ بڪرم واري ڪنڀ تائين اُتي ئي
رهيا. پوءِ اُن شهر مان نڪري سري پرياڳ راڄ ۾ اچي ٻه
مهنا رهيا ۽ مهاتمائن سان هر هڪ قسم جا شاستر سنبندي ويچارا
ٿيڻ لڳا. پوءِ ڪاشيءَ ۾ آيا. اُتي ٿورا ڏينهن رهي نيپال ۾
ويا. اُتي گهڻن براهمڻن سان شاستر سنبندي وارتا لاپ ٿيڻ
لڳو ۽ ڪي ڏينهن اُتي رهي، جنڪپور طرف ٿيندا، پورب
۾ ٿي گهڻا مهنا رٿن ڪيائون. پوءِ هري هر ڇيتر ۽ پٽني صاحب
جي ياترا ڪيائون. اُتان گيا ۽ گيا کان راڄ گريهي آدڪ تيرٿن
۾ وڇرلدي، پوءِ پنڌل تيرٿ پيٽيندا، ٻچداٿ مان ٿي
آهستي آهستي اچي ڪلڪتي ۾ پهتا. اُتي مارواڙي سيٺين
چڱي شيوا ڪئي ۽ گڏ ٿي ست سنگ ڪندا رهيا ۽ گهڻا
ڏينهن اُتي رهي، گنگا ساگر ۽ مکيه مکيه تيرٿن جي ياترا
ڪيائون. سنبت ١٩٤٠ ۾ ساري بنگال ۾ يعني راڻا گهاٽ،
عبدالله پور، بوناپور، برِيت پور، ڪشن گنج، سراج گنج،
ڍاڪا آدڪ شهرن ۾ رٿن ڪندا، آسام ۾ برهمپترا جي ڪناري
ڏولڪ گنج، سرياگر آدڪ شهرن ۾ گهمندا، موٽي ڪلڪتي
۾ آيا. اُتي بنگالي ڀاشا سکي اُن ڀاشا ۾ ئي اُپديش ڪرڻ لڳا.

منهنجي استري هاڻي ٻئي پُرش سان پريم رکي ٿي. اهو ڏسي مان ڏکي ٿي گذاريان ٿو ۽ چاهيان ٿو ته مري وڃان. (۵) پنجين چيو ته مان ترڏن آهيان. منهنجي استري ننڍا ٻار ڇڏي مري وئي آهي ۽ هاڻي ٻارن جو ڳُونڌ مٿ مونکي ميڙو ٿو پوي. هڪڙي کي ٿو سنڀاليان ته ٻيو ٿو روئي. انهن کي ڌارڻ ۽ سنڀالڻ، کارائڻ ۽ پيارڻ جو مونکي هر وقت فڪر رهي ٿو، پيٽ واسطي ڪمائڻو به پوي ٿو، ڏاڍو بيڪار آهيان. (٦) ڇهين چيو ته مان شاهوڪار جو پٽ آهيان، پتا مونکي سڪول ۾ پڙهايو اُن وقت مان ڪوئي سنگت ۾ لڳي وڪاري يعني جواري، شرابي، ويشيا گامي ٿي پيس. گهر ۾ پنهنجي استري اٿم، پر اها مونکي چڱي نٿي لڳي. ويشيا پئسي کان سواءِ مونکي نٿي چاهي. پتا به گهر مان ڪڍي ڇڏيو اٿم. امتحان ۾ پاس نه ٿيس، نوڪري ملي نٿي؛ سفيد پوش آهيان، مونکان ڪم ٿئي نٿو. هاڻي مرڻ جو ويچار ڪري رهيو آهيان. سک سان مران، گاڏيءَ هيٺان اچي مري وڃان، يا ٻڏي مران، اهڙو ويچار ڪندي اچي هتي پهتو آهيان. سو دنيا ۾ پوري کان پوري دکي پيا آهن. ٻئي کان پاڻ کي زياده دکي ڏسي ڌيرج رکڻ گهرجي. تهڙيءَ طرح پاڻ کي ٻئي کان وڌيڪ سکي ڏسي ايمان ۾ اچي خوش ٿيڻ نه گهرجي. سک دک ۾ چت کي سم رکڻ گهرجي، جئن ڪبير صاحب چون ٿا—

سُکهيءَ ديکهه نه هَرکيئي بِپَت ديکهه نه رو ؛
جِهه سُکهيءَ ٿِهه بِپَت هئي ڏِکلي رهِتا سو هوءِ.
[ڳوڙي ڪبير جي صفحه ۳۳۷

ڪاڇري هنڪي چوندو ٻڌو، سو ڪروڌ ۾ اچي هنڪي مار
لڳو. مورک پڇس ته يلا تڏهن مان ڇا چوان. هاريءَ چيس
چؤ ”اڏ ڇري“ ٻوءِ مار جي ڏپ کان اڏ ڇري چوڻ لڳو
رستي ۾ هڪ ماريءَ جار ٻڪين ڦاسائڻ لاءِ وڇهي ڇڏي هئي
اِن اڏ ڇري ٻڌي مورک کي ڏاڍي مار ڏني ۽ چيائين ته م
ڦاسائڻ ڇاهيان ٿو ته تون ورڪي اڏائڻ ٿو ڇاهين. تڏهن مور
چيو ته يلا مان ڇا چوان. ماريءَ چيس ته چؤ ته ”آوسه ڇا
ڦس ڦس ڇا“. مار جي ڏپ کان مورک ائين ئي چوڻ لڳو
اڳتي رستي ۾ چورن چوري ويني ڪئي. انهن اِهي وچ
ٻڌي مورک کي ڏاڍي مار ڏني. تڏهن مورک چيو ته يلا مان
ڇا چوان. چورن چيس ته چؤ ته ”لي لي آئو ڏر ڏر جائو“
مورک مار جي ڏپ کان وڏي واڪي سان ائين چوندو پئي
ويو. رستي ۾ هڪ شاهوڪار جي مڙل پٽ کي مساڻي ۾ کڻي
پئي ويا ته مورک اُنهن جي سامهون جڏهن هن طرح چيو ته
”لي لي آئو ڏر ڏر جائو“ تہ شاهوڪار جي سنبڌين کي ڏاڍو
ڪروڌ ٿيو ۽ مورک کي مارڻ لڳا. مورک چيو ته تڏهن يلا مان ڇا چوان.
انهن چيس ته چؤ ته ”ائسي دن ڪڏهين نا آوئي.“ مورک مار جي
ڏپ کان ائين ئي چوڻ لڳو. رستي ۾ هڪ سيٺ جي پٽ
جي جڃ پئي لڳي. اُنهن جڏهن اِهي وچن ٻڌا ته مورک
کي مارڻ لڳا. هو مار جي ڏپ کان پڇي پنهنجي گهر آيو
۽ چوڻ لڳو ته ڪيم مونکي ڏاڍي مار ڏياري آهي. پر
درحقيقت هن پنهنجي مورکائي سبب مار کاڌي. اهڙيءَ
طرح ايشور سرشٽيءَ ۾ اهڙا مورک گهڻائي پيا آهن. اُنهن کي
ڏسي ٻڌي پنهنجي چت ۾ ڏيرج رکڻ گهرجي. پاڻ کي ۽
پنهنجي مورک سنبڌين کي ڏسي شوڪ نه ڪرڻ گهرجي.
هر ڪه شوڪ کان رهت ٿي چت کي سر رکڻ گهرجي.

داني سياڻ هڻڻ ڪري پنهنجي شروع ڪي ٻه. انمرت ج
ڪلاس ڏيئي ڇڏيو. راجا شاليواهن هنجي اهڙي اُدار تا ڏسي
ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ انمرت سان پنهنجي ۽ راجا وڪرم جي سڱ
جيڪاري ڇڏيائين. هو پاڻ ۾ صلح ڪري دوست ٿيا. پو
راجا وڪرم پڇيس تہ هن ڇئن ڇوڪرن جو توهان ڪهڙ
نبيرو ڪيو؟ شاليواهن چيو تہ هي راجا وڪرم! مون هنجو
هي فيصلو ڪيو آهي. هنجو پتا وڏو چتر ۽ سمدرشي هو ۽
هن پنهنجي جائداد پورن ڇئن حصن ۾ ڇئن طرحن سان ڏاهي
رکي ڇڏي هئي ۽ ڇئني پٽن کي انهن ڪمن ۾ لڳائڻ چاهيو
ٿي، ۽ جن ڪمن ۾ لڳائڻ گهريائين ٿي، دلين ۾ بہ اُهي شيون
وجهي رکيون هئائين.

جنهنجي دلي مان مٽي نڪتي اُنکي مٽيءَ ڏاران ائين
سمجهائي ڏني اٿس تہ جيترا مڪان آهن تنجو مالڪ تون
آهين ۽ اها ملڪيت پوري چوٿين حصي ۾ هئي. جنهنجي
دلي مان آڱر ۽ رک نڪتي انکي هيءَ سمجهائي ڏني اٿس
تہ باه ۾ وجهي سڙ ڪرڻ وارايون شيون جهڙي طرح سون ۽
چاندي آدڪ ڌاتو تن جو مالڪ تون آهين، اُهي بہ پورو
چوٿون حصو آهن. جنهنجي دلي ۾ جانورن جون هڏيون هيون
انکي سمجهايو اٿس تہ جيترا پسون، هاٿي، گهوڙا، گانيون ۽
مينهون آهن سي سڀ تنهنجي ملڪيت آهن، جا بہ پورو
چوٿون حصو هئي. چوٿين دلي ۾ جو اَن جو پوسو پيل هو،
اُنجو مطلب هي آهي تہ جيتريون بہ ٻنيون ٻاغ باغيچا آدڪ
آهن تنجو مالڪ چوٿون ڄڻو آهي، اُنجو ملهہ بہ چوٿين حصي
جيترو هو. راجا وڪرم اهو نياءُ ٻڌي شاليواهن تي ڏاڍو خوش
ٿيو ۽ چيائينس تہ منهنجو سنبت ۽ تنهنجو شاڪو هلندو. سو
راجا وڪرماجيت جو سنبت ٣٥ سال اڳي ۽ شاڪو ٣٥ سال
پوءِ آهي، يعني جهڙيءَ طرح هاڻي سنبت ١٩٩٤ آهي تہ

براهمڻ کان شالواهن کي وڌي وڃي پنهنجو پٽ ڪيو ۽ اُن
کسان کي گهٽ ڏن ڏنائين، جا پنهنجي گهر ۾ سک سان رهڻ
لڳي. اهڙيءَ طرح شاليوان سيالڪوٽ جو راجا ٿيو. هنکي
ٻه راڻيون هيون، هڪڙيءَ جو نالو اِڇران ۽ ٻيءَ جو نالو لوڻا
هو. اِڇران مان پورن نالي پٽ پيدا ٿيو، جنهن تي لوڻا موهجي
پئي ۽ پورن کي سنگم ( ميل ) ڪرڻ لاءِ چيائين، پر پورن
نه مڃيو ۽ برهمچاري ٿي رهيو. لوڻا کي غصو آيو ۽ راجا جي
اڳيان تي پورن تي اَڻلڌو دوش لڳايائين. راجا قاصائي کي
گهرائي پورن جا هٿ پير وڍرائي هنکي کوهه ۾ ڦٽو ڪرايو
پوءِ گورکناٿ هنکي کوهه مان ڪڍائي هنجا هٿ پير سڄا
ڪيا ۽ هنکي پنهنجو چيلو ڪيائين. ٻارهن ورهين کانپوءِ
موٽي پورن ناٿ پنهنجي ماتا پتا کي درشن ڏنو ۽ هنکي
اُپديش ڏيئي سکي ڪيو. اُن کان اڳي وڪرماديت جو ڀاءُ
ڀرٿري نه گورکناٿ جو چيلو ٿيو هو.

جڏهن راجا وڪرماجيت تيرٿ ياترا ڪري گهر موٽيو نه
هن ملڪ تي چار پاسا ڌاڙ ڌاڙا ڪٽي آيا هئا ۽ اُنهيءَ ڪري
نه تباهه نه ڪيو ٿي پوءِ هو شاليواهن وٽ ويا ۽ معلوم نه آهي نه
هن ڪهڙو لباس ڪيو هوندو. راجا وڪرم هنجي بدي ۽ ٻل
ڏسڻ واسطي پڌ ڪرڻ لاءِ پنهنجي سنگتا موڪلي، پر شالواهن
کي واسڪي ناگ گهڻن قسمن جي منتر وديا سيکاري هئي
۽ اُنجي ٻل مان هو وڌندو رهيو. پوءِ واسڪي ناگ پنهنجي
پٽ جي مدد لاءِ ناگ موڪليا، جن راجا وڪرم جي سنگتا
کي ماري ڇڏيو. پوءِ وڪرم ديوتائن جو آواهن ڪري امرت
جو ڪلس گهرايو. شالواهن کي معلوم ٿيو نه مهاراجا وڪرم
وڏو داني آهي، تڏهن هن براهمڻ کي سمجهائي هن ڏانهن
چوائي موڪليائين نه جو امرت جو ڪلس توهان سرڳ مان
گهرايو آهي، سو مان توهان کان ڀکيا ۾ گهران ٿو. راجا وڪرم

ڪپڙي سان بدل هئا. وڏن چترن کي سڏي انهن جي روبرو
دلا کولياٺون. هڪڙي دلي مان مرتڪا (مٽي) نڪتي،
ٻي مان آڳر ۽ رک نڪتي، ٽين مان جانورن جا هڏا نڪتا
۽ چوٿين مان تُهه نڪتا. سڀاڻا اُنجو مطلب سمجهي نه سگهيا.
هو مهاراجا بڪرم وٽ مطلب سمجهڻ لاءِ آيا ته ٻڌائون ته
مهاراجا اڳيئي تيرٿ ياترا ڪرڻ ويا هئا، تنهنڪري هو دور
دور ديسن ۾ مطلب سمجهڻ لاءِ ڦرندا رهيا، پر ڪنهن به
هنن کي مطلب نه سمجهايو. تڏهن هو سيالڪوٽ ۾ پورن ڀڳت
جي پتا راجا شاليباهن وٽ ويا.

شاليباهن ڪير هو، تنهنجي ڪٿا هيٺ ڏجي ٿي.

**ڪٿا :—**

هڪ برهمڻ جي گهر ۾ ٻه پٽ ۽ هڪڙي خوبصورت
ڪنيا هئي. ان ڪنيا جي شادي ڪنهن چڱي ور وان سان
ڪرايائين. قسمت سان ڇهن مهنن کان پوءِ هوءِ ڪنيا ودوا
ٿي پيئي ۽ پنهنجي پتا جي گهر ۾ رهڻ لڳي. هڪڙي
ڏينهن هوءِ اڪيلي سمنڊ جي ڪناري تي سنان ڪري
رهي هئي. واسڪي ناگ، برهمڻ جو روپ ڌاري اُتي
سنان ڪرڻ آيو هو سو اُن براهمڻيءَ جو سندر سروپ ڏسي
اُنتي موهت ٿي پيو، ۽ براهمڻي به مٿس موهت ٿي پيئي ۽
هڪ ٻئي ۾ ميل ٿيو. هر روز هو ٻئي اُن جڳهه تي اچي
پاڻ ۾ گڏبا هئا. نيٺ اُن براهمڻيءَ کي گرڀ ٿيو. ماتا پتا کي
جڏهن اُن ڳالهه جو پتو پيو ته اُن کان پڇيائون، پر لڄ جي
ڪري ڪجهه نه ٻڌايائين. ماتا پتا هن کي ديس نيڪالي ڏني.
پوءِ هوءِ واسڪيءَ وٽ رهڻ لڳي. سمو پائي انکي پٽ ڄائو
جنهنجو نالو شاليواهن رکيائون. واسڪيءَ اُن ڪنيا کي گهڻو
پيار ڏنو. هڪ راجا کي اولاد ڪونه هو تنهنڪري هن،

درشٽي ڪرڻ ڪري، ڪنگال ٿي پيو، اِنهي ڪري مان روئان ٿو. تڏهن رتنا هن کان ٻه ٽي ڀيرا روئڻ لڳو. بتنڪا چيو ته تون ڇو ٿو روئين؟ رتنا چيو ته ماتا منهنجو ناءُ ٿي رتنا يعني ڪنگال رکيو آهي. پوءِ ٻئي اچي روئڻ ۾ چنڪيا ۽ چوڻ لڳا ته اسان ڀڳوان کي ڪئين دفعا چيو آهي ته اسانکي مايا جو ڪرشن نه ڪرايو پر ڀڳوان رهيٺي نٿو. چڱو هاڻي، اسين به پوڄن نه ڪنداسون. اُئين چئي اڳتي وڌيا. نامديو لڪي اُنهن جون ڳالهيون ويٺي ٻڌيون. ٻڌي حيران ٿيو ۽ پنهنجو آهنڪار ڇڏي ڀڳوان جو اُنن * ڀڳت ٿيو.

ڪنهن ڀڳت مال ۾ رتنا پتيءَ جو نالو ڪري لکيو اٿن ۽ بنتڪا سندس استريءَ جو. رتنا پنڌرپور ۾ هڪ رگ ويدي براهمڻ جو پٽ هو. هنجو جنم سنبت ١٣٤٧ مانگهه مهني جي شڪل پک دوجه وسپت ڏينهن ٿيو هو، ۽ هنکي وشنو ڀڳوان جو اُنش ڪري ٿا ليکين. بنتڪا پنڌرپور ۾ هرديو براهمڻ جي ڪنيا هئي. هنجو جنم سنبت ١٣٥١ ويساک ڪرشن پک سپتمي ٻڌر ڏينهن ٿيو هو. اُنجي شادي رتنا سان تيل چوڻ ۾ اچي ٿي.

سو ڀڳت لوگ ٻه مڏيه ڪوٺيءَ ۾ آهن هڪ ٻئي کان وڏيڪ پيا آهن. اهڙيءَ طرح ڇتُرن کان ڇتر پيا آهن. جئن ته هڪ راجا وٽ ٽي ڇتر آيا هڪ پوڄن ڇتر، ٻيو اِستري ڇتر، ٽيون شئيا ڇتر. راجا هنجي ڇترائي پرکڻ واسطي پوڄن ڇتر کي ڇتيهن پرڪارن جا پوڄن ڏنا. هن چيو ته چانورن مان مساڻ جي مردن جي دونهين جي درگنڌي پيئي اچي. درياف‍ت ڪرڻ سان پتو لڳو ته جنهن ٻنيءَ ۾ هي چانور ٿيا هئا، سا

* نه ٻئي جو پر هڪ ئي، ڀڳوان جو -

ڀڳوان ۾ نامُ جپ ڪري لڪي بيٺا. اڳيان رلڪا ۾ پنهان
بنڪا آيا پئي. رلڪا جڏهن ٿلهيءَ وٽ پهتو تہ ڏسي
دنگ ٿي ويو ۽ هاءِ ناڳڻي، هاءِ ناڳڻي چئي روئڻ لڳو ۽
ٿلهيءَ کي پنهنجي سان مٿي وجهي ڏکي جڏهن پاڻ ۾ روئندو
اڳتي وڌيو. بنڪا پريان ڏٺو تہ اُن ڇڪيل تي ڇو مهندو
ڀاءُ امنو؟ اهو ويچار ڪري ڊوڙي ڀاءُ کي اچي مليو ۽ هن
کان پڇيائين تہ ڇو تون ائين اسو هڻين؟ تڏهن رلڪا جواب
ڏنو تہ ڀڳوان اسانجي مارڻ واسطي رستي ۾ ناڳڻي رکي
ڇڏي هئي موڪلي ڏنگڻ لڳي يعني مان اُلڪي ڪٽڻ
تي هوس، پر وڏي مشڪلات سان ڪنهن طرح اُن کان
بچي ويس. پوءِ مون خيال ڪيو تہ بنڪا کي بہ ڏنگي
ماري، تنهنڪري پهي مايا ناڳڻيءَ تي مٽي وڌم. اهو
ٻڌي بنڪا روئڻ لڳو. رلڪا چيو تہ تون ڇو روئين ٿو؟
تو بہ ڏٺي ۽ بہ توکي ڏنگائين! پوءِ تنهنجي روئڻ جو
ڪهڙو مطلب آهي؟ بنڪا چيو تہ مان تنهنجي واسطي ٿو
روئان جو تنهنجي برهماڪار ورتي هئي مايا ڪاروري ڇو
ٿي پئي ۽ مايا سمجهي جو تو اُن مٿان مٽي وڌي؟ تون
پرمسنو کان ايترو سمڪ ڪئن ٿئين! انهن تمڻ تہ نگهرجي
هئن تہ:-

پرماڻ :-

ڪبير سنت تہ ڇاڙي ٻنڌي جئہ ڪوٽڪ ملهہ اسنت
مليا گر پيکم ٻيڌي تہ سيتلتا نہ تجنت

[ سلوڪ ڪبير جي، صفحہ ١٣٧٣ ]

مون سمجهيو هو تہ منهنجو ڀاءُ سنت آهي، پر مايا تي

---

١- ڪروڙين. ٢- هندن ٣- ناڳڻ سان. ٤- ويڙهيل.

جيڪڏهن ڪٿي ٻڌائي ٻه ها ته نامو ڪهڙي دوا ڪري ۽
جڏهن ڀڳوان ديهڙو ڦيري هٿي آيو ته مون ڏٺو ته ڪنڌ رهڙ ڄ
پيو اٿس . مون چيو، دادا جي! هي ڇا ٿيو آهي؟ ڀڳوان چيو
پيڻ! مون نامديو واسطي ديهڙو ڦيرايو، جنهنڪري ڪنڌ
چاڙهي پيو آهي ۽ ڏاڍو درد ٿيو آهي .

تڏهن مون ساري رات تيل جي مالش ڪئي ماس
ڪيترا يون دوائون لڳايون ماس تڏهن مس مس ڀڳوان کي
ننڊ آئي . راڻي ڪتولي تي سمهيو پيو هو . هاٿي اٿي تور
ٻاهر ويا آهن . هاٿي مان هٿڻ آڻي گهڻا ويني آهيان . ڀڳوان
ايندو ته سندن ڪنڌ تي هٿڻ لائيندس .

اتري ۾ ڀڳوان ٻه اچي ويو ۽ ڀڳل ڪتولي تي وينو ۽ چوڻ
لڳو، پيڻ! ڏاڍو درد آهي! ڏاڍو درد آهي!! پيڻ هٿڻ
۽ پين شين جو ليپ ناهي سيڪ ڏيئي پٽي ٻڌي . نامو ڏسي
ڏاڍو حيران ٿيو ۽ هنجو سڀ اڀمان نٽي ويو هو . ڀڳوان جي
چرنن ۾ ڪري پيو ۽ پنهنجي اپراڌ جي ڪميا ڪرائڻ لاءِ ويئتي
ڪيائين ۽ چيائين ته پنهنجي پيارن رنگا ٻنگا جو مونکي
درسن ڪرايو . ڀڳوان نامي کي چيو، اٿي هل . هو
جهنگ ۾ ڪانيون وڃي پيندا هوندا . شهر کان ٻاهر ويا ته پريان
رنگا ٻنگا ايندا ڏٺائون . ڀڳوان چيو ڏس رنگا ٻنگا اچن
پيا . نامديو چيو ته اهڙن پيارن ڀڳتن کي ڏن ڏيئي سگهي
ڇو نٿا رکو؟ ڀڳوان چيو ته هو ڏن ونڻ نٿا چاهين . مايا کي
ڀڳتيءَ ۾ وگهن ڪاري ٿا سمجهن . مون گهڻا دفعا انهن
کي چيو آهي ۽ ڏن ڏنو به آهي . پر هو اٿلندو روئن ٿا ۽ اَن
جل ڇڏي ڏين ٿا . نامي چيو ته منهنجي سامهون ڏيون ته
ڇو ٿا روئن؟ ڀڳوان چيو راڻيءَ دوش جو پاڳي تون ٿيندين .
هن چيو چگو، مان ٿي ٿيندس . ڀڳوان چيو ته هيءَ هيرن
جواهرن جي ٿيلهي رستي ۾ رکي آءُ . نامديو رکي آيو .

اندر هڪ ڪنواري ڪنيا هئي، جنهن هٿ ونئي گئي.
أن جنو آچو مهاراج. هيءَ ئي راڪي بهڪي جو ڳور آهي.
نامديو ڳور أندر ويو ته الڪي سنڪار سان وهار بانم. نامديو
پڇيو ته ڀڳوان راب ڏينهن هتي ئي رهندو آهي؟ ڪنيا
جنو ها مهاراج. وري نامديو پڇيو ته هاڻي ڀڳوان ڪٿانهن
ويو آهي؟ ڇوڪريءَ جواب ڏنو هاڻي ئي ٻاهر نڪتا آهن؛
اجهو ٿوري وقت ۾ ئي اچي نڪرندا. نامديو پڇيو ته راڪا
بنڪا ڪيڏانهن ويا آهن؟ ڪنيا جواب ڏنو ته پنهنجي گڏران
لاءِ ڪاٺيون ڪرڻ ويا آهن. ڪنيا کان پڇيائين ته توهن ڇا
وٺي ڪرين؟ ڇوڪريءَ چيو ته هٿڻ وٺي گهاه وري
پڇيائين ته ڪنهنجي واسطي؟ ڇوڪريءَ چيو ته ڀڳوان واسطي.
وري پڇيائين ته ڀڳوان کي ڇا ٿيو آهي؟

ڪنيا جواب ڏنو ته ڀڳوان کي ڪالهه ۾ درد آهي
وري پڇيائين ته درد ڪهڙي سبب ڪري ٿيو اٿس؟
ڪنيا چيو ته سڪامي، ڏيرج رهت، ڪن ڪن ۾ سڪي دکي
ٿيڻ وارو نئس مان ساماٿل هڪ نامديو ڀڳت ذات جو ڇيپو
آهي تنهن کي مندر ۾ آڻيءَ سمي ڪنهن بدران ٻاهر
وحائڻ جي آتچار ڪندڙ کي پنڊتن مار ڏني ته روئڻ لڳو،
۽ ڀڳوان کي ڏوراپا ڏيڻ لڳو، تڏهن ڀڳوان هنکي خوش
ڪرڻ لاءِ ديهرو ڦيري درسن ڏنو ۽ ڀڳت کي ٻرسن ڪيو؛
ٻر ديهرو ڦيرڻ ڪري ڀڳوان کي ڪنڌ ۾ چوٽ لڳي جنهن
ڪري درد ٿي پيو اٿس. نامديو ته ڀڳوان جو ڪو خيال
ڪونه ڪيو أنلو آيمان ڪري رهيو آهي ته مولڪان ڪوڏي ڪ
پيارو آهي ڇا؟ پيارو ته أهو آهي جو ڀڳوان ۾ پيار ڪري.
نامي جو ڀڳوان ۾ ڪيئ نه پيار ڪونهي. سک ڏک بابت ته
پڇيئي نٿو. ڀڳوان دليالو آهي. مطلب بنائي سيبي ها ڪم
ڪري ٿو ۽ ڀڳوان نامي ٿي پنهنجو ڏک ٻڌايو نه ڪمن، ۽

پوءِ نه واريءَ سان ڀريل ٿيلهو لڳس ۽ ڏيرج ٽٽي ويس. ڏاي
ڏکي ٿيو ۽ پرماتما جي اهڙي ليلا ٿي جو اُن وقت تتل واري
ني هڪ لولو لنگڙو يعني هٿ پير رهت ۽ ٽن ڏينهن جو
بکايل ريڙهيون پائيندو ڏسڻ ۾ آيو. شيخ سعديءَ کي ڇپائي
نه مان ٽن ڏينهن جو بکايل آهيان ڪجهه ڪاڏي لاءِ هجي تـ
موڪلي ڏيو. اهو حال ڏسي شيخ سعديءَ کي ڏيرج آيو
من ۾ ويچار ڪيائين ته هي نه موڪلان ۾ وڌيڪ بکايل ۽ اپاهج
آهي. هي ته ڪهڙي طرح * ارباد ڪندو هوندو. موڪلي
۾ هن والنگر ڏيرج سان اِرباد ڪرڻ گهرجي. اهو ويچار ڪري
چت کي شانت ڪيائين.

نامديو پنڊت کي ڏيهر ويرانڻ ۾ ايمان ٿيو ۽ ٧٢ دفعا
سڳين مورتيءَ جو درشن ٿيو هوس، جنهنڪري اُنکي ايمان
ٿيو ته مون جهڙو پيارو پنڊت ڀڳوان جو ڪو ڪونه هوندو.
ڀڳوان کي ڇپائين نه سچ ڇنڇائي، توکي موڪلان وڌيڪ پيارو
پنڊت ٻيو ڪو آهي؟ تڏهن هڪ ٻه دفعا ڀڳوان هنجو مان
رکڻ واسطي چيو ته توکان وڌيڪ پيارو پنڊت ڪو ڪونهي.
ٿيون پيرو پڇڻ تي ڀڳوان اُنجي ايمان ٽوڙڻ لاءِ چيو ته توکان
رنڪا بنڪا پنڊت موکي پيارا آهن. مان ڏينهن رات هنن
وٽ رهان ٿو توکي نه ڪڏهن مان درسن ڏيندو
آهيان. نامديو رنڪا بنڪا کي ڏسڻ لاءِ سندن گهر ۾ ويو
نه ڇا ڏسي ته ٽڪل تتل ڪٽ پيٺي آهي ۽ ڇپري ۾ ٽٽي پيئي
آهي! اُنهيءَ طرح سارو سامان نهايت غريبيءَ جو ڏسي نامديو
کي خيال ٿيو ته ڀڳوان سارو ڏينهن هتي ڪين رهندو هوندو!
شايد هي گهر رنڪي بنڪي جو نه هوندو، تڏهن پڇڻ لڳو
نه رنڪي بنڪي جو گهر هي آهي؟

* گذران.

مان گوتم رشيءَ جي، ڌيڌ رچيءَ مان مانڊو رشي جي، چنڊال جي ڪنيا مان پراشر جي، ۽ هاٿياڻيءَ مان متنگ رشيءَ جي، تي آهي. اهڙن نيچ جونين وارن رشين جا نالا مهنجي اڳيان تو ڳڻهين ؟

پوءِ سڀ ديوتائون دکي ٿي شو مهاراج جي شرڻ ۾ ويا ۽ چوڻ لڳا تہ ڪو اُپاءُ ڪريو، جنهنڪري جڳت اِستر ٿــي پوي. شو مهاراج ديوتائن جي وينتي پڌي ڀيکہ متائي ميءَ وٽ آيو ۽ هنڪان پڇيائين تہ ڪهڙي خوشيءَ ۾ نچي رهيو آهين تہ منيءَ چيو تہ تپسيا جي خوشيءَ ۾ ۽ مهنجا انگہ چيري ڏسو تہ تازو پاڻي نڪرندو. شو مهاراج چيو تــہ مهنجا انگہ چيري ڏس تہ پاڻي بہ نہ نڪرندو، رڳو رکہ نڪرندي. ائين چئي پنهنجي سريرِ ۾ چيرون ڪيائين تــہ رکہ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ لڪتو. شو مهاراج رشيءَ کي چيو تہ مون هيتري تپسيا ڪئي آهي تہ بہ مونکي ايترو گربُ ۽ خوشي نہ ٿي آهي جيترو توکي. جڏهن منڪڻ رشيءَ هيءَ ڳالهہ ٻڌي ۽ پڻ اکين سان ڏٺي، تڏهن هنجو گربُ دور ٿيو ۽ نچڻ بند ڪيائين. سو اهڙيءَ طرح تپسيا جي اوڌي بہ پرماتما ۾ ئي آهي. جيوکي پنهنجي تپسيا جو اهنڪار نہ ڪرڻ گهرجي. سکہ جي اوڌي بہ پرماتما ئي آهي ۽ نہ جيو ۾. تنهنڪري پاڻکي سکي سمجهي جيوکي اهنڪار نہ ڪرڻ کپي. مش لوڪ ۾ تہ سڀ دکي آهن. گرو صاحب بہ لکن ٿا ـــ

"نانک دکيا سڀ سنسار."

مش لوڪ ۾ ٽي آدمي سکي آهن، (١) ڇهن مهنن جو ٻالڪ راڳ، دويش کان رهت ماتا جي اُستن مان کير پي ڪٿ پي سمهيل سکہ اُنڀوُ ڪري ٿو. (٢) وشيءُ سکہ ۾ چڪرورتي جا مات لوڪ ۾ سکي رهيٽو، پر سو بہ تڏهن جڏهن پوا اوستا

تا - منڪڙ رشي ٿتي رهي سردي گرمي، بک اڃ، سڀ
وڏي تپسيا ڪئي هئي - هڪ ڏينهن منڪڙ رشيءَ ڪنهن
سبب ڪري پنهنجي آڱر وڍي ته اُن مان رت جي بدران
ڪاڙهو ٻاڦي نڪرندو ڏسي سڄي سرير ۾ ڇرڪ ڏيئي ڏٺائين
ته ٻاڦي جنهن ساوڻ پتن مان نڪرندو آهي تنهن نڪرڻ لڳو
۽ رت جي هڪ بوند به نه نڪتي - تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو
۽ نچڻ لڳو ته مون جهڙي تپسيا ڪنهن نه ڪئي آهي - مان
ڌن آهيان - اهو جڏهن ٻالڪن مٿي ڪٽي اچڻ لڳو ۽ ڪيترن سالن
تائين رات ڏينهن نچندو رهيو. جنهن اچڻ سان ٽي لوڪ به
اچڻ لڳي. سڀني کي پنهنجو وهنوار ڀلجي ويو. ديوتائن
آخر روئي ڌاري منڪڙ رشيءَ کي اچي گهٽوئي سمجهايو
ته برهما، اندر، ديوتائن ۽ رشين جي تپسيا کي ڏسو. هنن
هڏي تپسيا ڪئي، ته به جنهن تون اچين ٿو نچي نه نچيا.
تڏهن اهنڪار ڀريو منڪڙ نچڻ لڳو ته اڙي تو هنن
مورکن ديوتائن جون ڳالهيون ٿا ٻڌايو، هو منهنجي
اڳيان ڪهڙي حساب آهن، جهڙيءَ طرح ٻوٽي جڏهن ڦاٽڪ مشڪ
لڪل آهي منهنجو ارث هي آهي :-

اڙي مورک براهمڻ، تون من ۾ گرب ڇو ٿو ڪرين؟ اندر
ڪر! آهليا جو مڙس، ۽ برهما جي ڪنيا کي ڪدوشتي ڪرڻ
وارو، ۽ سڀ ڪل وارا رشي، تنهن ناتي تون مونکي ٻڌائين ٿو!
تون منهنجي تپ کي نٿو ڄاڻين! منهنجي جڙن ۾ ٻه جڳ
ڪروڙين اندر، برهما ۽ مون اچي ڪري ٻون تا ۽ جهڙيءَ
طرح ڀرائن ۾ رشين جي اُتي لڪل آهي، سا پڻ ته سهڻ.
هر ٽڪيءَ ۾ سنگهي رسيءَ جي اُتي لڪل آهي، ڪٿا (د ب)
مان وسوامتر جي، هاٿياٽيءَ ۾ هستامل جي، ڪچريءَ مسان
وسست جي، * ماڙيءَ جي ڏيءَ مان وياس جي، ۽ سڀ

* ٻکي ماڙيندڙ

تي وٺو ته رستي ۾ اُنهن اُنن جي قطار لڳنڊي ڏٺي
آني پيغمبر به ڏسي رهيو. تڏهن جبرائيل پڇيو ته ڇو ڏسي رهيا
آهيو؟ پيغمبر چيو ته اُنن جي قطار لڳي وڃي ته ٻوءِ هلون
ٿا. جبرائيل چيو ته جڏهن مان اچا پيدا نه ٿيو هوس انوقت
کان وٺي هيءَ اُنن جي قطار هلندي پئي وڃي ته اڃا ن
پوري نه ٿي آهي. پيغمبر چيو ته ڏسون ته سهڻن ته اُنن
تي ڇا لڏيل آهي. هڪڙو اُنن ٻهاري ڏٺائون ته اُن تي ٻه
صندوقون هيون. صندوقن کي ڪلف لڳل هئا ۽ ڪنجون
ڪلفن سان ٻڌل هيون. ڪنجيءَ سان ڪلف کولي ڏٺائون ته
سڄي صندوق آنن سان پري پئي هئي. هڪ آني کي
ڀوري اندر ويا ته ڇا ڏسن! ته پيغمبر ۽ جبرائيل ويٺا آهن.
پيو آنو ڀور پائون ته ساڳيءَ طرح ڏٺائون. اهڙيءَ طرح ڪيترا
آنا ڀور پائون ته سڀني ۾ پيغمبر ۽ جبرائيل ڏٺائون. اُهن چيو
ته هڪ هڪ آنو برهمنڊ آهي، ڪئين ڪروڙين برهمنڊ آهن.

گرو پرماڻ:-

## ڪوٽِ برهمنڊ ڪو ٺاڪر سوامي
## سرب جيئان ڪا داتا ري

تڏهن ٻوءِ هنڄو مان دور ٿيو ۽ ڄاتائين ته ايشور سڀني
کان وڏو آهي. جيو جو اُيمان ڪريتو، سو اشڦل (اجايو) آهي.
سورج پرڪاش ۾ بہ لڪيل آهي ته:-

سري گرو اُمرديوجي تيرٿ ياترا ڪندي جڏهن سرسوتيءَ
ڪناري ڀهوئي اُستان تي ٻهتا ته سکن سرسوتيءَ جي ڪٿا
پڇي. گروجن چيو ته هن اُستان ۾ وڏن تپسين تپ ڪيو
آهي، جنمان هڪ منڪڻ رشيءَ جي ڪٿا اوهالڪي ٻڌايون

سري ناراڻ هري اپديش ( ٢٤٢ ) سڪه دڪ برهمت اڌول

ٻئي وڃ آگن ڪڍني ويڪار- ٻئي وڃ ڏرتي ڏاڍي ٻارِ

... ... ... ...

ڪَڍيا ٻؤ اِکيا سِر ايڪُ- نانڪ ٻوڙ ٻڪار- ڇڪ ايڪ.

[ آسادي وار م: ١ صفحه ٤٦٤ ]

انهيءَ طرح سيسي کي برمسر هي ٻؤ ماٺي اهنڪار نه ڪرڻ ڏيو هي. سري گرو نانڪ ديو جن مداد ڪن هلي هڪ شهر ۾ آيا. اُتي هڪ پير گهڻن چيلن سان رهندو هو. هو ڪڏهن ڪي باجو وڄائڻ نه ڏيندو هو. گرو صاحب اُتي آيا ۽ مردانې کي چيائون ته رباب وڄاءِ. رباب جو آواز ٻڌي پير جا مريد ڊوڙي آيا ۽ چيائون ته رباب بند ڪريو. گرو صاحب چيو ته اوهانجو پير جوندو ته ڏهن ئي بند ڪنداسون. مريد پڇهچي پير کي وٺي آيا، جڏهن گرو صاحب کي چيو ته رباب بند ڪريو. گرو صاحب چيو ته هن سرود يعني باجي وڄائڻ سان روح خوش ٿئي ٿو ۽ خدا جڏهن سر ۾ ناچيا، تڏهن فرشتن کي چيو ته اهين جي سرن * مان سرود ڪريو. جڏهن سرود ڪيائون تڏهن تن هي اندر روح يعني جو پرويش ڪيو ۽ روح کي خوش ڪرڻ وارو هيءُ رباب آهي. پير چيو ته اسانجي پير باجي وڄائڻ جي بندش ڪئي آهي ۽ زمين آسمان ٻئي خدا جي صفت جو باجو وڄائڻ جو آهي. گرو صاحب چيو ته لکين آڪاس پاتال آهن ۽ لکين برهمنڊ آهن، پر ڪو انت ڪونهي. پير چيو اسانجي پيغمبر ست ئي آڪاس پاتال لکيا آهن ۽ پڇائين ته توهان ڏٺا آهن؟ گرو صاحب چيو اسان ڏٺا آهن. پير چيو ته ڪڏهن ڏٺا آهن؟ گرو صاحب چيو ته جڏهن جبرائيل توهانجي پيغمبر کي معراج § ڏئي وٺي

* متن. § مؤب وقت ديدار.

پت گروجن سان ٻوڪليو، گروجن انکي چيو تہ اکيون بند ڪر.
اکيون بند ڪيائين تہ لکها برهمنڊ ڏٺائين. گروجن ٻير جي
پت کي هر ڪنهن برهمنڊ مان پرساد ڏيار ٻو. هو پرساد وٺي
ٽڪجي پيو. نيٺ گروجن هنکي ساڃهي ڪالھ وقت اچي ڇڏيو.
ٻوءِ هن پنهنجي پيءُ کي اچي چيو تہ گروجن جيڪي چوندا، سو
سڀ سچ آهي. اِهو بڌي ٻير جو اَهنڪار دور ٿيو. اهڙيءَ طرح
پرماتما ئي اوڊي * آهي. مورکہ لوڪ اگيان جي وس ٿي ايمان
ڪن ٿا، جئن راوڻ ايمان ڪيو هو ۽ ڪيترن هند نوڪرون
ڪاڏيون هيون. پهر پاڻين ٻالڪ ڪي ڇهہ مهنا رکي ڇڏيو هوس
۽ سنگلاديپ ۾ استرين ڪينهورو سمجهي انکي هٿن ۾ نچايو
۽ انجي ڏهن سرن تي ڏيئا رکي گهر ۾ سوجهرو ڪيو. راجا
سهسر ٻاهو هٿن سان جل روڪي راوڻ کي ندي ۾ ٻوڙڻ
لڳو. راجا اَج ٿيليءَ جو ٻار راوڻ تي ڇوڙيو ۽ هن ڳچو جي
اوت ۾ پاڻکي ٻچائي ورتو، ڇاڪاڻ تہ راجا اَج پنهنجو ٻار
استري ۽ ڳئوءَ تي نہ ڇوڙيندو هو. پوءِ نيٺ راوڻ جو ايمان
دور ٿيو. نرٻؤ پڻي جي اوڊي پرماتما آهي. سڀ جيو پرماتما
جي پيٽ ۾ آهن، جهڙيءَ طرح ڪٽي کي ٻليءَ جو ڀؤ آهي، ٻليءَ
کي ڪتي جو، ڪتي کي بگهڙ جو، بگهڙ کي هاٿيءَ جو، هاٿيءَ
کي شينهن جو، شينهن کي سرڀي § جو، سرڀي کي ڪڪر
جي گرجنا جو، ڪڪر کي اِندر جو، اِندر کي برهما جو، برهما
کي وشنو ڀڳوان جو. اهڙيءَ طرح سڀ پرماتما جي پيٽ ۾ آهن.
نرڀينا جي اوڊي پرماتما ئي آهي جهڙيءَ طرح:-

ڀئہ وچ پوڻ وهي سد واءُ — ڀئہ وچ چلهہ لکہ دریاءُ

---

* حد ۾ حد وڏو. § هڪ جانور جو نالو.

پرماتما ئي وڏي تي وڏو آهي، تنهنڪري پاڻکي وڏو سمجهي اَيمان نه ڪرڻ گهرجي، ڇڻ برهما اَهنڪار ڪيو ۽ پرماتما اُنجو اَهنڪار ٽوڙيو.

**ڪٿا** — هڪ سمي ٻڪدالڀ رشيءَ وٽ برهما آيو ته هو اُٿي نه بيٺو. برهما کي ڪروڌ آيو. چيائين ته مان سرشٽيءَ جو پيدا ڪندڙ آهيان. توکان وڏو آهيان، توکي اُٿي بيهڻ گهرجي. رشيءَ چيو نه مون توکان به وڏا وڏا برهما ڏٺا آهن. برهما چيو ته تو مونکان وڏا برهما ڪٿي ڏٺا آهن؟ رشيءَ برهما کي چيو ته هل ته توکي ٻئي برهمنڊ ۾ وٺي هلان. تڏهن يوگ ٻل سان ٻئي اُڏامندا ٻئي برهمنڊ ۾ پهتا. اُتي هڪڙي اَٺن مکن وارو برهما ڏسڻ ۾ آيو ۽ ڇڻ مکن واري برهما جو اَيمان دور ٿيو. رشيءَ جي اڳيان اَٺن مکن واري برهما اَيمان ڪيو، تڏهن رشيءَ چيس ته هل ته توکي به ٻئي برهمنڊ ۾ وٺي هلان. پوءِ ٽيئي اُڏامندا ۽ سورهن مکن واري برهما وٽ وڃي پهتا. اُن به ايمان ڪيو. پوءِ (٣٢) ٻٽيهه مکن واري برهما وٽ اچي پهتا. اهڙيءَ طرح پيٽا پيٽا مکن وارا برهما هنن کي مليا، تان جو هزار مکن وارو برهما به ڏٺائون، جنهن پاڻکي سمشٽي اَستول سرشٽيءَ جو اَيماني بڻرات سڏايو ٿي.

سهس ڪو نئن ڌر نئن ههِ توهِ ڪئُه
سهس موررت ننا ايڪ توهي
سهس پد بمل نَن ايڪ پد
( ڌناسري م: ١ صفحه ٦٦٣ )

هن پرماڻ موجب پرماتما ئي مکن جي اَوڌي آهي ائين

دک سک ۾ سم رهڻ جي سِکيا پوري ٿي ۔

وري سنتن سري ناراڻ هري جي کي پرارٿنا ڪئي ته
مهاراج، سک دک ۾ سم رهڻ جي ٻي ڪا سکيا ڏيو ته
اسان تي ڪرپا ڪري ٻڌائيندا. تڏهن سوامي جن چيو ته انس
سکيا ( س. اَکنيت ) آهي يعني سڀ جيو مَڌ ڪرائيءَ
۾ آهن سڀني جي * اوڏي پرماتما آهي ۽ دکن جي اوڏي مايا
آهي، جاڪاڻ ته شاسترن ۾ پرماتما سک سروپ چيو اٿن ۽
مايا دک سروپ چئي اٿن. جيو † مڌ درجي ۾ جيا وچن ٿا. تمام
سکي به نه آهن ۽ گهڻو دکي به نه آهن. جيو گهڻو سکي هئڻ
ڪري خوشي به نه ڪري ۽ گهڻو دکي هئڻ ڪري شوڪ
به نه ڪري، جاڪاڻ ته جيو مڌ درجي ۾ آهي. جيو نه تمام
وڏو آهي ۽ نه تمام ننڍو آهي. وڏي ننڍي جي اوڏي
اينور آهي ۽ نه جيو، جهڙيءَ طرح ويد ۾ لکيل آهي
( اَڻور اَڻيان مهتو مهيان ) آتما يعني پرماتما ننڍي کان ننڍو
آهي ۽ وڏي کان وڏو آهي

دسمبس گُوڙجي نه لکن ٿا:-

سوکم ٿي سوکم ڪري ڇيهو پرڏن پرڙ ٻڌائي
[ جاب صاحب ]

پيا مهرو پڌو ڏاڍي اَکما
اُسترت ڪون ڪري جي ڪرتي پهڪر رهي پسما
[ ڳوڙ: م: ٥ صفحه ٥٠٧

* حد ( پچاري † وچون ا اجرم

سري نارائڻ هري اُپديش ( ۲۳۷ ) . سکه دکه ۾ چت اڏول
ڪوبہ اِستر نہ رهندو، تنهنڪري هرکہ شوڪ نہ ڪجو. انهن
ڇنڊي ڏبو رشي نارد جي هليو ويو.

اُنهي وچڻ ڪانپور اپ سگن ٿيڻ لڳا، يعني ڪيا اُنگ ڦرڪڻ
لڳا، گدڙ ۽ ڪتا زوئڻ لڳا، گانئين ۽ گهوڙن جي اکين مان
لڙڪ وهڻ لڳا، رت جو منهن وسڻ لڳو، آڪاس ۾ تارا
ٽڪرڻ لڳا، وڇڙن کير پيئڻ ڇڏي ڏنو، ديوتائن جي مورتن
مان پگهر اچڻ لڳو. اِنتري ۾ منهن ٻچڙو ڪري رئندو ارجن
اچي سري ڪرشڻ ڀڳوان ۽ يادون جي ڪتا ٻڌائي. يدشٽر
چيس تہ سري نارد جي اڳيئي سڀ ورتانت اسانکي ٻڌائي
شوڪ رهت ڪري ڇڏيو هو ۽ چيو هو تہ ڪال اڏين سڀني
پدارٿن جو سنجوڳ ونجوڳ ٿيئي ٿو، پر ٻنهي حالتن ۾ ٻڌوان
کي هڪجهڙو رهڻ گهرجي، يعني هرکہ شوڪ نہ ڪرڻ گهرجي.
تنهنڪري اسين بہ هاڻي پريکيت کي راڄ ڏيئي هماليہ ۾ هلي
تپسيا ڪنداسين. پوء شيگهر سمو ڏسي پريکيت کي راڄ ڏيئي
پنجئي پانڊو دروپدي ۽ سميت هماليہ ڏي هليا ويا. تنهن
ڪري مڪشو کي ويچار ڪري سکہ دکہ کان رهت ٿي جيون
مڪت دشا ۾ رهڻ گهرجي.

مرڻ ۽ مهُورت[1] پڇنا پڇي ڏِٺ نہ وار
اکي لَدڙا اکي لَدِ چلي اکڙا ٻڌي ڀار
اکنا هوئي ساخبي[3] اکڙا هوئي سار[2]
لشڪر سڄي[4] دما[5] مڏان[6] چٽي بنڪ دوار[7]
[سارنگ وارم: ۵ صفحہ ۱۲۶۴

---

* خراب سگن - ۱ مهُورت - ۲ ٿهڻ - ۳ خبر چار - ۴ ساڻ (سوڌا) - ۵ نغارا - ۶ تيڊا (ڏنگا) - ۷ دروازا -

ڌڪار آهي. جڏهن اهڙي دک سمي ۾ برهمڻ جي شبدا نه
ڪئي. اهڙيءَ طرح ڏن به ڏن وڌن ڪندو رهيو. ڪجهه
ڏينهن ڪالهوءِ نارد جي اُتي آيو. يڌشٽر ۽ سعدمس پانڊون
هنجي سيوا ڪئي ۽ پنهنجو دک هٽڪي ٻڌايو. نارد جي نه
توهين ڪنهن ڳالهه جي چنتا نه ڪريو. جڳت جا پدارٿ
ڪنهن وقت سکدائي آهن ۽ ڪنهن وقت دکدائي. سڀني
پراڻين جو سنجوڳ وڇوڙو ڪال جي اڌين آهي، تنهڪري
توهانکي چنتا ڪرڻ نه ٿي جڳائي. توهانجو چاچو ۽ چاچي
ودرجيءَ سان هردوار ست * سروور تيرٿ تي تپسيا ڪري رهيا
آهن. سپت سروور اهو آهي، جتي ستن رشين جي پرسنتا لاءِ گنگا
جي ستن ڌارائن ۾ وهي آهي. انهي رشين جي اپديش سان انهنجو
جيءُ پرم شانتيءَ کي پراپت ٿيو آهي ۽ انهن کي هاڻي ڪنهن به پدارٿ
جي اچا نه آهي. هاڻي توهين اوڏانهن نه وڃو، جو نه انهن
جي سماڌيءَ ۾ وگهن پوندو. اج کان پنجين ڏينهن ڌرتراشٽر
پنهنجو سر ٻه تياڳيندو ۽ انجي استري گنڌاري پتيءَ سان
ستي ٿيندي. ودر جي انهن جي ڪريا ڪرم ڪرائي تيرٿ
يالرا ڪرڻ ويندو. تنهڪري جڪي اڳي ٿي گذريو آهي،
انجو توهين شوڪ نه ڪريو ۽ پوشيت يعني جڪي آئنده
ٿيڻو آهي تنهنجو به شوڪ نه ڪريو. مان توهانکي پوشيت به
ٻڌايان ٿو ته ... ڏينهن مرد رواشا مٿيءَ جي سراپ سان ڀڳوان
ڪرشن جي جادون جو ناس ڪرائي پاڻ ته پرم ڌام ڏانهن
هليا ويندا ۽ ارجن روئندو موٽي ايندو. توهانکي انهيءَ
طرح جا اپ سڳن معلوم ٿيندا، پر توهين ڌير ڪجهو هرڪ
شوڪ نه ڪجهو، جاڪاڻ ته ڪال جي پرٻا سان هي سڀ
ڪم ٿي رهيو آهي. ڪال کي سڀني کي مارڻو آهي

* نالو تيرٿ جو.

رڱ ترنگ غريب مست سي اوڪ سدا...

ڦضي شيخ مشائخا سڀ اُت جاسي

پير پيڪابر[1] اُئليئ[2] ڪو ٿر نہ رهاسي

روزا بانگ[3] نواج ڪتيب وڻ ويجهي سي جاسي

لک چوراسيه ميدني[4] سي آوي جاسي

نهچل ساچ خداءِ ايڪ بندا آبناسي

[ مارو ڏکڻي وار ۾: ٥ صفحه ١١٠٠

شيخ حياتي جگ نہ ڪوئي ٿر رهيا.

جس آسڻ هم بيٺي ڪيتي بيس گئيا

[آسا شيخ فريد جي صفحه ٤٨٨]

مهاراجا يڌشٽر هميشه نت نيم ڪري ديو مندر مان ٿي
گروءَ کي نمسڪار ڪري پوءِ پنهنجي چاچي ۽ چاچيءَ،
ڌرتراشٽر ۽ گنڌاريءَ کي نمسڪار ڪندو هو. هڪڙي
ڏينهن هر روز جي دستور موجب آيو تہ ڏٺائين تہ چاچو ۽
چاچي ٻئي گهر ۾ ڪينهن، تڏهن روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ
اسان هنجا هڪ سؤ پٽ ۽ پيا سنبندي ماريا آهن- اِنهي
دوش ڪري اسان وٽ نہ رهيا ۽ ڪنهن ٻئي پاسي هليا
...ريا- هڪڙو تہ هو نيترن بنا آهن، پيو تہ بيدا آهن، ٽيون تہ
...تر رهت آهن، چوٿون تہ نرڌن آهن. خبر نٿي پوي تہ هن
...هنجي سرير جي ڪهڙي حالت ڪٿي هوندي. مونکي

...پيغمبر- ٢ اولياءَ- ٣ بانگ- ٤ ڌرتي.

ڪائي گرو دکشا نہ ڏني آهي، پهرياڻين اُها ڏي تہ پوءِ توکي
اُپديش ڪريان. راجا خوش ٿي سنڪلپ ڪري پرتگيا ڪئي
تہ منهنجو تن، من، ڌن سڀ اوهانجو آهي؛ ۽ پاڻ هٿ
جوڙي اشٽاوڪر مني؏ جي اڳيان اُٿي بيٺو ۽ چيائين تہ جيڪا
آگيا ڪريو سا پالن ڪريان. مني؏ چيو تہ تون منهنجي من
سان ڪوبہ سنڪلپ نہ ڪج، نہ اِندرين کان ڪوئي ڪرم
۽ ماڻ ڪري منهنجي اڳيان کڙو ٿي بيهہ. راجا اُئين ئي کڙو
ٿي بيٺو. ايتري ۾ راڄ دُوار تي هڪ براهمڻ پڪاريندو اندر
هليو آيو ۽ چوڻ لڳو تہ راجا جنڪ! مان ڏاڍو دکي آهيان
منهنجو دک دور ڪر. پهرياڻين اِهو ٻڌي راجا کي دلہ ۾ دَيا
آئي ۽ خيال ڪيائين تہ هن کان پڇي سندس دک دور ڪريان،
پر اُنهي؏ دم ويچار ٿيس تہ تن، من، ڌن گرو؏ جو آهي ۽
انجي آگيا بنا ڪوئي بہ ڪم نہ ڪرڻو آهي، تنهنڪري ماڻ
۾ رهيو ۽ براهمڻ سان ڪجھ بہ نہ ڳالهايائين. تڏهن براهمڻ وڏيڪ
ورلاپ ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ عملدارن منهنجو سڀ سامان
ضبط ڪري ڇڏيو آهي، منهنجو ڪٽنب بکہ اُڃ ڪري تڙپي
رهيو آهي، تنهنڪري مان لاچاري حالت ۾ توهانکي پرارٿنا
ڪريان پر توهين * نِردئيين وانگي ڪوبہ خيال ڪونہ ٿا
ڪريو. اِهو ٻڌي راجا جو چت نرم ٿيو ۽ خيال ٿيس تہ براهمڻ
کي ڌن ڏيئي سندس دک دور ڪريان. پر وري ويچار
ٿيس تہ ڌن گرو؏ جو آهي جنهن تہ مان اُنکي سروَس ڏيئي
چڪو آهيان ۽ پنهنجي اهڙي سنڪلپ ڪرڻ تي پاڻکي
ڌڪار ڪرڻ لڳو ۽ ماڻ ۾ رهيو. جڏهن براهمڻ ڪي ڪو
جواب نہ مليو ۽ پرارٿنا ڪري ٿڪو، تڏهن ڪروڌ ۾ اچي
وانگي ڪٺور درچن راجا کي چوڻ لڳو، پر اُهي ٻڌي

* بي رحمن.

بن گهرين مرئي سامهون اُنيو تن تا، ۽ بوء اُنهجي يادگيري
رهي ٿي. سو يادگيري سنسڪارن يعني واسنائن کان ٿئي ٿي؛
تهڙيطرح جاڳرت جا پدارٿ جنترو وقت اکين جي سامهون
آهن ليتر و وقت اُنيو تين تا. اکين کان جانئي ٻوٽي تا ته اُهي
نه * سمرتي روپ ٿي وڃن تا ۽ + سکوپتيءَ ۾ جاڳرت ۽ سپن
ٻنهي جي پدارٿن جو اُپاو ٿي وڃي ٿو يا جاڳرت ۽ سپن ٻئي
سپن آهن يعني مثيا آهن ۽ ٻئي سنسڪارن کان ٿين ٿيون.
ڪڏهن جاڳرت جي پدارٿن جي سپن ۾ يادگيري ٿئي ٿي ۽
ڪڏهن سپن جي پدارٿن جي يادگيري جاڳرت ۾ ٿئي ٿي ۽
جاڳرت وانگي سپن پدارٿن ۾ ستيتا جو ڀرم ٿي وڃتو. جهڙي
طرح ٿوڪي ٿيو آهي.

مون لوڪي ٻڌايو آهي ته او نه چؤتو ۽ جيءَ به جاڳلو آهي،
جنهن ۾ ثبوت ڪونهي. سار ٻنهي ۾ ڪونهي ٻئي اَسار آهن.
تنهنجي ٻاءِ ٻچو ته سار وسنو ڪهڙي آهي؟ اُستاوڪر مني
جواب لکيو. جنهن وسنن ڏسڻ وارو آتما ئي سار آهي، جنهن
[illegible] اُوٺ . جنهنجي راح جو ناس تنهن ۽ دردري تنهن جي
[illegible] جي ۽ لهجي جاڳرت ۾ هئڻ لي قلن جي
[illegible] ڏنو آهي. اهو ساکي آتما ئي سار آهي،
[illegible] آهي، اَساسي آهي. اُهوئي مايا سان ملي
[illegible] جڳت جي اُتپتي، پالڻ ۽ سنگهار
[illegible] سان ملي پاڻکي جيو روپ
[illegible] ٿيو. مايا اُوديا کي ڇڏي
[illegible] ست جت آنند § سار وسنو
[illegible] ته پونکي ديا ڪري تَت
[illegible] جو ته هلتاٻين تو

[illegible] جو سار (مغز)

جيڪڏهن هڪ سير اٽو آهي ته هڪ ئي ڏينهن ۾ کپائي ڇڏيندو، پر جيڪڏهن هڪ مڻ آهي ته چاليهن ڏينهن ۾ کائي پورو ڪندو. هڪ سير اٽو ۽ مڻ اٽو کائي ٻئي ويندو. سڀ، سير اٽي برابر آهي ۽ جاڳرت، مڻ اٽي برابر آهي. ٻئي کاڌا ويندا يعني پوڳيا ويندا، رهندا ڪين ڪي. مٿياڻي ۾ ٻئي برابر آهن، ٻئي سڀ آهن. او به جهُوٺا هيءَ به جهُوٺا هي مهنجو اُنر آهي. پرماڻ:-

جِهَ سپنئ لِس پلٽيئ جَب لڳِ ندرا هوءِ
اِهِ سرپن ڪيئ وَس جيئڙا آنتر هوُميئ دوءِ
ڳُرمَتِ هوءِ وِيڇا ريئ سُپنا اِه جڳِ لوءِ.

[ سري راڳ م: ١ صفحه ٦٣ ]

ارٿ:- جئن رات جو جيستائين ننڊ هوندي تيستائين جيوُ پليل رهندو، تئن جيوُ هؤميءَ ۾ ئي پياڻيءَ جي نانگن جي وس رهي ٿو. جڏهن گروءَ جي مت ويچاريندو تڏهن هيءَ جڳ سپنو ڪري ڏسندو.

اهڙيءَ طرح جڳت، اودپا جو ڪاريه روپ هڻڻ ڪري مٿيا روپ ڇوڻ ۾ اچي ٿو. جئن چيتن پرش سڀن پرپنچ کي پاڻ ئي رچي تنوءَ پاڻ ئي ناس ڪري ٿو، تئن پرماتما هن جڳت کي رچي پاڻ ئي پرليءِ ڪري ٿو. پنهنجي جاڳرت سان پنهنجي سڀن پرپنچ جي نورتي ٿئي ٿي ته به جهڙيطرح سڀن پرپنچ اڌشٽان آتم روپ تي وڃيٿو، تهڙيطرح برهم روپ مان آتم گيان هڻڻ ڪري سڀن وانگر جاڳرت پرپنچ بہ آتم روپ تي وڃي ٿو، يعني سڀن جا پدارٿ سپني ۾ يعني فقط

---

١- رات ٢- نانگ ٣- پياڻي ٤- ڏسندو.

توکي سکي ڪندو. اُن مهالما ٻڌ جي مايا شڪتيءَ سان توکي
سپنو ڏيکاريو آهي، ۽ توکي ڏرمالما راجا جاٽي ڪريا ڪئي
آهي جو توکي گهڻو وقت جاڳرت ۾ دک ڏيکاريو هو سو سپني ۾
توري وقت ۾ ٿي اليڙ ڪرايو آهي ۽ سوريءَ مان ڪندو
ڪري ڇڏيو آهي. توکي شترؤءَ کان ڀڄ ۾ هارائڻو هو ۽ جا
حالت تو باڻ سپني ۾ ڏٺي آهي سا جاڳرت ۾ ٿمڙ واري
هئي. اهو * اُمبت ڪرم توکي ضرور ڀوڳڻو هو، پر مهالما
ٻڌ جي ڪرپا سان توکي توري ۾ ٿي ڀوڳائي ڇڏيو آهي.
هاڻي مهالما ٻڌ جي مايا دور ڪئي آهي. هاڻي تون
ٻڌ جو من استر ڪري ٻي ڪرو ٿيءَ. منهنجي اچڻ تائين
توکي ڀرم هو. اهڙا وچن ٻڌائي راجا کي خوش ڪيائين.
راجا جنڪ جو سڀ ڀرم دور ٿي ويو. اڳئين سڏ پرشن واري
ڪٿا ياد آيس. اشٽاوڪر منيءَ جي چرنن تي ڪري پيو ۽
چيائين ته توهين سروگيه آهيو. هڪ ته توهان منهنجي چرڻ
ٻالي منهنجي هردي جي وارتا جاڻي سڀني سڀا لوڪن کي
ٻڌائي ۽ سو ته گهڻن سالن جي سڏن واري وارتا، جا مونکي
وسري ويئي هئي، سا ياد ڪرائي. مونکي خوشحالي ٿئي
آهي. توهين سڀ پرش ڏن آهيو. اُن وقت راجا ساري
پروار سميت ويدوڏيءَ الوسار اشٽاوڪر منيءَ جو پوڄن ڪيو
۽ اُنکي پنهنجو گرو ڪيو. پوءِ اشٽاوڪر منيءَ اشٽاوڪر گيتا
اُچارڻ ڪئي ۽ راجا جنڪ کي اُپديش ڪيو ۽ آتم گيان
ڪري حڪمت ڪري سڀني ڌَپ مِتيا لکي ڪرايو. سپن ڀرم
توري دير تائين معلوم ٿئي ٿو ۽ جاڳرت ڀرم گهڻي دير تائين
معلوم ٿئي ٿو ۽ سُوپن ۽ جاڳرت مِتيا ۾ ٻئي برابر آهن.
جهڙيءَ طرح هڪ آدمي سر اٺو روز ڪائي سگهي ٿو. هن وٽ

---

* له متن جهڙو.

اُس جي ڪري راجا ڏاڍو دکہ پاتو آهي، ايتري قد
جڏهن جڏهن ياد ڪيري اچيس ٿي تہ راجا کي ڏاڍو ه
وٺي وڃي ٿو. آهي تہ سپنوئي ۽ ڪوڙو آهي، پر ج
جي سنسڪارن ڪري اهڙو اُنيؤ ٿي ويو اٿس، جو ل
سپني ۾ ڏٺو آهي. آهي تہ مٿيا، پر راجا کي واشنا ج
ويگہ سان اهڙو ڀرم ٿي ويو آهي جو سمجهي ٿو تہ سچ پ
شترو راجا مهنجي اُهڙي، دُردشا ڪندو. لڄ ۽ ڀؤ ڪري
ڪنهن کي ڪولي بہ ٻڌائي نٿو سگهي. ايترو ئي چوي ٿو تہ ”هي
سچو يا هوُ سچو“ اِهو سپنو جونو آهي پر راجا کي ڀرم تبو
آهي تہ سچو آهي، جنهن ڪري چرپائي جي حالت ۾ رهي
ٿو. اشٽا وڪر منيءَ اِهو سمورو ورتانت سڻي سڀا ۾ ويٺلن
کي ٻڌائي پوءِ راجا کي چيو تہ گهڻن سالن جي وارتا مان توکي
ٻڌايان ٿو. هڪ سمي تو سِڌ پرشن جي منڊليءَ ۾ رات جو
اڪيلو رهيو هوئين. اُتي تو ڀريائين سِڌ گيتا ٻڌي. پوءِ
تو پرارٿنا ڪري اُنهن کان ست سنگہ شروع ڪرايو ۽ تون
بہ پريم سان ٻڌڻ لڳين. اُنوقت مايا جو پرسنگہ هلي رهيو
هو. مهاتما چيو تہ پرميشور جي مايا ڏاڍي پربل آهي اِنسان
کي ڀلائي ٿي ڇڏي ۽ ايشور ۾ پريم ڪرڻ نٿي ڏئي. وڌيڪ
ڀا چئجي، هي جيو مايا وس پنهنجو پاڻ ڀلائي ڇڏي ٿو. هي
اجا جنڪ! تو هٺ ڪيو تہ ڪنهن بہ صورت ۾ جيوُ پنهنجو
ڻ نٿو ڀلائي سگهي. گهڻي سمجهائڻ ڪانپوءِ بہ تو هٺ نہ
ڏيو. تڏهن مهاتما چوڻ لڳو، چڱو، تون پنهنجو پاڻ ڀلجي
عدين. ڀلجين مٿان، پر مايا توکي ڀلائي ڇڏيندي. ڪيترا
هيہ ڀليل رهندين، ۽ پنهن ڪرڻ سان بہ تنهنجو ڀرم نہ هٽندو.
دکي ٿي ديواني وانگر ٿي ويندين. پر گهڻن سالن
ڻ بعد ڪو ست پرش ايندو، جو تنهنجو ڀرم دور ڪري

سچو يا ڪوڙو." هي ٻڌي اشٽاوڪر مني جواب ڏنو ته هي
معمولي ٻڌڻ ڪري ئي هيترا رشي مني روڪي پاڻوت
رهيا آهيو. پنهنجي ٻڌڻ نه ڪري ايڏو ڪارڻ تنهنجي
لاءِ ٿي آهي. جڏهن هي ٻڌڻ ڪري حڪم ها ته حڪم
ڏيندا وڏوان توکي اڄ اُٺ ڏينهن سڀ ڪري سگهون ها.
انهيءَ جي سبب ڪري تو مهارشين کي دکي ڪيو آهي اُهو
تنهنجوئي اپراڌ آهي. جيڪو هاڻي هي گپ ٻڌڻ جو اُٺ
ته گپت ٻڌڻ تو حاصل نه ڪئي آهي. جهڙو ڪو ٿيڙو هي،
تنهن ۾ ذري ماتر به تفاوت نه آهي. جهڙي طرح هو ٻن تڪ
ڏسڻ اچي ٿو، واسطو ڪم به نه آهي. هي گپت اُٺ آهي
ٻه ڪڏهن مرضي هجي ته سڀا ۾ وستار سان ڪولي ٻڌايان.
راجا جوڻ لڳو ته ڪم مدر مهنجو ٻه دور ٿيو آهي ٻه مان
۽ سڀا جا لوڪ جاڳون ٿا ته وستار سان ٻڌايو ۽ ڪوحال
نه ڪريو.

اشٽاوڪر مني چيو، مهاپرشو! راجا کي پنهنجي زبان
سان ڪوڙ ۾ لاءِ ٿي اچي، تنهنڪري مان ڪولي اوهانجي
اڳيان ظاهر ڪريان ٿو.

اَب سال تبدا نه ڪڪ ڏينهن ٻن ٻهرن جو راجا کي سڏيو
آيو هو، جنهن ۾ هن سترو راجا سان لڙائي ڪري پاڻکي
ڄاڻائيندو ڏنو آهي ۽ اُن سترو راجا هنجو راڄ ڪسي ورتو
آهي ۽ هنکي تنکي اُس ۾ سارو بدن اُگهارو ڪري ديس
نيڪالي ڏني آهي ۽ سڀني شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڍنڍورو ڦيرايو
آهي ته هنکي جيڪو اَن جل ڏيندو سو سزاياب ٿيندو ۽ جو
* ترسڪار ڪندو تنهنکي انعام ملندو. سترو راجا جي ڊپ
ڪان ٻيا لوڪن راجا جو گهڻو اپمان ڪيو ۽ تنکر اُج ۽ تنکي

---

* اپمان

* اُيلاشي هئا، ويچار ڪرڻ لڳا ته اُشٽاوڪر ڪير آهي ۽ ڪهڙو رشي آهي. ايتري ۾ اُشٽاوڪر لٺ جي سهاري سان سيا ۾ پهچي ويو. سڀ سڀان ڪرڻ لاءِ اُٿي بيٺا. هن جو ٽيڏو وهلڻ ڏسي سڀ اچي کل ۾ ڇٽڪيا. سڀني کي کلندو ڏسي پنهنجو مک ٽيڏو ڪري پاڻ به کليائين. راجا کي حيراني لڳي ته ڪروڌ ڪرڻ جي بدران پاڻ ڪاٿي ٿو سو ڇو؟ راجا اُشٽاوڪر مني کي هڪ سندر سنگهاسن تي وهاريو ۽ هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي ته مهاراج! اوهانجي کلڻ جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ اُشٽاوڪر چيو ته مونکي هيءَ ٻُنهنجي مورک سيا ڏسي کل آئي ۽ راجا کي چيائين ته کليو ته تو به ٿي. راجا چيو مون انهيءَ ڪري نه کليو پر دل ۾ چيم ته منهنجي سوال جو جواب وڏا رشي مني نه ڏيئي سگهيا، سو هي ڪبرو ٻالڪ ڪيئن ڏيئي سگهندو! تڏهن اُشٽاوڪر منيءَ ڪيچ ڪروڌ سان راجا کي چيو اِڙي مورک! توکي سار اُسار ويچار ڪرڻ جي پڌي به نه آهي، پڌيءَ بنا تون لوڪن تي حڪمراني ڪيئن ڪندو هوندين. هي لوڪ به پسن جي برابر آهن، ڪيئن توکان لاڀ حاصل ڪندا هوندا ۽ تو جو منهنجي سر پر کي ڏسي کليو سو تون ويچار کان خالي آهين، ڇو ته سرير جي ٽيڏائي هڻڻ ڪري آتما ته ٽيڏي نه هوندي ۽ زبان جدهن سان جواب ڏبو آهي سا ته ٽيڏي نه آهي پوءِ توکي اهڙو سنديه ڇو ٿيو؟ چڱو هاڻي پنهنجو پرشن جلدي پڌاءِ. راجا ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ سنگهاسن تان لهي اُشٽاوڪر منيءَ کي ڏنڊوت پرڻام ڪيائين ۽ اُپراڌ لاءِ ڪميا گهريائين. اُشٽاوڪر منيءَ راجا جو اُپراڌ ڪميا ڪيو ۽ چيائينس ته هاڻ جلدي پنهنجو پرشن ڇئي پڌاءِ. راجا نيم اُنوسار فقط هي وچن چيا ته ” هي

---

* چاهه رکندڙ

دپ کان ڪل روڪي ورتائين. بالڪ کي اسڪار ڪري
آڏي اُستتي ڪيائين. راجا پڇيو، اوهانجو نالو ڇا آهي ۽ اوهين
ڪنهنجا پٽ آهيو ۽ ڪهڙي ڪارج لاءِ هتي پڌاريا آهيو؟
بالڪ چيو ته مان گنگا ڪناري تان آيو آهيان، منهنجو نالو
اشٽاوڪر آهي ۽ منهنجي پتا جو نالو ڪهول رشي آهي ۽
هنجي ڳچه وقت کان گهر م ته هٽي ڪري مسان پنهنجي ماتا
سان گڏ پنهنجي ناناڻي گهر رهان ٿو. مون پنهنجي ماتا کان
ٻڌو ته راجا جنڪ پنهنجي سڀسي اورت ڪرڻ لاءِ اُنڪ
رشين کي گهڻن سالن کان روڪي ويٺو آهي ۽ منهنجو پتا
ٻه انهن سان گڏ آهي. اُن جي ولڻ لاءِ مان آيو آهيان ۽ راجا
کي پرشن جو اُتر ٻه ڏيڻ آيو آهيان. جڏهن چيو ته راجا جنڪ
ٻه مان آهيان. توهين هلي منهنجو گرام پورو ڪريو ۽ اُتي
منهنجي پرشن جو اُتر ٻه ڏيو. راجا جي پرارٿنا قبول ڪري
اشٽاوڪر پنهنجي مامي سان گڏ سواريءَ ۾ ويٺو ۽ راج ڀوڻ
ڏانهن ويو. اُتي پهتو ته راجا گهڻو سنمان ڪيس. اُن حل سان
سَتست ڪري هڪڙي هڪ سندر آسان ۾ اواس ڪرايائين ۽
چيائين ته اڄ آرام ڪريو ۽ سڀاڻي راج سڀا ۾ درشن ڏجو.

ٻئي ڏينهن راجا سڀا لڳائي ۽ رشي مني، جي گهڻن سالن
کان راجا وٽ رهندا هئا، سي سڀ ڪٺا ٿيا. راجا ته سڀا
۾ آيو ۽ ٻڌايائين ته منهنجي پرشن جي اُتر ڏيڻ واسطي اشٽاوڪر
مني آيو آهي جو اُن ورهين جو آهي. انهيءَ واسطي سڀا
لڳائي ويئي آهي. اهو ٻڌي سڀني کي اشٽاوڪر جي درشن
ڪرڻ جي اڇا ٿي. راجا ڏيوڍيدارن کي آگيا ڏني ته مهاراج
اشٽاوڪر منيءَ کي پالڪيءَ ۾ چاڙهي سڀا ۾ وٺي اچ، جو
جلد وٺي آيو ۽ راجا کي نمر ڏنائين. درشن جا سڀ

ڏيهن راجا ٻالڪيءَ ۾ چڙهي شهر ڏانهن ڊُهڻ نڪتو
نيدي بازار ۾ راجا جي چوبدار اُشتاوڪر مديءَ کي ڏ
اٽڪل ٨ ورهين جو براهمڻ ٽيڏين اٽڪن سان هوءِ وچ
ويٺو هو. چوبدار هنڪي هڪل ڪري چيو ته اِنان اُٿي
طرف ٿي رستو ڇڏي ڏي، مهاراجا جنڪ جي سواري
رهي آهي. ٻالڪ ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو، اَلدو آهين، ڏ
ٿو ته ڪبر ويٺو آهي، تون ئي مُوڙه مٿي نه آهين پر تو
ڳيا ڪرڻ وارو راجا جنڪ ٻڻ مها مُوڙه ڏسجي ٿو. هل
رچ، ڀان هتان ڪين هٽندس. وڃي پڇجي راجا کي چ
ته هي رستو بند آهي، ٻئي ڪنهن رستي ڪان هليو وڃ.
چوبدار وڃي سربستو احوال راجا کي ٻڌايو. راجا سمجهي ورتو
ته هي براهمڻ ٻالڪ بلڪل ٻڌوان ۽ چمتڪاري ٿو ڏسجي،
تيهڪري چوبدار کي حڪم ڏنائين ته ٻالڪ کي هيڏانهن
وٺي اچ. چوبدار اچي ٻالڪ کي ويني ڪئي ته راجا توهان
کي ياد ڪيو آهي ۽ توهانجي واسطي رستي ۾ ترسي ويٺو
آهي. ٻالڪ چيو ته کهڙي نه اڳيان جي وارتا آهي جو هزارن
لڪن ماڻهن مٿان آڳيا ڪرڻ واري راجا ۾ جڏهن ليتي ڀوربڪ
...هلڻ جو گيان نه آهي، تہ ڀوءِ ٻين کي ليتي ڀوربڪ ڪيئن
...علائي سگهندو هوندو! مان ڄاڻان ٿو ته راجا ۾ نياءُ آسن تي
...اجمان نه آهي، جو هيستائين اچي نٿو سگهي ۽ رستي نےي
...ي رهيو آهي؛ هنڪي راڄ اَيمان ٿو ڏسجي. هي راجا جا
...وڪ! تون هليو وڃ. جيڪڏهن تنهنجي راجا جي اِڇا
...ندي ته پاڻيهي ايندو. چوبدار اهو ورتانت وڃي راجا
...ٻڌايو، جو ٻڌي راجا کي عجب لڳو ۽ سمجهيائين تہ
...ڪو چمتڪاري پُرش ڏسجي ٿو. انهن، ڇڏي راجا
...ي ڇڏي پيادو پنڌ ڪري رستي ۾ وينل ڪبري ٻالڪ
...جي مليو. ڏسي راجا کي کل آئي، پر سراپ جي

مار! مان ته قلن واري سيجا تي سمهيو پيو آهيان ۽ نوڪر
چاڪر پڪا پيا هٿن ۽ پيرن پيا چهٽائين ۽ پر راجا کي ڪجهه به
سمجهه نٿي لڳو. سڀني جي وري وري ياد ڳيري ڪري ڪري
سڀ پڪو ٿي ويس. راجا کي سچي پيو ته مونکي اها وٺي
اچي آهي. راجا ڏاڍو پريشان ٿيو ته سڀني ۾ ڪهڙيجي ڪهڙي
ته درگهي ٿي آهي! اهو سڀ آهي يا سٽ آهي، اڄ پتو
لڳو لڳي ۽ هاڻي جو مان محلات ۾ راڄ جي ٻوڙي ڪو اڳ
ڪري رهيو آهيان، سو سچ آهي يا اُهين راڄ ۾ شن ڏٺا ان
۽ ٽرسڪار ٿيو اٿم ۽ ڏک پاتو اٿم سو سچ آهي. راجا ديوالي
وانگر ڏسڻ ۾ آيو. سڀ پدارٿ زهر ٿي لڳس ۽ ڪنهن تي
به وشواس نه ٿيس. ٿورڙي ٿي ٿڙهي. سڀني واري جڳهه ڏسڻ
ويو. واشنا جي پکي ٿيڻ ڪري سڀني وارا پدارٿ هڪ هڪ
هٽن تي ٿي ڏيکاري ڏيڻ لڳا ته مان ان هٽ وٽن ويس،
هتي مون ڪوڏيون پتي ورتيون هيون ۽ هتي مون ڪپڙي
ڪوري ورتي هئي. اهو ڏسي هڪڙي پڪو يقين ٿيو ته هو سڀ
هو يا هيءُ سڀ آهي. هينئر مان جاڳان ٿو يا سپني ۾ آهيان
۽ مان پاڻي آهيان يا ڏرمي آهيان، انهيءَ دستور ماڻهن کان
پڇڻ لڳو. ماڻهن چيو مهاراج! توهين جاڳو ٿا ۽ ڏرماتما آهيو.
راجا چيو ته هينئر توهان مونکي پتر هيا ۽ پاڻي، پاڻي ڪوٺيو.
انهيءَ طرح راجا کي ڪنهنجي وچن تي وشواس نه ٿيو. شتروءَ
جي ڏيه، ماڻهن جي ٽرسڪار جي ڏپ ۽ لم ڪمان پيهجو
ورتي ڪنهنکي ڪولي ٻه ٽڏالي نٿي سگهيو. انهيءَ ڳالهه
پڇڻ واسطي راجا ديس ديسانترن جا رشي، مني ۽ ودوان
گهرائي هڪ ڪيا، پر ڪوبه راجا جي شنڪا مٽائي نه سگهيو
نه ”شو سچ ۽ هي سچو“ اٺ سال گذري ويا بعد هڪ

۽ قيد ڪيو.

پنهنجي حد کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. راجا بک ۽ اُڃ کان د
تي پڪارڻ لڳو، هاءِ وڌاتا! مونکي ڪهڙي پاپ جي
ڏيئي رهيو آهين. هي ڀڳوان! مون پاپيءَ تي ديا ڪ
ابتري ۾ اُن رستي کان جاترُو اچي لنگهيا ته کاڌڻ واسطي اُن
کان ڪجهه گهر پائين. اُنهن راجا کي هڪ هڪ ڪوڏي ڏني
جملي راجا کي ۱۹ ڪوڏيون مليون. راجا ڪسي اکين ۾ پاڻ
اچي ويو ۽ پنهنجي قسمت تي ڏاڍو اُرمان ڪاڻڻ لڳو ته ڏس
ته سهين. جنهن وٽ اڳي هيرن، جواهرن، سون ۽ چاندي
سان خزانا پريا پيا هوندا هئا، سو اُڄ هڪ پئسي لاءِ هڙڻيءَ
طرح واجهائي رهيو آهي.

راجا شهر ڏانهن هليو ۽ ماڻهن کان پڇڻ لڳو ته هتي ڪو
سداورت هلندو هجي ته مونکي ٻڌايو. سداورت واري مڪان
جو ڏس وٺي اڳتي هليو. اُتي وڃي ڏٺائين ته کچڙي پيئي
ورهائجي. سداورت واري کان راجا کچڙي گهري ته پڇيائيس
ته برتڻ ڪٿي اٿئي. راجا سامهون هڪ ڪنڀار کان ڪوڏيون
ڏيئي، هڪ ٺڪر وٺي آيو. اچي ڏسي ته کچڙي سڀ
وراهجي ويئي آهي. پر سداورت واري هنکي بکايل ڏسي
لاڳه لؤنگه تري واري کچڙي ميري سيري ڏني. اُن سان
گڏ اَڌ تولو گيهه به ڏنائينس ته اُهو هارجي پيس. قياس
ڪري وري راجا کي پيو اَڌ تولو گيهه ڏنائين، جو راجا
کچڙيءَ ۾ ملايو. کچڙي ڏسي شڪر ڪرڻ لڳو، پر دل ۾
چوڻ لڳو ته قسمت جو پتو ڪونهي. هيءَ کچڙي به نصيب
ٿئي يا نه ٿئي. ابتري ۾ ٻه ماڻهو پاڻ ۾ وڙهندا اچي هتي
نڪتا. اُنهنجي ٺوڪر کچڙيءَ واري برتڻ کي لڳي ته ٺڪر
ڀڄي پيو ۽ کچڙي هارجي مٽيءَ ۾ گڏجي ويئي. راجا هاءِ،
هاءِ، ڪري پڪارڻ لڳو. زور سان آواز ڪرڻ ڪري
سندس ننڊ کلي پيئي ۽ سپنو دور ٿيو. اکيون پٽي ڏسي ته

ورتو آهي ۽ هن ممڇجون راڻون پنهنجي وس ڪيون آهن.
مونکي اگهارو ڪري هڪ قاتل ٿتل ڪيٽري ٺڪر ڏيئي اُس
۾ ٻيري اگهارو ڪري ديس نيڪالي ڏني اٿس ۽ ٻڌايو ويو
ڦرايو اٿس ته ڪوبه آدمي ڪنهن به لحاظ ڪري راجا جو ڪو
جو سٽڪار نه ڪري. جڏهن ڪنڌ ۽ ته الڪي ڏاڍو ڏيو
ويندو ۽ اُن وسنر يا ٻي ڪابه شيءِ نه ڏيئي. جي ڏيندو ته
ڪرايو ويندو. بلڪ جيڪو الڪي جتين سان مار ڪڍندو،
ڏڪ مڪون هڻندو، تنهنکي انعام ڏنو ويندو. جڏهن راجا
کي شهر کان ٻاهر ڪڍڻ لڳا ته ماڻهو، جي اڳي راجا کي سٽڪار
ڪندا هئا، سيئي ساڳيا ماڻهو اڄ ڌڪار جا لفظ چئي رهيا
آهن ۽ مٿس سڙن ۽ ٻڙن جو وسڪارو ڪري رهيا آهن.
راجا کي سوجهه جي ڏاڍي تسه ڪري گرم هوا لڳي، جنهن
ڪري هيڄو سارو بدن سڙڻ لڳو. راجا جا چپ اڃ لڳڻ
ڪري سڪي ويا، پر هنکي پاڻي ڪنهن به نه ڏنو. راجا
کي پڪ نه ڏاڍو وياڪل ڪيو، پر ڪاٺ لاءِ ڪو چٺا به نه پيو
ڏنس. راجا کي ڏاڍو ڏوڪ ۽ دک ٿيو. اکين مان پاڻي وهائي
رهيو آهي ۽ مک سان هاءِ هاءِ پڪاري رهيو آهي. سڀاڻس ۽
لوڪن کي لمرارٻو ڪري رهيو آهي ته مونتي ديا ڪريو.
پر ستروڤ راجا جي ڊپ کان ڪوبه هنتي ديا نه ٿو ڪري،
ٿڪ ۽ بک جي ڪري راجا جون اکيون ڏرا ڏيئي ٻاهر لڪري
آيون ۽ هو پٽ تي ساڻو ٿي ڪري پيو. سڀاڻي هنکي اٿي
هيڏي ڀسي مونڌا. رات الڌ برڻ هئي، جهڪري رستي
جي ڪابه خبر نه پئي. جهنگ جا مرون شينهن ۽ جنتا
گجڻ لڳا. مرتيوءَ جي ڀو کان راجا کي ساري رات ننڊ نه
آئي. صبوح ٿيڻ سان راجا شهر ڏي وڃڻ لڳو ته ڪتن ان جي
وراپس ۽ چڪ پائي ڦتني جڏا الوس. شتروڻ راجا جي
ڊپ ڪري ڪنهنکي هنتي ديا نه آئي. سڀاڻس هنکي پڪڙي

شوِيتر سنڪار نالي پپلاد مُنيءَ کان پڇي تو تہ هي پ
اوانڪار جو چنتن ڪندڙ پرش، جو پران تياڳي ٿو، سو ڪه
گنيءَ کي پراپت ٿئي ٿو؟

پپلاد منيءَ چونٿا تہ هي سنڪار! پار برهم نرگڻ ۽ اَپر بر
سگڻ برهم آهي. جيڪو نرگڻ روپ چاٽي اوانڪار جي اُپاسن
ڪري ٿو سو نرگڻ برهم کي پائي ٿو ۽ جيڪو سگڻ روپ
چاٽي اوانڪار جي اُپاشنا ڪري ٿو سو سگڻ برهم کي پراپت
ڪري ٿو.

[ پرشنو اُپنشد جو پنجون پرشن

جهڙي طرح واشنا اَنوسار جنم ٿئي ٿو تهڙي طرح واشنا
انوسار سپنو بہ اچي ٿو. سو واشنائون هن جنم جون هجن، خواہ
جنمانترن جون تہ واشنائن اَنوسار سپنو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جئن
مهاراجا جنڪ کي ڏسڻ ۾ آيو.

راجا جنڪ جيٺ جي سخت گرميءَ ۾ مٿلا پوريءَ ۾ پنهنجي
محلات ۾ براجمان هو. گرميءَ جي دور ڪرڻ لاءِ هن دروازن
تي خس خس جون ٽٽيون هڻائي ۽ چؤڌاري سڳنڌ پون لڳايون
هيون جنهنڪري محل ۾ تمام ٿڌي ۽ خوشبودار هوا پئي
لڳي. راجا هڪ سولي پلنگ تي سمهيو تہ يڪدم ننڊ اچي
وِيس. هڪ عجيب سپنو آيس تہ مونکان ڪو تمام وڏو پاپ
ٿيو آهي، جو ديس ديسانترن ۾ ظاهر ٿي چڪو آهي ۽ پاپ
جي ڪري منهنجي گلا ٿي پيئي آهي ۽ لوڪ مونکي پاپي
سمجهي ڪنهن بلوان راجا وٽ دانهين تي ويا آهن تہ راجا
جنڪ کان راڄ کسيو ۽ اُنکي سختي ڏيو. اينتري ۾ چاتو ڏسي
هڪ بلوان راجا مونتي چڙهائي ڪري آيو آهي. سندس
بيشمار لشڪر آهي، جو سڄي شهر تي چؤطرف گهيرو
ڪري ويو آهي. اُن سان منهنجي گهور يڌ لڳي آهي، جنهن
۾ هن راجا جي ڄيءِ ٿي آهي ۽ هن مونکان راڄ سنگاسن کسي

ياگولڪيہ - هي جنڪ! جهڙي طرح جاڳرت اوستا ۾ جنهن پرش جو جنهن وشيءِ سان گهڻو پريم هوندو، اُن وشيءِ کي سپني ۾ سنسڪارن جي وس ٿي پراپت ڪندو آهي؛ اهڙي طرح جنهن وشيءِ ۾ جنهنجو زياده پريم هوندو، سو مرڻ ڪال ۾ بہ اُنجي اهڙي واشنا تنهن ڏي اهڙو سريرني ڌارڻ ڪندو.

جنڪ - هي ڀڳوان! مرڻ ڪال جي اچا اوسار جيڪڏهن جيو آتما سرير کي پراپت ڪري، تہ پوءِ سڀ پاپي جيو مرڻ ڪال ۾ سرڳ ۾ رهڻ واسطي ديوتا ٿيڻ جي اچا ڇو نٿا ڪن؟

ياگولڪيہ - هي جيو مرڻ وقت سنتتر ڪانہ اچا نٿو ڪري سگهي، پر پورٻلي جنم ۽ پاپن جي پربل ڪرمن اوسار اچا ڪري ٿو.

جنڪ - مرڻ وقت ڪرم جي پربل اچا اوسار ديو آد سرير جي پراپتي ٿئي ٿي، تہ پوءِ اُنهن ديو پاڙ جي پراپتي ڪهڙي ڍنگ ٿي ٿئي.

ياگولڪيہ - ورلهان جيوت سرير جي پوڄا ڏيڻ وارا جي پرارٻڌ ڪرم آهن سي هڪ تہ اُهي ديو شرير پراپت ڪرڻ نٿا ڏين، سو اُنجي جو تپڻ وارا ديو آد شرير آهن. تنجي پراپت ڪرڻ وارا جي ڪرم آهن سي ۽ قل ڏيڻ نٿا چاهين، تهڪري ڪهڙي اچا هئڻ تي ديو سرير جي پراپتي ٿئي ٿي، ڇو تہ ٿي ڪرم *پرتبيندڪ آهن. مرڻ ڪال ۾ پرارٻڌ ڪرم پوڳيو ويو آهي ۽ اُنجي هئڻ وارو ڪرم ڦل ڏيڻ چاهي ٿو. پڇي پرتبيندڪ ڪجي ويا، اُنهيءَ ڪري مرڻ ڪاليوءِ ديو آد سرير جي پراپتي ٿي سگهي ٿي.

سو اهڙي طرح واشنا جي اوسار جيو آتما اڳئين جونس کي پراپت ڪري ٿو ۽ مڪت نٿو ٿئي.

---

* اٽڪ وجهندڙ.

اَنتڪال ۾ جو مونکي ياد ڪري مري ٿو سو ساکيات منهجي سروپ کي پراپت ڪري ٿو.

يَچِتستينَئِش پراڻ مايَاتِ پراڻ سيتجَسا يُڪتَ
سهاتمنا يِٿا سنڪلپتن لوڪن نيتِ

[ پرشنو پنشد پرشن ٣ سلوڪ ١٠ ]

**ارٿ:-** مرڻ وقت جهڙو هنجو چت يعني سنڪلپ ٿئي ٿو اُن سان يعني پراڻ کي پراپت ٿئي ٿو، پراڻ يعني اُدان وايو روپ تيزي وارو ٿي هن جيو آتما کي سنڪلپ ڪيل لوڪ ۾ وٺي وڃي ٿو.

يوڳين جي ڳڻن جو چنتن ڪرڻ وارو پرش، جو جهڙن جهڙن يوڳين جي اِڇا ڪري ٿو، سو اُنهن ڪامنائن انوسار اهڙن لوڪن ۾ جنم وٺندو رهي ٿو. پر جنهن جون ڪامنائون پورڻ ٿي ويئون آهن اُن ڪرتارٿ پرش جون سڀ ڪامنائون هن لوڪ ۾ ئي لين ٿي وڃن ٿيون، تنهنڪري هو ڪٿي به جنم نٿو وٺي- مڪت ٿي وڃي ٿو. جنم جو ڪارڻ فقط ڪامنائي آهي، چاهي برهم لوڪ ۾ جنم هجي يا ڪٿي به هجي. اِها وارتا ياڳولڪيه مُني راجا جنڪ کي به چئي آهي-

ياڳولڪيه- مرڻ سمي جيو آتما سرڳ ۽ نرڪ وغيره، جنهن جنهن لوڪ جي پراپتيءَ جي اِڇا ڪري ٿو اُن لوڪ ۾ رهڻ لائق اهڙوئي سرير ڌاري ٿو. پوءِ اُن لوڪ ۾ رهڻ جهڙي ڪامنا ڪري ٿو، اُن واسنا انوسار ٻئي لوڪ ۾ وڃي ٿو.

راجا جنڪ- هي ڀڳوان! مرڻ ڪالپوءِ ڪامنا جي انوسار ئي جنم ملي ٿو اِهو ڪيئن ڄاڻجي؟

**پرشن:-** واسنا ڇا کي ٿا چون؟ اُهو اُن سري وسشٽ جي سري رامچندر کي ٿا ڏين.

دِرڙ ڀاوَنيا نِشڪَما پُورَوا پَر وِچارَ ڪُن
يَدا دانن پَدارٿيم واسنا سا پَر ڪيرتِيا

**ٽيڪا:-** اڳين پوءِ جو وچار نه ڪري پڪي ڀاونا سان پدارٿ جو گرهڻ ڪرڻ يعني پدارٿ پر آسڪتا مما ڪرڻ، اُنجو نالو واسنا آهي. اُن واسنا جي اڀياس سان پنهنجي سروپ کي ڀلائي ٿو ڇڏي. جهڙيءَ طرح شرابي بي هوش ٿي وڃي ٿو ۽ جهڙي اُهي واسنا پڪي ٿي وڃي ٿي تهڙوئي جڳت اُنکي ڏسڻ اچي ٿو. انتڪال ۾ نه جهڙي واسنا يا ڀاونا ڪري ٿو تهڙوئي انکي جنم ملي ٿو. ورتمان ڪال ۾ نه جهڙي واسنا وارو ٿئي ٿو تهڙوئي سنڪلپ ڪريٿو ۽ جهڙو سنڪلپ ڪريٿو تهڙي ڪريا ڪري ٿو، ۽ انکي اُهڙوئي ڦل ملي ٿو.

جي جو جهڙي واسنا ڪندو تهڙوئي ڦرلو ڀڳندس ۽ جهڙو ڦرلو ڀڳندو تهڙوئي ڪرم ڪندو ۽ جهڙو ڪرم ڪندو تهڙو ڦل پائيندو يعني جنم ڌاريندو. اهڙيءَ طرح واسنا يعني ڪامنا هنکي بندن ۾ وجهي ٿي ۽ مڪت ٿيڻ نٿي ڏئي. جڏهن ڪامنائون جي هنجي هردي ۾ نواس ڪن ٿيون سي ڇُٽي وڃن ٿيون، تڏهن هو امر ٿي وڃي ٿو ۽ هتي سربرهم ٿي برهم ڀاو کي پراپت ٿئي ٿو.

انت ڪال نارائڻ سمري ايسي چنتا مهه جي مري
بدت ترلوچن تي نرمڪتا پيتنبر واکي رديءِ بسي
[گوجري ترلوچن صفحه ٥٢٦]

درشٽ آوئي سڀ ايڪنڪار
سنت مِ پرسن آئي وس پدچا۔
آنمرت نام رِدئي ليئي سنچا
ڪهه نانڪ جا ڪا پورا ڪرم۔
بِس پيتي سادو ڪي چرن

[ گؤري م: ۵ صفحه ۱۸۸ ]

مُمکشوءَ کي گهرجي ته گروءَ جي شرن ۾ وڃي شيوا ڪري ۽ ڪرم جي ڦل جي اِڇا نه ڪري، ۽ ايشور ارپڻ ڪري ته پوءِ ڪرم بندن روپ نه ٿيندا، پر چت شڌي دئاران گيان جو سادن ٿيندا.

[ (٦) بندن ڪامنا، آسا، واشنا. ]

واشنا نِورتيءَ واسطي ايشور کي يا گروءَ کي پرارٿنا ڪرڻ گهرجي.

ڪام ڪروڌ مد لوڀ موه دُشٽ واسنا نِوار
راکُ ليهُ پرڀ آپڻي نانڪ سد بلهار

[ گوجري وار م: ۵ صفحه ۵۲۳ ]

گر پرساد بکيا پر هريءِ - مَن ڪي واسنا مَن تي ٽريءِ
اندري جِت پنچه دوکِ تي رهت۔
نانڪ ڪوٽ مڌي ڪو آئسا اَپرس

[ گؤري سکمني ۱: ۹ صفحه ۲۷۴ ]

اِيئن لوڪ ڏنو لوڪ ڪم ڇڏيو - او ٿي ٿپ ڪر ٻاهر آئيو.

[ ڏ ناسري ڪبير صفحه ٦٩٢ ]

ايڪ يتن ڪر ڪ سان ه ڪتي لئي ملي سکهي.

اِڪ وِڻ ڪعب ٻتسهہ، جاه سد نہ ڏيوهي

اِڪ ٻالا ڪَڪَرُ ٻن سِيعل جَلَ ڏيدؤ ي

اِڪ ٻسر چَراوهِ آنڪر مَثل ڏ ڏووهي

اِڪ جڏا ٻِڪت ٻِڪرالَ ڪُل ڪهر ڪووهي

اِڪ لکن ڦِرهِ دان رات لِيدهه نہ سووهي

اِڪ اَکن جَلاوهِ آنکُر آپُ وکووهي

وِڻ ڏاوي نَن ٽِارُ ڪيا ڪهہ رووئي

سونن خصم ڏڏار جهِ سَعکر شيوهي

[ ملار وار م: صفحه ١٢٨۴ ]

سَنت ڪي ڏور مِتي آکهہ ڪوت -

سَنت ٻرساد جمر مرڻ ٿي ڇوت

سنت ڪا دَرسُ ٻورن اِشنان -

سنت ڪرپا تي جپيئي نام، اِڪ رهاءُ

سنت ڪي سنگ مِتيا اهنڪار -

ڪر. ڪجھ ڀڄ ۽ ڪجھ ترِي ڏي. راڻيءَ اُنِ ئي ڪ
جڏهن ڀوڄن تيار ڪيائين ته براهمڻ ڪروڌ ڪري اُٿي
ته ڀوڄن ۾ دير ڪئي اٿيئي ۽ اُٿي وڃي ڪروڌ اَکيءَ س
انجي مڪان ۽ خزاني کي ساڙي ڇڏيو. راجا هٿ جوڙي
جو ڪروڌ هٽايو ته براهمڻ چيو ته ڀوڄن هتي ئي ڪٺي اچ
توهين پاڻ اُتي وڃي ڪٺي اچو. راجا راڻي ڀوڄن ڪٺي آي
براهمڻ چيو ته توهانکي به مونسان ڀوڄن ڪرڻو پوندو. ا
به قبول ڪيائون. وري براهمڻ راجا راڻيءَ کي چيو ته پهريائين
توهين ڀوڄن ڪريو، مان پوءِ ڪائيندس. اُهي براهمڻ جي
پرستتا واسطي چيو، چڱو. جڏهن ڀوڄن ڪرڻ تي لڳا ت
براهمڻ انهجو هٿ جهلي ورتو ۽ چئن مُکن سان برهما جو
روپ ۾ انهنکي درشن ڏنائين ۽ چيائين ته مان توهانجي پريکيا
ڪرڻ آيو هوس. ڇهڙو ٻڌو هوم تنهنکان سؤ دفعا وڌيڪ
توهين دالي آهيو. پوءِ هُن انهجي پُٽر کي چياري اُنهن کي
آشيرواد ڏني ۽ چيائين ته توهين منهجي پريءِ ۾ ايندا ۽
مونسان گڏ مڪت ٿيندا. اِهي ڪري نارد چيو ته شوي راجا
برهما لوڪ ۾ ويندو ۽ برهما سان گڏ مڪت ٿيندو ۽ موٽندو
ڪونه. پر توهين ٿي چٽا سڪامي هئڻ ڪري سورگ ۾ وڃي
وري موٽي ايندا. برهم لوڪ کان سواءِ جي ٻين لوڪن ۾ وڃن
تا سي موٽي اچن تا. جئن ڪرشن ڀڳوان گيتا اَڌياءِ ٨ سلوڪ
١٦ ۾ چيو آهي-

آ برهم ڀوناتَ لوڪا پُنَرا وَرتِنِ آرجن.

**ارٿ:-** هي اَرجن! سيني لوڪن ۾، ويندي برهم لوڪ
تائين، جي وڃن تا سي ڀڄ ڪيرڻ هئڻ ني واپس موٽي اچن تا.

باولي لڳائڻ جي پڇ، ڌرمسالا، مندر، مهمانن واسطي ڪنبا
۽ گهر جوڙائڻ، انهن مان جي پڇ پيدا ٿين ٿا تنکي بڪايل
براهمڻ ماس ڪري ٿو ڇڏي ۽ ان گرهست جي پياري، پٽر
پسون وغيره کي نشٽ ڪري ڇڏيٿو. راجا شوءِ انهن ويد
وچن کي ياد ڪري ڏاڍي اڻ پڇتي وارو سو راڻيءَ سان ملي
ويچار ڪرڻ لڳو. راڻيءَ چيو تہ سربس ناس نہ ڪريو.
براهمڻ کي ماس کارائي پرسن ڪريو. راجا براهمڻ کي چيو تہ
مهاراج! ڪهڙو ماس کائو اهو ٻڌايو تہ تيار ڪيو وڃي. براهمڻ
چيو مان تہ منش جو ماس کائيندس. راجا حڪم ڪيو تہ
جيل خاني ۾ جو وڏا ڦاسيءَ لائق ڏاڪو آهن تن مان هڪڙي
کي ماري براهمڻ کي کارايو. براهمڻ چيو تہ نہ، مان ڌرماتما
جو ماس کائيندس. راجا انعام آڇي هڪ ڌرماتما بنڊي
ماڻهوءَ کي گهرايو تہ براهمڻ چيو تہ مان ٻڍي جو ماس نہ نہ
کائيندس، مان جوڏهن ورهين جي عمر واري برهمچاري
ڇوڪري جو ماس کائيندس. اهڙو ڇوڪرو تيار ڪيائون تہ
وري براهمڻ چيو مان تہ راجڪمار جو ماس کائيندس، جنهن
۾ تنهنجي بہ ممتا هجي. راجا راڻيءَ سان صلاح ڪئي، راڻيءَ
چيو تہ توهين پنهنجو پٽ ڏيئي ڌرم جي رکيا ڪريو. راجا
پنهنجي پٽ کي سڏايو ۽ سمورو حال ڪيائينس تہ راجڪمار
چيو تہ منهنجي سر ڏيڻ ڪري اوهانجو ڌرم رهي تہ مان
ڏاڍو پرسن ٿيندس. منهنجو سر اڄ وڍائي ۽ رڌي براهمڻ کي
کارايو. راجا براهمڻ کي سڏيو ۽ چيو تہ هي ڇوڪرو تيار آهي
هاڻي جيئن توهان کي وڻي تيئن ڪريو. براهمڻ چيو تہ ماتا ۽
پتا تلوار ڪٺي ديويءَ جي چرنن ۾ ڇوڪري جو سر پيش
ڪريو. ڪجهہ ديويءَ واهن سر کي ڏيو ۽ باقي بچيل جو
مونکي ڀوڄن تيار ڪري ڏيو. انهن ائين ئي ڪيو. وري
براهمڻ راڻيءَ کي چيو تہ هن ماس کي جدا جدا لوڻ ۾ تيار

هڪڙي ڏينهن مان برهم لوڪ ۾ ويئو هوس ته اُتي هنجي دان جي گهڻي پرسنسا ٿي. سيئي ديوتائن مهنجي پتا برهما کي براهمڻ جي روپ ۾ اُتي پرڪيا واسطي موڪليو. هو براهمڻ جو روپ ڌاري شوي راجا وٽ آيو. راجا هنکي براهمڻ ڄاڻي هنجي پوڄا ڪئي. هنجي رهڻ واسطي مڪان ڏنائين ۽ پوڄن جي سمي چيو ته پوڄن تيار آهي. براهمڻ چيو ته مان هي پوڄن نه ڪندس. راجا پڇيس ته ڪهڙي پوڄن ڪرڻ جي چاهنا اٿوَ؟ براهمڻ چيو ته مان ديوي اُپاشڪ آهيان. ديوي ۽ ديوءَ جي * واهن کي ماس جي بلي ڏيندو آهيان ۽ مان به ماس کائيندو آهيان. ماس جو پوڄن ڏيندين ته واهه نه ته مان پوڄن ڪونه ڪندس. راجا چيو ته مان ونشنو آهيان. اهڙي قسم جي چيز مان چؤنڪي ۾ نه آڻيندو آهيان. ماس کان سواءِ پيو جيڪي کتو منو ساڳو چاهيو سو مان پنهنجي راڻيءَ کان تيار ڪرائي توهانکي کارايان. براهمڻ چيو ته اڄ وڏو ڏينهن دسهڙو آهي، اڄ ته ضرور ديويءَ کي ماس جي بلي ڏيڻي آهي. راجا گهڻي وينتي ڪئي پر براهمڻ پنهنجي هٺ تان نه لٿو ۽ چيائين ته تنهنجي در تي بکئه ڪيڏي مرندس. اِتي راجا کي اجرويد جي ڪتوليءَ اُپنشد جا وچن ياد آيا –

## منتر ٨- آشا پرتيڪي لت آدي ....

**ٽيڪا:-** جنهن گرهستيءَ جي گهر ۾ اُتثي براهمڻ بنا پوڄن ڪرڻ جي رهيتو ته، اُن جا سڀ پنج ڪيڻ ڪريتو يعني هن جنم جي ڪامنائن ۽ اُهيءَ جي ڦل ۽ جنم جنمانترن جي ڏان پنج دان ۽ اِشت يعني يگين جي ڦل ۽ پوُرت يعني کوه، تلاءُ،

---

* سواري ( شيڊهن )

۽ ايڪ نندا جا شبد چيائين. مون راجا کي گهڻا پرماڻ ڏيئي
سمجهايو ته نندا نه ڪر. نندا ڪرڻ سان ٻيج ڪيڻ تي وڃيتو.
پرماڻ :-

جي اُهه آپ سَت تيرٿ ناوي ـ
جي اوهه دؤا دس سِلا پُوجائي
جي اوهه ڪوُپ تَڙا ديواوئي. ڪري نِند سَڀ ٻرٿا جاوي

* * * *

نِند ڪـ سوڌ ساڌ بيچارِ ڏا . ڪـهه روداس پاپي نرڪ سڌارِ ڏا

[ گوند روداس صفحه ٨٧٥ ]

سو هنجي نه نندا ڪرڻ ڪري هنجا ٻيج ڪيڻ تي ويا
آهن. هو به سرڳ مان جلدي هيٺ ڪيرايو ويندو.
پوءِ انهن پڇيو ته اسان ٻنهي مان ٻهر يائين ڪير ڪرندو.
مون چيو ته وسومن راجا ٻهر يائين ڪرندو، ڇو ته جيڪو وچن
هوُ ڏيندو هو سو پاريندو ڪين هو. هوُ ستوادي نه هو.
مون هنکي گهڻو سمجهايو ته آست جي برابر ٻيو پاپ ڪونهي
۽ سچ جي برابر ڪو ٻيج نه آهي. آست چوڻ وارو آدمي
سوُرڳ مان ڪيرايو وڃي ٿو.
پرماڻ :-

دانڪ جيمَر اُپائڪي لِکہ ناوئي ڌرم ٻهالتا ـ
اوتئي ساچو هي سچ نبوري
...ڻ وکرِ ڪيي جاجهالتا
...التہ نہ پاڻِ ڪوڙنار مدهن ڪاليي دوزخ چالتا،

آنڪان پوءِ ٿورو ڇمو تہ ڪاشيءَ جو راجا پوترو ڌن ڪرندو،
جاڪاڻ تہ هن سڀ دان آدي گهڻا ڪيا آهن پر دان ڏيئي
پوءِ براهمڻن جي نندا ڪندو رهيو آهي. مونکي، هنجو هڪ
پرسنگ ياد آهي جو توهانکي ٻڌايان ٿو.

هڪ دفعي مان گهمندو هن وٽ آيس ۽ ڪجهہ ڏينهن
رهيس. مونکي جنهن گهوڙن واريءَ گاڏيءَ ۾ سفر ڪرايائين،
گهوڙا وڏي ملهہ وارا هئا. رستي ۾ هڪ براهمڻ مليو. راجا
کي چوڻ لڳو تہ توهانجي پٽن مان ڇهہ مهنا ڦرندو رهيو
آهيان پر مونکي توهانوٽ اچڻ جي اجازت نہ پئي ملي آهي.
مونکي پنج ڪنواريون ڌيئون آهن جنهجي مونکي شادي
ڪرڻي آهي. توهان وٽ دان وٺڻ لاءِ آيو آهيان. هڪواري
مونکي ايترو دان ڏيو جو ٻئي وٽ مونکي وڃڻو نہ پوي ۽
ٻيو دفعو توهان وٽ اچڻو بہ نہ پوي. راجا چيو تہ محلن ۾ ورڻي
اچج، توکي سڀ ڪجهہ ڏيندس. پر براهمڻ نہ مڃيو ۽ چيو
تہ انهن جنهن گهوڙن مان بہ گهوڙا مونکي ڏيو. راجا جو چت
ڏيڻ لي نہ هو، پر منهنجي ڊپ کان هن ڏيئي ڇڏيا. پوءِ
ٻن گهوڙن واري گاڏي وٺي اڳتي وياسون تہ هڪ براهمڻ
گڏيو، جنهنجو پٽ پرڏيهہ ۾ بيمار هو، هلي نٿي سگهيو،
تنهنجي پيو هو. شهر بہ پري هو. هن منهنجي پتا جي سواريءَ
واسطي راجا کان گهوڙو گهريو. منهنجي ڊپ کان راجا هڪڙي
بہ گهوڙو ڏنو پر منهنجي اڳيان براهمڻن جي ڏاڍي نندا ڪيائين،
مون گهڻو سمجهايومانس تہ دان ڏيئي پوءِ نندا نہ ڪرڻ گهرجي.
راجا براهمڻن جي ڊپ کان مونئي گهر ۾ آيو. رستي ۾ هڪ
ٻيو براهمڻ اڪي مليو، جنهنجي استري گربولي هئي، مورچت
لي ڪرڻ پئي هئي. اُن حالت ۾ براهمڻ راجا کان گاڏي
گهوڙو گهريو. راجا ڏنو تہ سهڻن پر چت ۾ ڏاڍي گالي ڏنيس

گڏيس. نارد کي نمسڪار ڪري پڇڻ لڳا تہ توهين سورڳہ
کان ٿا اچو، سو سورڳہ جي پدارٿن ۽ سک دک بابت ٻڌايو.
توهين ديورشي آهيو، سرو گيہ آهيو، هي بہ ٻڌايو جو اسان
تپسيا، يگہ دان آد ڪيا آهن انهنجي عيوض اسانکي ڪهڙو
۽ ڪيترو ڦل ملندو؟ ۽ پڻ ٻڌايو تہ اسان مان ڀلا ڀريائين ڪنهن
کي سورڳہ مان هيٺنہ ڪيرايو ويندو. نارد سورڳہ جو حال
وستار سان ٻڌايو ۽ انهن جي تپسيا آد ڪرمن جو ڦل جهڙو ۽
جيترو ملڻو هون سو بہ ٻڌايو. راجائن جا نالا هي هئا –

(١) اشٽڪ (٢) پرتردن (٣) وسومن (٤) شوبي.

نارد چيو تہ توهان مان ڀريائين اشٽڪ سورگہ مان هيٺنہ
ڪرندو، ڇاڪاڻ تہ هن، جي يگہ، دان ڪيا آهن سي اهنڪار
سان ڪيا آهن. تنهنڪري جلد ڪيرڻ تي ويندا جئن تہ:–

تيرٿ برت آرڌان ڪر، من ميں ڌري گمان
نانڪ ڀهڦل جات تہ جئہ ڪنچر اشنان.

[ سلوڪ م: ٩ صفحہ ١٤٢٨

مان هنجي هڪ ڏينهن جو پرسنگ چوان ٿو. هڪ سمي
مان گهمندو هنجي آستان تي آيس تہ هنجي محل بر وڏو اتشو
پئي ٿيو. هزارين براهمڻ يگہ جي هون آدي ڪريا ۽ منترن
جو اچارڻ ڪري رهيا هئا، لڪين ڪٿو سينگار ڪرائي ڀاريون
هئائون. مهنجي اچڻ تسي راجا مهنجو گهڻو سنڪار ڪيو ۽
پنهنجي دان جي پنهنجي مک سان استت ڪرڻ لڳو. مون
کيس گهڻو سمجهايو تہ پنهنجي دان جي استتي نہ ڪر، ڇو تہ
ائين ڪرڻ ڪري پڇ گهٽجي ٿو وڃي، پر راجا ائين ڪرڻ
کان نہ هٽيو ۽ استت ڪندوئي رهيو. اهڙي طرح پڇ ڪندي
جو پنهنجي استتي ٿو ڪري سو جلدي ڪيرايو ٿو وڃي.

ڪرم ڪرڻ جو اُڌڪاري آهي ۽ گيان جو اَڌڪاري حاليءَ ڪل جي اُپاسنا ڪان رهت آهي.

جڳت ۾ جو ٻوڌم گيان آهي سو ڪرم ۽ ڪرم جو مول اَڌڪار ۽ اوديا، ان سڀني جو ناسڪ آهي. اهڙي طرح انهن جا اَڌڪاري جدا جدا آهن ته ڪري انهن جو ٻاهر ميل نه آهي ۽ انهن جا ساڌن به جدا جدا آهن. ڪرم جو ساڌن استري، پتر، ڌن آهن. گيان جا ساڌن انهن کان جدا آهن. (۱) وئراڳيه (۲) وويڪ (۳) ڪُتسمپتي (۴) مُمُڪشتا. اهڙيءَ طرح انهن جي ساڌنن ۾ وروڌ آهي. ڦل ۾ به وروڌ آهي. ڪرم جو ڦل سورڳ آهي، جنهن جنم مرڻ اڻبو رهي ٿو. گيان جو ڦل موڪش آهي، جنم مرڻ جو اُپاو ٿئي ٿو. ڪرم ۽ گيان جي سروپ ۾ به وروڌ آهي. هٺ، ٻس، سڀ انگن جو جورڻ ڪرم جو سروپ آهي ۽ سڀ اِندرين، من، ٻڌيءَ کي روڪي اُجل ٿي وڃڻ گيان جو سروپ آهي. اهيءَ طرح ڪنهن نه صورت ۾ گيان ۽ ڪرم جو ڪٺ رهڻ ٿي نٿو سگهي. تنهنڪري مُمُڪشوءَ کي مُڪتيءَ واسطي ڪرم نه ڪرڻ گهرجي. ڪرم ڪرڻ وارا جڏهن سورڳ ۾ وڃن ٿا ته ڪرم ڪيئن تنهن سان موٽي جُون ۾ اچن ٿا، جهڙيءَ طرح:-

## ڪٿا.

هڪ رشي نارد مني سورڳ مان ماٺ لوڪ ۾ ڀٽي آبو نه رشي ۾ چار راتيون، هي وماڻ ۾ چڙهي سورڳ ڏانهن ٿي ويا، سي

---

۱- چيه ٽيڪا:- (۱) سر- من جو روڪڻ (۲) دم- اِندرين جو روڪڻ (۳) اُپرتي- اُپرام يا نزار ٿيڻ (۴) تِتڪِشا- سردي گرمي سهڻ (۵) شرڌا (۶) سماڌان- سڀ ترڪ ڪرڻ.

۲- ڌرتيءَ تي.

۽ گيان ٻئي ملي ڪري مڪتيءَ جو ساڌن ٿين ٿا، جهڙيءَ طرح آڪاس ۾ پکي ٻنهي ٻکن سان اڏامي سگهي ٿو ۽ هڪ سان نه، تهڙيءَ طرح جيو روپي پکي گيان ۽ ڪرم روپي ٻن پکن سان مڪت ٿي سگهي ٿو ۽ هڪ سان نه.

## سماڌان-

وسشٽ جي سري رامچندر کي ڪرم سمجهي چيو آهي[1] يعني پهرياڻين ڪرم ڪري من کي سڌ ڪري، پوءِ گيان واسطي گروءَ وٽ وڃي. اُنکي اسين ٻه مچون ٿا ۽ اسين سمسچي[2] جو کنڊن ڪري رهيا آهيون يعني آتما جي سروپ مڌ ۽ چنتن سمي ڪرم نه ڪرڻ گهرجي. انهيءَ طرح اسين ڪرمن جو کنڊن ڪريون ٿا ۽ انهن جو ساڳيئي ئي وقت گڏ هئڻ ٽ ٻڌهن رات وانگي يا سورج اَنڌڪار وانگي وروڌ آهي.

**ڪٿا.** هڪ سمي برهماجي وٽ اَنڌيري وڃي فرياد ڪيو ته سورج ناراڻ مونسان دشمني ڪري ٿو، مونکي رهڻ نٿو ڏئي. جتي سورج اچي ٿو اُتان مونکي پڇائي ڪڍي ٿو. توهين اسانجو وروڌ هٽائي ڇڏيو. برهما چيو چڱو، ٻئي مدعي ۽ مدعاعليه گڏ ٿيو ته توهانجو انصاف ٿيندو. اَنڌيرو ويهي رهيو، پر جڏهن سورج ناراڻ کي ايندو ڏٺائين تہ ڀڄڻ لڳو. برهما چيس پيچ نه، اِتي ترس. اَنڌيري چيو ته مان اُنجي اڳيان ترسي نٿو سگهان، اهو ته وروڌ آهي. برهما چيو ته تڏهن توهانجو اِهو وروڌ هليو ايندو. اهڙيءَ طرح گيان روپ سورج جي اڳيان ڪرم بهي نه سگهندو. جهڙيءَ طرح گيان ۽ ڪرم جو پاڻ ۾ وروڌ آهي تهڙيءَ طرح اَڌڪاريءَ جو ساڌن ۽ ڦل سان وروڌ آهي. جاتي، ڪل، ڌن جو اُيماني

---

۱- جواب. ۲- گيان ڪان اڳي. ۳- ساڳيئي وقت ڪنو.

جنهي نام وساريا پاڻ ڪري ڪماوڻ ڪور

نانڪ جم پُر ٻڌي ماريا، جن سٽي آڙ ڪور

[ سارنگ وار م: ٣ الڪ ١٢٤٧

پاڻ شاستر پاڻ سمرتي پيکي سڀ ڍنڍول

پوجس ناهي هر هري نانڪ نام امول.

[ گ: س: اشٽپدي ٣ م: ٥ صفحه ٢٦٥

اهڙيءَ طرح گرو صاحب سڀني ساڌن ۾ رام نام جو مهاتم وڏيڪ ڄاڻو آهي تنهڪري جگياسوءَ کي گهرجي ته سڀ ڪرم ڪانڊ ڀرم ويتا ڪريوءِ وٺ وڃي اُن تي ڀلو ويچار ڪري.

ڏان رتي آراڌم ڀاري ڀمڪ ته ڪيتي ڊيلا،

سمت گهيوا ڪرِ ڀاوَ ڀائي تياگ مان ڍيلا،

موهن پران مان رنگيلا،

ڏاس رهيو ميتري ڪي سنگي پيک، موهيو من ليلا.

[ گو: ح: م: ٥ صفحه ٣٩٨

ويدن ۾ لکيل آهي ته:-

گيانا ده نون ڪئيوليه.

ارٿ:- ڪيول مڪتيءَ جو ساڌن هڪ گيان ئي آهي، ٻيو ڪوئي ساڌن نه آهي.

سنڪا- جيڪڏهن ڪيول ڪرم مڪتيءَ جو ساڌن نه آهي ته ڪرم ۽ گيان ٻئي ملي ڪري مڪتي ڏيندا ۽ ڇو ته گيان نه ۽ ڇو جو سمت مٿيءَ سري رامچند کي ڇو نه ڪرم

يا سورج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ سمي اشنان ۽ دان ڪجي؛ يا پترن جي نمت شراڌ ڪجي.

ٽيون پراسچت ڪرم، جي پاپ جي نورتي واسطي ڪيا وڃن. اهي ٻن قسمن جا آهن ساڌارڻ ۽ اساڌارڻ.

نتيه، نئمتڪ ۽ پراسچت ڪرم نشڪام پرش کي ٻه چت شڌيءَ جو ڪارڻ آهن ۽ نه مڪتيءَ جو ڪارڻ؛ ۽ سڪام پرش کي ته چت شڌيءَ جو به ڪارڻ نه آهن، ڪيول بندن يعني انيڪ جنمن جو ڪارڻ آهن-

**پرماڻ گيتا اڌياءِ ٣ سلوڪ ٩:**

يگيه ارٿات ڪرمڻو انيتر لوڪو ايم ڪرم بنڌن

تد ارٿن ڪرم ڪؤنتيه مڪت سنگه سماچر.

**ارٿ:-** سري وشنو جي نمت ڪيل ڪرمن ري ٻين ڪمن ۾ لڳل پرش ڪرمن ڌاران بندن ۾ پائيندو ۽ مڪت نٿو ٿئي. تنهنڪري هي ارجن! تون جو ڪرم ڪرين سو ڦل اڇا رهت ڪيول پرميشور نمت ڪر، تڏهن تنهنجو چت شڌ ٿيندو ۽ گيان ڌاران مڪتي ٿيندي. ائين نه ڪندين ته ڪرم توکي بندن جو ڪارڻ ٿيندا، ڇاڪاڻ ته ڪيول ڪرمن جو سڀاءُ بندن ڪرڻ جو ٿئي آهي.

**پرماڻ:-**

ڪرم ڪانڊ ٻهه ڪرهه آچار-بن ڀاوي ڏرگ ڏرگ سنسار

بنڌن ڀاڏ مايا ڦاس- جن نانڪ ڇوٽي گر پرڪاس

] گ: م: ٣ انڪ ١٢٦

ڪرم ڌرم نيم ڀرت پوجا ۽ پار برهم بن جان نه دوجا

] گؤ: م: ٥ انڪ ١٩٩

آرٿ:- جو برهم ۾ ڀيد ڏسي ٿو اُهو ڀيد درشي مرت
وري جنم مرڻ ۾ اچي ٿو. اَنيڪ جنمن ۾ دک پائي ٿو؛
جو جوڙ نه آهي، برهم گياني آهي، اُنکان ڏور راجا معاني
گُپ ٿيو؛ برهما آدڪ سڀ اچي پوجا ڪن ٿا؛ وري هن جو
جنم نه ٿيندو ٿو ٿئي. جنهن مد برهم سي گيان سان گياني
جا سڀ بعدن دور ٿي وڃن ٿا، سو سڌ برهم ٿو آهين. سوبت
ڪيتو ٿا جو اُپديش نڌي لڇي ڪيو؛ جيو پاڻ کي ٿو ري
برهم پاڻ کي پراپت ٿيو.

## (٥) ڪرم ڀلڻ.

ويد ۾ ٽي قسمن جا ڪرم ٻڌل آهن. (١) نِتيه ڪرم يعني
نه ڪرڻ لائق ڪرم يعني پاپ ڪرم. (٢) وِهت ڪرم
يعني ڪرڻ جوڳ ٻيا ڪرم.

وِهت ڪرم چئن قسمن جا آهن. (١) نِت ڪرم. (٢)
نيمتڪ ڪرم. (٣) ڪاميه ڪرم. (٤) پراسچت ڪرم.

اچي سڀ ملي ڪري پنجن قسمن جا ڪرم ٿيا. اُنهن ۾
ٻه ڪرم يعني * ڪاميه ڪرم ۽ نشڌ ڪرم سي نه پرسڌ
(ظاهري) نقشان روپ آهن يعني اَنيڪ جنمن جا ڪارڻ آهن.

باقي جي ٽي ڪرم آهن تنهان هڪ نت ڪرم آهي جو
روزمره ڪجي، جيئن ته طرح اگني هوتر، سنڌيا، اُپاسنا،
ست نيم.

ٻيو نيمتڪ ڪرم، سو ڪنهن ڪنهن ڪرڻو پوي،
جيئن ته ڪو ٻالڪ ڄڻو عمر ۾، حالت ۾، آشرم ۾، وديا ۾،
تپسيا ۾ ۽ گيان ۾، گهر وڃي اندر پيهي اچي ته تهي اُنکي
نمسڪار ڪجي ۽ ستڪار ڪري وهاريجي ۽ شيوا ڪجي؛

---

١- سسد. * ڪامنا وارا سڪام ڪرم.

اُڻِ - سَد رِشَئِاتِ ڪارڻِ دَڪلاوِين

آپياسِ نُومو -ت پِرتِ ڪاوِ

## اپياس (٩)

**دار شٽانت** - هي پتر، جهڙيءَ طرح جڳت ۾ ٻه ماڻهو هجن، هڪ چور ۽ ٻيو ساڌ (يعني چور نه) ۽ چور جي پٺ ۾ ساڌ به پڪڙجي وڃي. ڪين راجشاهي ماڻهو راجا وٽ پڪڙي وڃن. راجا وٽ ٻئي چون تا ته اسين چور نه آهيون راجا انهيءَ پريکيا واسطي لوه تپارائي منتر پڙهي انهن کي چوي ٿو ته جيڪڏهن توهين چور نه آهيو ته لوه هٿ ۾ کڻو جو چور هوندو اُنجا هٿ سڙي ويندا ۽ جو چور نه هوندو اُن جا هٿ نه سڙندا. هيءَ راجا وٽ اُتم پريکيا هئي. جو چور هو ۽ جوٽ ڳالهايائين تي ته مان چور نه آهيان، اُهو جڏهن لوه کڻي ٿو ته ٻهر يائين تـہ اُنجا هٿ سڙن ٿا ۽ راجا انکي هٿڪڙيون وجهائي ڏنڊ ڏئي ٿو ۽ جو چور نـہ آهي اُنکي به راجا چويٿو ته لوه مٿي کڻ. هو لوه کڻي ٿو ته نه اُنجا هٿ سڙن ٿا ۽ نه انکي راجا ڏنڊ ڏئي ٿو.

اُلٽو راجا هنکان معافي گهري ٿو ۽ هنکي ريشمي ڪپڙا ۽ زيور انعام ڏئي ٿو.

**درشٽانت** - جو چويٿو ته مان برهم نه آهيان مان جيو آهيان، سکي دکي، پني پاپي سنساري آهي، تنهن برهم جي چوري ڪئي آهي ۽ انکي مرتيو يعني ڏرم راجا کان ڏنڊ ملي ٿو.[1]

مرِتيوُ سَ مرِتيوُ ماپنوتِ يہ اِهَ نانيوُ پشيتِ.[2]

---

ا- پراپت ٿئي ٿو. ٢- ڏسي ٿو.

## آڀاس (٦)

دي درشٽانت ڪري پرمان، يا شنڪا ڪري پرم اُدار
ڪشتر آڀاس يا مت ڪاوي
ٿئي سنديھ نه دور متاوي.

اُتر - هي پتر، جل جو ڪٽورو ڪٺي اچ. ڪٺي آيو ته لوڻ جو ٽڪرو ڏنائونس ۽ چيائونس ته ڏس، لوڻ جو ٽڪرو جل ۾ آهي. ڏنائين ته ڏسڻ ۾ نه آيس. پڇيائونس ته ڪيڏانهن ويو ۽ ڏسڻ ۾ ڇو نٿو اچي. چيائين مهاراج، جل سان ملي اُنهن تي ويو آهي، جل روپ تي ويو آهي، جنهڪري اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. تڏهن چيائونس اندر ته آهي؟ چيائين ها مهاراج اندر ته آهي. اندر هئڻ ڪري ڏسڻ ۾ ڇو نٿو اچي. چکو، انکي جيڀ سان چکي ڏس ته پاڻي کارو آهي. چکيائين ۽ چيائين مهاراج، کارو آهي. چيائونس ته ڏس ته اکين سان جاتو نٿو وڃي، پر زبان سان جاتو وڃي ٿو. اِنهيءَ طرح آتما برهم هن ساري جڳت جي اندر آهي ۽ اُن سان ملي ويو آهي. ملبل، هنن اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچي، پر گروءَ جي رمز د اُران اُنيو پرمان سان من پڌيءَ جو سک دک جو *ترپٽيين جو پرڪاشڪ، سو پن پدارٿ جو پرڪاشڪ اندر آهي، اُئين جاتو ويو آهي. درشيه کان نيارو درشيه جو پرڪاشڪ جو ست سروپ آهي، سو تون ئي آهين.

شنڪا - برهم درشن جو مکيه سادن ڪهڙو آهي؟

---

* پرڪاش، پرڪاشيه، پرڪاشڪ، اهڙن ٽن کي ترپٽي چئجي ٿو.

نيڪا۔ هي پتر! ڏس هي ٻڙ جو ٻج ڪهڙو نه سوکم
آهي. هن ٻج مان ئي هي پيدا ٿيو آهي. سارو وڻ انهي اندر
هو، پن، ٽاريون، گل ڦل سڀ انهي اندر هئا. تڏهن نه اُن
مان ٻاهر نڪتا. اهڙيءَ طرح اندر، جو ساڪي آتما برهم سروپ
آهي، سو سوکم هوندي به ٻڙ جي ٻج وانگي ڪهڙن قسمن
جي جڳت کي پيدا ڪري سگهي ٿو.

پرمان (١):- آئون سوکم آئون استول. اڪي ۽ جائي نانڪ لنا.
[گ: +ٻ: أ: محلا ٥ صفحه ٢٥٠

پرمان (٢):- آپ ٻالت جوه پسرئا نانڪ ايڪ آڪارا.
پرمان (٣):- [گ: +ٻ: أ: م: ٥ صفحه ٢٩٦

آتم رام رام ڏيءِ آتم پائيءِ سهد پيچارا ڏيءِ.
[ مارو * سو: محلا ١ صفحه ١٠٣٠

سو آتما رڳو سوکم نه آهي، وڏي کان وڏو به آهي.

پرمان:- سوکم تي سوکم ڪرچيني پرڏن پرءَ پتاني.

يعني حاڪم م ڪين آهي ننڍڪري ننڍي کان ننڍو جو
اٿن، ۽ سارو برپور ٿي آهي ننڍڪري وڏي کان وڏو آهي.
اهڙو جو برهم آهي، سو تون آهين.

شسڪا- جيڪڏهن او سڀ ۾ برپور ٿي آهي، وڏي کان
وڏو آهي ته ٻوءِ ڏسڻ ۾ ڇو نٿو اچي. ٻڙ جي جٽو ته سوکم
هئڻ ڪري ڏسڻ ۾ نٿو اچي ته درشن جا ساڌن، جي شاسترن
۾ لکيل آهن، سي لستل تسدا ۽ جي درشن ته تبو ته مکتي
کيهڙي ۾ ته ٿيندي.

---

ـ گوڙڻي ناون اکري. ؛ سوهلا.

هليو ويو. آخر سڀ ٽاريون وڃائيس ته ۽ سويت ڪيتوءَ کي چوپٽو نه ڏٺس، ته انهن ٽارين جو جيو وڻ ۾ لين ٿي ويو ۽ مٽو له. وڻ مان وري ٽاريون اڪرنديون ته موٽي انهن ۾ جيو ايندو. انهيءَ طرح جاڳرت، سوپن وارو جيو سشوپتيءَ ۾ لين ٿي وڃي تو ۽ مري لٿو، وري اهو جيو جاڳرت سوپن ۾ اچي، اَنتهڪرڻ ۽ اندرين سان ملي سڀ ڪم ڪندو. اهڙو جو نت جيو آتما آهي سو برهم سروپ ڄاڻو ۽ اندريون انتهڪرڻ، اَوستا مٿيا (ڪوڙي) ڄاڻو، جئن لسوڙيءَ ۾ ٽانگه. انهيءَ طرح سڀاڻي برهم آهي، سو تون آهين.

شنڪا- توهين سڀ سنسار برهم روپ ڪري ڏيکاريو ٿا ۽ برهم کان جدا سڀ کي مٿيا چئو ٿا. اِها ڳالهه ته تڏهن ٺهندي جڏهن برهم سڀ جو اُپادان* ڪارڻ هجي ۽ برهم جو سروپ ويد ڀڳوان چوي ٿو سو هي:-

ايڪ اَڏوِت روپ پڇاڻو - سو ڪم ڏي آت سو ڪم ڄاو
سو ڪَهسي آستول اُپجاوي
سڪل جڳت مَن مين ٿهي آوي
[ موڪه پنٿ پرڪاش ]

## اڀياس (٥)

پهه شَنڪا جانڻي ٿهين رهي
آئسو ايڪ نِدرشنِ (درشٽانت) آهي
ٻنڇهون اڀياس سَت پِرت ڪاوي
ٻَت دالا ٽانٽي آتواوي.

---

*جنهن مان پدارٿ ٿهي. جئن ڪاٺ دروازي جو اُپادان ڪارڻ آهي.

ڀان ٿي ست برهم مڃڻ ناهي - پر سمجهه آڻي من ماڻهي.

## آپياس (٢)

اُدالڪ رشيءَ پنهنجي پٽ کي شنڪا وارو ڏسي مکين جو مثال ڏيڻ لڳا ته جهڙيءَ طرح ماکيءَ ۾ سڀ گلن جون رسون پنهنجي پنهنجي گلن جي وڻن جي ڀن ڪسي ڇڏي ماکيءَ ۾ اچي ڪٺيون ٿيون آهن، پر ٻڌيءَ جي اُپاءُ ڪري پعدي جڙ هٺ ڪري ڄاڻن نه ٿيون ته اسين پنهنجي پنهنجي گلن کي ڇڏي ماکيءَ ۾ اچي ڪٺيون ٿيون آهيون، تهڙيءَ طرح سڀ جيو سکوپتيءَ ۾ ٻڌيءَ جي اُپاءُ ڪري نٿا ڄاڻن ته اسين پنهنجي مٿش، ديوتا آدڪ سرپرن کي ڇڏي ست ۾ اچي ڪٺا ٿيا آهيون.

نه ڄاڻڻ ڪري ئي وستوءَ جو اُپاءُ نٿو ٿئي. تنهنڪري جڏهن ست ۾ سڀ جيو اچي ڪٺا ٿين ٿا، سو ست سروپ تون آهين.

سويت ڪيتو- ست ۾ پرويش ڪرڻ وقت جيئن ٺيڪ جيو ڄاڻن نٿا، پر اُٿڻ وقت ڇو ڪين ٿا ڄاڻن ته اسين هاڻي ست کان ٻاهر هلون ۽ هلي ڪو ڪم ڪريون. اهڙي قسم جي شنڪا ٻڌي اُدالڪ رشي ٽيون اُپياس چوڻ لڳا.

## آپياس (٣)

اُدالڪ رشي جهڙيءَ طرح ڪکر پاڻيءَ کي سمنڊ مان ٻاهر ڪڍي مٿي وٺي وڃي ٿو ۽ برسات وسائي ٿو ۽ پهاڙن، شهرن ۽ ڳوٺن کي پوتر ڪري ٿو ۽ اُهو جل پنهنجو ندي نالو رکائي پڻ ڪنارن وچ هلي ٿو، پر اُهو جل ڄاڻي نٿو ته ڪو مان هاڻي سمنڊ مان ٻاهر نڪران ٿو ۽ ڪکرن ذريعي مٿي وڃان ٿو، برسات ڪريان ٿو ۽ پهاڙن، شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڦران ٿو ۽ ندي ٿي پڻ ڪنارن ۾ وهان ٿو. جيئن جل سيني پاڻ کان پاڻجي وڃي ٿو تيئن جيو برهم کان جاڳرت

۽ ست ھو، اھو ست ساکي جڳت ساري حکمت جو آڌار ۽
۽ آڌشٺان (آسرو) آھي يعني جڳت کي پيدا ڪري ٿو ۽
پالڻ ڪري ٿو. سرشٽيءَ جي آد ۾ اُن ست روپ ھُنن،
پوءِ لو سرشٽيءَ جي رچنا ڪري، اُن آيمان ڪري، اُن
پالڪي ھُو سمجھي دکي ٿي رھيو آھي؛ ۽ پنھنجو پالو پگدت
ديوتت رکائي ۽ منش، ديوتا آد روپ ڌاري اُن آيمان
ڪري، ۽ اُھو ئي مان آھيان، ۽ جنم مرڻ ڌاري رھيو آھيان.
۽ ھي سڀ لوکي پوءِ ٿي رھيو آھي. سکوپتي اوسٿا ۾ اھو
پوءِ دور ٿي وڃي ٿو ۽ پرمل، ھو تون آھين، ست ۾ آئيد
ٿي وڃن ٿو، پنھنجو روپ ڪيو ۽ ڏسين ٿو، اھڙيءَ طرح:-

ديھادِ ڪارج ڪر دوُر- سَت روپ اَر لکو اَدوُر

سُکر اَدتي پوڏ ھو آھي- سَت سروپ ويد ھہ ڪاھي

آنسي ھو- ست پرم اَچاري- تَنو مَسي ار ڪتوُن اُھ ڌاري.

[ موکہ پنت پرڪاش ]

**آرٿات.** سکوپتيءَ ۾ سکہ سروپ ڏنبت رھت پرڪاش
سروپ ھو آھي، جنھنکي ويد ست روپ چوندا، اھڙو ھو
ست پرم سروپ آھي، تنھنکي تون پالڻھي پاڻ چوڻ ٿو
ڌارڻ ڪرين.

شنڪا سويت ڪبھوءَ جي- ھي پتا! توھان ھو جو آھي
۽ سکوپتيءَ ۾ سڀ ھبو ست ۾ ملي وڃن ٿا، يعني سڀ جو
پنھنجو پنھنجو منش، ديوتا، پسون، پکي آدڪ سرير ڇڏي
نام روپ کي مٽائي ڇڏين ٿا. جڏھن سکوپتيءَ ۾ سڀ
جو ست ۾ اچي ملن ٿا ۽ پوءِ اسين جاڳون جو ٿا؟ ۽ ڪوئي
ھوي ٿو ۽ ڪنھنکي يادگري آھي ۽ ڪنھنکي اُبوءَ آھي.

پرماڻ:-

سک دک پورب جنم کي ليکي
سو ڄاڻي جن داتي ديکي
ڄس ڪئي دوس ڏهه تون پراڻي
سهه آپڻا ڪيئا ڪرارا مي.

[ مارو سو: م: ١ صفحه ١٠٣٠

اِهو ٻڌي پنڊت ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته مونکي ٻئي پرشن جو جواب مليو چڪو هاڻي مونکي ٽئين پرشن جو اتر ڏيو. مهاتما چيس ته پتر هڙڻ سان ٽئين سوال جو جواب پڻ اچي ويو. پنڊت چيو ته مون نه سمجهيو ڪرپا ڪري کولي سمجهايو. مهاتما چيو ته مون توکي پتر هنيو ته توکي پيڙا ٿي. اهو پتر ڪٿي آهي. پنڊت پتر کڻي آيو. مهاتما انکان پڇيو ته هي ڇا جو بڻيل (ٺهيل) آهي؟ پنڊت چيو مٽيءَ جو.

مهاتما- جنهن سرير تي مون پتر هنيو سو سرير ڇا آهي؟

پنڊت- سرير به مٽي تت آهي.

مهاتما- بس، مون ته مٽيءَ تي مٽي هنئين. جهڙيءَ طرح مٽيءَ تي مٽي هڻڻ سان توکي پيڙا ٿي، تهڙيءَ طرح اڳيئي پر اڳيئي مارڻ سان نرڪ پر جيوکي پيڙا ٿئي ٿي.

پنڊت- هاڻي منهنجو ڀيون سنسو به نورت ٿيو.

جيوڻي جو پرم سويت ڪيئن ڪي ٿيو هو. سندس پتا آدالڪ رشي هو. هن تنومسي، مهاواڪ جو اُپديش ڏئي هن جو جيو پرم نوري چڏيو. سويت ڪيئن ڪسي دکسي ڏسي سندس پتا آدالڪ هيءَ پهريون اُپياس ٻڌائڻ لڳا —

## اُپياس (١)

هي * سؤميه، تنهنجو آتما ساکي چيتن سرشٽيءَ کان اڳي

---

* پيارا

دوش ڪونهي ۾ منهنجي ڪرم جو دوش آهي. هاڻي تون
پنهنجي ڌرم ٻڌاءِ. براهمڻ پنهنجو سمورو سماچار ٻڌايو ۽ چيائين
آڌرمي پاپي راجا مون لس آبراڌ جو هٿ ڇو وڍايو؟ جوڳيءَ
چيو تہ راجا تنهنجو هٿ ڪونہ وڍايو ۾ تنهنجي ڪرم تنهنجو
هٿ وڍايو. پورب جنم ۾ تون تپسي هئين ۽ راڄ ڪنيا گئو
هئي ۽ راڄڪمار ڪاسائي هو. هي ڪاسائي گئوءَ کي مارڻ
لڳو ۾ هوءَ پنهنجي جند بچائي ڀڄي ويئي ۽ تنهنجي اڳيان
لنگهي ويئي. پٺيان ڪاسائي آيو. توکان پڇيائين تہ گئو تو
هتان لنگهندي ڏٺي؟ تو آڱر سان اشارو ڪيو تہ هن
طرف ويئي. چاڪاڻ تہ تو ٻڌڻ ڪيو هو تہ مان ڪوڙ نہ
ڳالهائيندس. ۾ شاستر ۾ آکيا آهي تہ پنهنجا پراڻ وڃن يا
گئو براهمڻ جا پراڻ وڃن تہ سچ ڳالهائڻ بدران ڪوڙ ڳالهائڻ
چڱو آهي يا تہ چپ ڪرڻ چڱو آهي. اهڙيءَ ڌرم شاستر کي
تون نہ ڄاڻندو هئين. تو هٿ سان اشارو ڪيو ۽ ڪاسائيءَ
وڃي گئو کي ماريو. انهي کل گنگا ڪناري تي وڃي لاٿائين
تہ ايتري ۾ هڪ شينهن جهنگ مان نڪري گنگا ڪناري
پاڻي پيڻ آيو. اڃ نڪايل هو، سو گئوءَ ڪاسائي ٻنهي کي
کائي ويو ۽ اُنهن جون هڏيون اُتي ڇڏي ويو. برسات پيئي
تہ گنگا ندي چڙهي ۽ هڏيون گنگا ۾ لڙهي ويون. گنگا جي
مهاتم ڪري ڪاسائي راڄڪمار ۽ گئو راڄ ڪنيا ٿي. ڪرم
هڪ رات واسطي انهن کي شادي ڪرائي ڪٺو ڪيو، ۽
جهڙيءَ طرح ڪاسائيءَ گئوءَ کي تلوار هنئي، تهڙيءَ طرح
راڄ ڪنيا راڄڪمار کي تلوار هنئي. تو هٿ سان اشاري
روپ ڪرم ڪيو اُن پاپ ڪرم تنهنجو هٿ وڍايو. ان ۾
تنهنجو دوش آهي ٻئي جو ڪهڙو دوش؟ اهين نسچي
ڪري سگهي ٿي رهه.

جوتشي صبر ۾ رهيو، ڪجه به نه چيائين. جوتشي پنهنجي
ٻٽنڪ ۾ ويو ته براهمڻ وٽس ويو. جوتشيءَ انکان پڇيو ته
ڪٿان اچڻ ٿيو آهي. چيائين ته آيو ته هوس پنهنجي دک جو
ڪارڻ پڇڻ لاءِ، پر ڀر يائين پنهنجو ڪرم ڦل ٻڌايو. توهان
جي اِستري پنهنجي زبان سان اتترو ترسڪار ڪري ٿي جو
ڪو به سهي نه سگهي پر توهين سهي وڃو ٿا، اُنجو ڪهڙو
ڪارڻ آهي. جوتشي براهمڻ چيو ته هيءَ منهنجي اِستري نه
آهي پر منهنجو ڪرم آهي. دنيا ۾ جا چيز ڏسين ٿو، پائي
(پاءِ) سبنڌي، پتا، پتر، گرو، شش، متر، دشمن جو ڪجه
به آهي سو سڀ ڪرمن آهي. هيءَ استري نه آهي منهنجو
ڪيل ڪرم آهي. اِهو ڀوڳڻ بنا ڇٽي نه سگهندو. تنهنڪري
پنهنجو ڪرم مان خوشيءَ سان ڀوڳي رهيو آهيان. پنڊت
پڇيس ته اڳين جنم ۾ تو ڪهڙو ڪرم ڪيو هو؟ جواب
ڏنائين ته پُورب جنم ۾ مان ڪانءُ هوس ۽ هيءَ گڏهه هئي.
هنجي پٺيءَ ۾ ڦٽ هو. تمام دکي ۽ ڪمزور هئي. مون
انجي ڦٽ ۾ پنهنجي چهنب هڻي، جنهنڪري هوءَ دکي
ٿي ٿي. پر مان خوش پئي ٿيس. هوءَ وڃي اندر لڪندي
هئي ۽ مان انکي پيو ڳوليندو هوس. آخر مونکان دکي ٿي
هوءَ ١٠-١٢ ڪوه پري ڳوٺ کان پڄي گنگا ڪناري سُنگهڻي
(گهاٽي) بن ۾ رهڻ لڳي. مان به اُن ڪانسواءِ رهي نه سگهيس،
سو انکي وڃي ڳولي لڌم ۽ چهنب هنيم ته انجي هڏين ۾
اندر گهري ويئي. هوءَ دکي ٿي گنگا جل ۾ ويئي پر
منهنجي چهنب اُنجي ماس مان نه ڇٽي. ٻئي جل ۾ لڙهي
وياسون. هنکي براهمڻيءَ جو جنم مليو ۽ مونکي جوتشيءَ جو.
هوءَ اڃي منهنجي استري ٿي. هاڻي هيءَ مونکي مرڻ
گهڙيءَ تائين مک سان دک ڏيندي. مان پنهنجو ڪيل ڪرم
جاڻي صبر ۾ رهان ٿو ۽ شڪر ڪري وينو ڀوڳيان. هنجو

ٻڌي. راڄڪمار جو سر وڍڻ جي ٻنوءِ هو موٽي ويو. راڄ ڪنيا
شوڪ ۾ روئڻ ڪرڻ لڳي. ٻه ڪنور اڳيان برابر ٿيا ڪيائين
ته اڄاڻ مونکان ڪهڙو پاپ ٿي ويو آهي جو سيا ۾ مان سچ
ته پڌائيندس جو ته منهنجي ماتا پتا ۽ سس سهري کي ڪلنڪ
لڳندو. اڄاڻ مولي جو پڌري ڪه اي وشواس نه ڪندو. اهو
وچار ڪري رهي هئي. پرانت ڪال ٿيو. براهمڻ اشنان ڪرڻ
واسطي ڪوهه تي ويو. ڪنيا براهمڻ کي ڏسي ورلاپ ڪرڻ
لڳي ته منهنجي پتيءَ کي ڪوئي ماري ويو آهي. ماڻهو اچي
ڪٺا ٿيا.

راجا آيو ۽ پڇيائين ته ڪنهن ماريو. ڪنيا چيو ته مونکي
سڌ نه آهي پر مون هڪڙي ٺاڪر مندر ۾ ويندو ڏٺو. راجا
۽ ٻيا لوڪ آيا ۽ براهمڻ کي پوڄا ڪندو ڏٺائون. براهمڻ
کي پڪڙيائون ۽ چيائون ته راڄڪمار کي تو ماريو. براهمڻ
چيو ايشور ڄاڻي ٿو، مون راڄڪمار کي نه ماريو آهي. مون
مٿان ڪو ڏنو آهي. پر اُپراڌ کي دوش نه لڳايو. راجا
ڪاوڙ ۾ چوڻ ٿي لڳو ته هي ڏنل ڏنو جو تلوار سان هن
جو هٿ ڪپائي ڇڏيائين.

براهمڻ دکي ٿيو. راجا کي آدمي ڄاڻي راجا جو ديش
ڇڏي ودين ۾ هليو ويو. تلاش ڪرڻ لڳو ته ڪوئي
ودوان ڳولهي ته امڪان هٿ ويهي جو ڪارڻ پڇان. آخر
پتو لڳس ته ڪاشيءَ ۾ هڪ ودوان جوتشي رهي ٿو. اُن
وٽ ويو ته اُتي سڌ پيس ته ڪيڏانهن ٻاهر ويو آهي. اُن
جي استريءَ براهمڻ کان پڇيائين ته ڪهڙي ڪم ۾ منهنجي
پتيءَ لسڻ چوڻ لڳي جي جيڪر سڀني نه سگهين.

براهمڻ بڌي حيران ٿي ويو. استري ۾ جوتشي سا آيو.
براهمڻ جوتشيءَ کي ڪونجن جهڙي حجو نمسڪار ڪيو. ٻر

**پنڊت جي ٻئين پرشن جو اُتر** - مهاتما چيو ته م
پنهنجي درشٽانت سان اِها شڪا به نورت ڪري ڇڏ
آهي. تو مونکي مارڻو ۽ ڏر وچن چيا، پر مهنجو چت شان
۾ رهيو. مون توکي ڪجهه به نه چيو ۽ توکي پٿر هڻڻ سا
گهبراوت هئي. تو ۽ مون ٻنهي کي ڪرمن جوئي ڦل مليو
پر مون ڄاتو ٿي ته ڪرمن جو ڦل آهي تنهن ڪري مهنجو
چت شانت ۾ رهيو. توکي اِها خبر نه هئي توکي ڀرم ٿيو ته
مهاتما مونکي پٿر هنيو. اِنهيءَ ڪري توکي چت ۾ وکيپ ٿيو.

**گياني ٻو آگياني لسڇٽو سمي پرارٻڌ ڪرمڻي**

**ارٿ:-** گياني ۽ اگياني پرارٻڌ ڦل هڪجهڙو ڀوڳين ٿا پر
گيانيءَ کي ويچار سان ڌيرج آهي ۽ اگيانيءَ کي اَويچار سان
ڪليش آهي. سک دک پنهنجي ڪرمن جوئي ڦل آهي.

**درشٽانت:-** هڪ راجا وڏو ڌرماتما، نياءَ ڪاري،
سمت شيوڀ ۽ پرميشور پوڄ (پوڄڻ وارو) هو. هنکي هڪ
ئي پٽ هو. راجا هنکي پڙهائي ودوان ڪيو. راجا کي هڪ
ٺاڪر مندر هو انهيءَ ۾ هڪ براهمڻ پوڄاري رکيائين جو وڏو
سداچاري ۽ ڌرماتما هو. هو ڪجهه گهرندو به نه هو ۽ تنهن س
ڳي سياءَ ڪري راجا جو مٿس راضپو هو. راجا جو پٽ وڏو
و ته اُنجي شاديءَ جو ويچار ڪيائين. هڪ سندر راج ڪنيا
ن انجي شادي ڪرايائين. راجا راج ڪمار لاءِ نئون محل تيار
ڪرايو هو. انهيءَ ۾ راج ڪمار سمهيو. هنکي ننڊ اچي ويئي. پر
جي اِستريءَ کي ننڊ نه آئي. هوءَ هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ
ي ۽ محل ۾ سڀ سامان ڏسڻ لڳي. آخر پنهنجي پتيءَ
پاسي ۾ هڪ تلوار ڏٺائين. مياڻ مان ڪڍي ڏٺائين ته
ڏاڍي تيز ۽ چمڪ واري هئي. تلوار ڏسي ڊڄي ويئي
ار هٿ مان اوچتو نڪري وڃي راج ڪمار جي گردن تي

رهيا آهن. انهنجي نورتيء واسطي توهانجي شرڻ ۾ آهيان. مهاتما توڙ ڳالهائو هو ۽ سدا برهم چنتن ۾ وقت گذاريندو هو، سو ماٺ ۾ رهيو. پر وري پنڊت پرارٿنا ڪئي ته مان دکي آهيان، جيتوڻيڪ شاستر پڙهيا اٿم پر چت شانت نه آهي. لاچار مهاتما چيو ته ٻڌاءِ ڪهڙا سنسا توکي آهن؟

هن هيٺيان ٽي پرشن ڪيا:-

(١) ويدانت شاستر چوي ٿو آتما آهي پر اُنجو جات، گڻ، ڪريا، سنٻنڌ، روپ ريکه، چنهه چڪر ڪوئي نه آهي. جنهن شيءِ ۾ انهن مان هڪ به نه هجي سا شيءِ هوندي ئي ڪان. جيڪڏهن انهن بنا ڪائي شيءِ آهي ته ڏيکاريو، اُپڙ ڪرايو.

(٢) سک دک ڪرمن جو ڦل آهي ۽ ڪرم ڦل سمجهي ڪنهن تي دوش لڳائڻ نه گهرجي، ائين شاستر چوي ٿو، پر ماڻهو اُنتي چونتا هلن؟

(٣) سري مد ڀاڳوت ۾ دارڻ نالي نرڪ جو بيان ڪيل آهي ته جو ڪامي پرش پرائي استريءَ سان پريت ڪري ٿو يا استري پرائي پرش سان پريت ڪري ٿي ته انکي لوه جو مورتي پرش، يا استري ناهي اگنيءَ ۾ تپائي هجي انگن ۾ لڳائين ٿا جنهن ڪري تمام دکي ٿو ٿئي. منهنجي خيال موجب تنن ۾ تت ملائڻ سان دک نه ٿيڻ گهرجي. ڪام به اگني آهي ۽ اگني به اگني آهي. اگنيءَ کي اگنيءَ ۾ وجهڻ ڪري ڪهڙو دک؟ جيڪڏهن دک ٿيندو هجي ته درشٽانت ڏيئي مونکي سمجهايو.

مهاتما وري به ماٺ ۾ رهيو. پنڊت چيس ته جواب نه ڏيندين ته مان گنگاجيءَ ۾ ٽپو ڏيئي پنهنجو گهات ڪندس. تڏهن مهاتما هڪ پٿر ڪڻي هنکي زور سان هنيو، جو هنکي

